# پبلشر پاران

سنڌ جي تاريخ ۽ ادب جا ڪيترائي اهڙا ورق آهن جيڪي اجا تائين وقت جي دز جي تهن ۾ لِڪل آهن، اهڙن جستجو ۽ کوجنا ڪندڙن جي انتظار ۾ آهن جيڪي کين ڳولي لهن ۽ اُجاري عوام آڏو پڌرو ڪن. انهيءَ ڏس ۾ سنڌي زبان جي وڏي عالم، محقق ۽ ماهر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو هيءُ ڪتاب قاضي ’قادن جو رسالو‘ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ طرفان پيش ڪري رهيا آهيون ۽ اميد ٿا ڪريون ته قاضي قادن جهڙي قادرالڪلام شاعر، ڪلاسيڪي شاعريءَ جي مهندار ۽ تصوف جي روحاني رمزن جي خواص جو هيءُ رسالو تاريخي ۽ ادبي ڪڙين کي ڳنڍڻ ۾ مدد ڪندو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب سالن جي تحقيق بعد هي ڪارنامو سرانجام ڏنو آهي ۽ اهو اشاعت لاءِ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جي حوالي ڪيو آهي. پاڻ مسودي جي ڪمپيوٽر تي ڪمپوزنگ ڪرائي، پروف چيڪ ڪري ۽ پريس ۾ ڇپائيءَ لاءِ هر طرح

تيار ڪري، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ کي بنا رائلٽي/ اُجرت جي شايع ڪرڻ لاءِ ڏنائون ۽ پريس ۾ ڇپائي جي نگرانيءَ جي اَٿ ڪائني ڪم جي ذميواري پنهنجي ڪلهن تي هموار ڪيائون. مان سندن انهيءَ فراخ دلي ۽ سخا لاءِ اداري پاران نهايت شڪر گذار آهيان ۽ پرُاميد آهيان ته آئيندي پڻ پاڻ پنهنجي تحقيقي ڪم جي اشاعت ڪرائڻ لاءِ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ کي ڪڏهن نه وساريندا.

مان اسان جي احترام لائق ۽ هر دلعزيز وائيس چانسلر ۽ اداري جي ڊائريڪٽر پروفيسر ڊاڪٽر نذير مغل جي مهربانين کي پڻ وساري نٿو سگهان، جن کي جڏهن ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن پنهنجو ڪتاب شايع ڪرڻ جي آڇ ڪئي ته بروقت مون کي ساڻن ملي مسودو حاصل ڪرڻ جي هدايت ڪيائون ۽ ڪتابي صورت ۾ جلدي شايع ڪرڻ لاءِ رقم منظوري ڪري مالي دشواري دور ڪيائون، اهو سندن علم دوستي ۽ قدر شناسيءَ جو ثبوت آهي.

مان جيڪڏهن پنهنجن هم ڪار ساٿين ۽ خصوصي طور تي محترم ولي رام ولڀ ڊپٽي ڊائريڪٽر ميوزم ۽ آڊيو ويوئل سيڪشن جو سندن هر طرح جي سهڪار لاءِ ٿورا نه مڃيندس ته زيادتي ٿيندي. سندن

پيشه ورانه صلاحيتون ۽ مشورا ڪتاب جي اشاعت لاءِ يقيناً مفيد رهيا آهن.

**محمد حسين شيخ**
ڊائريڪٽر انچارج
انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
يونيورسٽي آف سنڌ
ڄام شورو
17- مئي 1999ع

# مهاڳ

شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي محفلن ۾ تصوف جي ڳُوڙهن رازن ۽ ٻين نصيحت آميز موضوعن جي سمجهاڻي ڏيندي، پنهنجا ۽ ٻين سالڪن جا بيت فقيرن آڏو پڙهيا جيڪي پوءِ سندس مريد محمد رضا ’بيان العارفين‘ ۾ ملفوظات طور قلمبند ڪيا. انهن ۾ ست بيت اهڙا هئا جن بابت نالو وٺي چيائين ته قاضي قادن جا آهن. هڪ وڏي عرصي تائين اهي ست بيت ئي قاضي قادن جي نالي سان سنڌ جي عالمن ۽ اديبن آڏو رهيا، ۽ ٻئي وڌيڪ ڪلام بابت ڪنهن کي به ڪا ڄاڻ ڪانه هئي، تان جو هندوستان ۾ اوپر پنجاب جي اديب راجا رام شاستري، صوبي هَريانا جي ڳوٺ راٽيلا ۾، دادو پنٿي پڳت هرداس جي مَٺَ (مڙهي) ۾، گرمکي ۾ لکيل قلمي ڪتاب ”سنتون ڪِي واڻي“ ڏٺو جنهن جي هڪ باب ۾ قاضي قادن ۽ ٻين اڳين سالڪن ۽ سنتن جا بيت ۽ دوها لکيل هئا. اهو باب پوءِ سنڌي اديب هيري ٺڪر سنڌي صورتخطيءَ ۾ ”قاضي قادن جو ڪلام“ جي عنوان سان سنه 1978ع ۾ دهلي مان ڇپائي پڌرو ڪيو. ان ڪتاب ۾ شامل قاضي قادن ۽ ٻين جي هڪ سئو ارڙهن بيتن تي پوءِ راقم سنڌي ادبي بورڊ جي ”رسالي مهراڻ“

جي ٻن شمارن 1978ع جي آخري ۽ 1979ع جي پهرئين) ۾ تفصيل سان تنقيدي بحث ڪيو.
راج رام شاستري جو راٺيلا جي مَٺ ۾ سانديل ڪتاب ’سنتون ڪي واڻي‘ ۽ ان ۾ قاضي قادن جي بيتن وارو باب ڳولي لهڻ ۽ پوءِ هيري ٺڪر جو ان کي سنڌي صورتخطي ۾ سنواري شايع ڪرڻ قاضي قادن جي بيتن جي وڌيڪ ڳولا لاءِ نيڪ فال بنيا.

كتاب جيپور گرنٿ – ۴

’سنتون ڪي واٽي‘ واري بابت مان اهو معلوم ٿيو ته قاضي قادن جا بيت گهٽا آهن پر سپ بنا نالي آهن. انهيءَ اهڃاڻ مان، قاضي قادن جي ٻين بيتن کي ٻين ماخذن مان ڳولي لهڻ لاءِ راهه روشن ٿي جن ۾ اهي بنا نالي هئا: ان کان اڳ ان طرف گمان ئي نٿي ويو ته اهي قاضي قادن جا آهن.

ايترن سارن گهڻن بيتن جو دستياب ٿيڻ قاضي قادن تي نئين سر تحقيق لاءِ هڪ پيغام هو. انهيءَ ڪري وڌيڪ معلومات لاءِ جون 1979ع ۾ آءٌ دهلي ۾ وچي هيري ٺڪر ۽ راجا رام شاستري سان مليس. شري شاستري کان معلوم ٿيو ته راڻيلا واري گرنٿ ۾ لکت جو سال ڇاڻايل ڪونهي، پر ان کان سواءِ ٽي ٻيا قلمي گرنٿ موجود آهن جن ۾ پڻ هڪ بابت هيٺ قاضي قادن ۽ ٻين جا بيت لکيل آهن. اهي پستڪ سنبت 1745، 1802، ۽ 1805 ۾ لکيا ويا. سڀ کان آڳاٽو سنبت سالن 1745 وارو دادو ديال جي ٻالڪي رجب لکيو جيڪو جيپور ۾ رکيل آهي ۽ جنهن ۾ شامل بابت هيٺ 118 بدران 243 بيت لکيل آهن. جنهن ڏينهن 24 جون 1979ع) آءٌ ساڻس سندس گهر مليس تنهن ڏينهن ان گرنٿ جو نقل پڻ ڏيکاريائين، ۽ 118 ڇپيل بيتن کان سواءِ باقي بيت اردو صورتخطيءَ ۾ لکي ڏيڻ جو واعدو ڪيائين. 26 جون تي وري وچي ساڻس مليس پر اجان اهي بيت ڪين لکيا هئائين.

پوءِ مون هيري ٺڪر کي صلاح ڏني ته هو انهن بيتن کي ڏسي ۽ انهن ۾ قاضي قادن جا يا ٻيا جيڪي سنڌي بيت هجن سي گڏ ڪري، ۽ سندس ڇپايل ڪتاب ”قاضي قادن جو ڪلام“ جي ٻئي ايڊيشن ۾ اهي شامل ڪري. ان وقت کيس وڏو شوق هو ۽ مون کي به

خاطري ڏنائين ته جيترو جلد ٿي سگهيو اوترو هو اهي سڀ قلمي ڪتاب ڏسي پنهنجي ڪتاب جو ٻيو ايڊيشن شايع ڪندو. دهلي مان موٽي اچڻ کان پوءِ وري ڏانهس يادگيري لاءِ خط لکيم ته اهو ڪم پورو ڪري پر پوءِ سندس جواب ڪونه آيو. راجا رام شاستري ڏانهن به خط لکيم پر ڪو جواب ڪونه آيو؛ ته به انهيءَ آس اميد ۾ رهيس ته هيرو ٺڪر، شري شاستري يا ٻيو ڪو اُتي جو اديب اهي قلمي ڪتاب پڙهندو ۽ قاضي قادن جي بيتن جو سڄو ذخيرو شايع ٿيندو. ائين انتظار ڪندي جڏهن ڏهه سال کن گذري ويا تڏهن آخرڪار سنه 1988ع ۾ مون ارادو ڪيو ته آءٌ پاڻ پنهنجي وس آهر ڪوشش ڪريان ۽ انهن باقي قلمي پستڪن مان قاضي قادن جي بيتن وارو جيڪو ڪجهه مواد هٿ اچي سو مطالعو ڪيان ته جيئن سنڌي آساسي (ڪلاسيڪي) شاعري جي تاريخ ۾ جيڪو شروعاتي خال آهي سو پري سگهجي.

انهيءَ وچ ۾ شاه ڪريم جي ملفوظات 'بيان العارفين' کي غور سان پڙهيم ته قاضي قادن جي ڪن بيتن جو پتو پيو. 'شاه جي رسالي' تي تحقيق ڪندي رسالي جي مختلف قلمي نسخن مان ڪي اهڙا بيت مليا جن تي غور ڪندي اهي قاضي قادن جي معلوم ٿيا. سنڌي ادبي بورڊ جي ڪتبخاني ۾ محفوظ قلمي ڪتاب

’حڪايات الصالحين‘ جي حاشين تي لکيل بيتن مان ڪي بيت قاضي قادن جي ٻولي ۽ اسلوب بيان وارا نظر آيا. بعد ۾، ساڳئي ڪتاب جي ٻئي هڪ قلمي نسخي ۾ ڏنل بيتن بابت ڊاڪٽر نواز علي شوق رسالي مهراڻ (آڪٽوبر- ڊسمبر 1991ع) ۾ پنهنجو مضمون شايع ڪيو جنهن ۾ وڌيڪ اهڙا بيت نظر آيا (*).
باوجود انهيءَ مطالعي جي، جيسين تائين هندوستان مان قلمي ڪتابن وارو مواد دستياب نٿي ٿيو، تيسين تائين قاضي قادن جي بيتن بابت تحقيق جو ڪم پورو ٿي نٿي سگهيو.
اتفاق سان راجستان يونيورسٽي جيپور جي پروفيسر ڊاڪٽر ناٿ سان سڃاڻپ ٿي ۽ هو اسلام آباد آيو ته کيس ٻڌايم ته جيپور ۾ دادو پنٿي ادارن ۾ سانڍيل قلمي گرنٿن مان قاضي قادن جي بيتن واري مواد جي مون کي ضرورت آهي، ۽ هن وعدو ڪيو ته هو اهي هٿ ڪري ڏيندو. ڪجھ وقت گذري ويو پر بالآخر ’دادو اِنسٽي ٽيوٽ‘ ۾ رکيل ٻن گرنٿن مان گهربل مواد جا فوٽا ڏياري موڪليائين.
ان بعد درگاه سچل جي سجاده نشين (ڊاڪٽر) سخي قبول محمد صاحب جي معرفت هندوستان مان سندس مريدن جي ڪوشش سان هڪ ٻئي ڪتاب ’وَرهد‘ جو نقل دستياب ٿيو جنهن ۾ قاضي قادن ۽ ڪن ٻين

درويشن ۽ سنتن جا بيت قلمبند ٿيل هئا. آءٌ هن مدد لاءِ سخي صاحب جن جو نهايت شڪر گذار آهيان.
ڊاڪٽر ناٿ طرفان پن گرنٿن مان موڪليل مواد بعد، ڪتاب ’ورهد‘ جي دستياب ٿيڻ سان پانيم ته شايد انهن ٿنهي ڪتابن تائين رسالي ٿي وئي هجي جن جو ذڪر راجا رام شاسٽري ڪيو هو. انهن ٿنهي گرنٿن جو وڌيڪ تفصيل هن ڪتاب جي پاڱي پهرئين ۾ ’دادو ديال جي روايت‘ جي عنوان هيٺ ڏنو ويو آهي ۽ انهن ۾ شامل بيتن جو تفصيل پاڱي ٽرئين ۾ ضميمي طور ڏنو ويو آهي.
انهن گرنٿن مان مواد دستياب ته ٿيو پر ان کي پڙهڻ پرجهڻ مشڪل هو. ڊاڪٽر ناٿ شروع ۾ ئي پنهنجي خط (مورخه 3- سيپٽمبر 1988ع) ۾ چاٽايو هو ته اهي گرنٿ ”آڳاٽي ديوناگري خط ۾ وچئين (ميڊي ول) دور واري راجسٿاني ٻوليءَ ۾ لکيل آهن ۽ پنا ايترو ته ضعيف آهن جو پُرندا ٿا وڃن پر مون ڪوشش ڪري فوٽا ورتا آهن.“ باوجود سندس ڪوشش جي، فوٽن ۾ به ڪي پاڱا صاف

نه آيا ۽ ڪن سٽن جا آخري حصا ميٽيجي ويا. پر وڏو مسئلو اهو هو ته اسان وٽ هٽ پيو ڪير آهي جيڪو

ان آڳاٽي دور جي ديوناگري صورتخطي کي صحيح طور تي پڙهي سگهي! انهيءَ ڳولا ۾ ڳچ وقت گذري ويو، تان جو سال 1993ع ۾ ٿر جو سفر ڪندي شهر مٺي جي مانائتي شخص آن جهاني مسٽر ماڻڪاڻيءَ کان معلوم ٿيو ته گورنمينٽ ڊگري ڪاليج مٺي جو اڳوڻو پرنسپال پروفيسر شيام داس جوشي وڏي ڄاڻ وارو آهي ۽ هو اهي پراڻا پستڪ به پڙهي ويندو. سندس اهو ڏس صحيح ثابت ٿيو.

جڏهن پروفيسر جوشي سان مليس ته هن هر طرح جي مدد جو واعدو ڪيو، ۽ پوءِ وڏي چاهه سان اهو واعدو پاڙيائين. مون ڏانهس ڊاڪٽر ناٿ وارو مواد ڪتاب ’ورهد‘ موڪليو ۽ هن صاحب ان مواد کي سنڌي صورتخطي ۾ اتاريو. 1992ع جي آخر کان وٺي سيپٽمبر 1998ع تائين ساڻس مشورا هلندا رهيا، انهيءَ لاءِ ته جيترو ٿي سگهي اوترو اصلوڪي مواد کي صحيح طور تي سمجهي سگهي. پر آڳاٽي ديوناگري صورتخطي کي سمجهڻ ايترو سولو نه هو. پروفيسر جوشي روبرو ملاقاتن توڙي پنهنجن خطن ۾ لکيو ته ”اها بالڪل پراڻي صورتخطي (Script) آهي جنهن جا ڪجهه حرف هن وقت جي هندي ۾ نه آهن، تنهن هوندي پڻ خاص ڪوشش وٺي جيتري سمجهه ۾ آئي آهي سا سنڌي ۾

لکي موڪليان ٿو (خط مورخه 4- 1- 1993ع)؛ ”فوٽو به پرو صاف ناهي جنهن ڪري پڙهڻ ۾ گهڻي تڪليف رهي ٿي؛ ڪٿي ڪٿي اکر آيل نه آهن ته ڪٿي صاف نه آهن“ (خط مورخ 4-9- 1994ع).
”اها هندي صورتخطي تمام پراڻي آهي، هن وقت جي (Scriprt) کان ڪجھ قدر بدليل آهي. ڪي اکر سمجھ ۾ نٿا اچي سگهن. انهن کي پڙهڻ ۾ گهڻي دشواري ٿي ٿئي. ڪٿي ڪٿي ڪي اکر صاف نه آهن ۽ پڙهي به نٿا سگهجن“ (خط مورخه 17- 10- 97).
انهن اشارن مان اندازو ٿيو ته پراڻي ديوناگري ۾ لکيل اصل بيتن کي شايد پوريءَ طرح پڙهي نه سگهجي پر منهنجي گهُر موجب، پروفيسر جوشي جئن اصل عبارت ۽ اصل اچار هئا تئن انهن کي سنڌي صورتخطي ۾ اتاريو. اصل لکت مطابق بيتن جو اهي پڙهڻيون (وڏيڪ سنواريل صورت ۾) ڪتاب جي ٽرئين پاڱي ’ضميمي‘ هيٺ ڏنيون ويون آهن. مون ڪوشش ڪئي آهي ته انهن اصلوڪين پڙهڻين جي آڌار تي، قاضي قادن جي سنڌي ٻولي جي مزاج مطابق، بيتن جون صحيح پڙهڻيون قائم ڪيون وڃن.
آءٌ مانائتي پروفيسر جوشي جو شڪرگذار آهيان جنهن وڏي ڪوشش سان سنڌي صورتخطي ۾ اصل مواد کي اتاريو. جنهن مان منهنجي رهنمائي ٿي.

باوجود هن محنت جي، مون کي احساس آهي ته قاضي قادن جي بيتن بابت تحقيق مڪمل تڏهن ٿيندي جڏهن هندوستان مان گجرات، راجسٿان ۽ ٻين علائقن ۾ دادو ديال جي سنتن ساڌن جي مَٺَن ۾ سانڍيل مواد مان قاضي قادن جي بيتن جو پورو پتو لڳايو ويندو. منهنجو ارادو هو ته آءٌ پاڻ ڪشالا ڪري اهي سڀ مَٺ ۽ مڙهيون ماڳ ووڙيان ۽ مواد هٿ ڪريان، پر گذريل سالن ۾ هندوستان- پاڪستان جي بگڙيل ناتن ۽ ’ويزا‘ جي پابندين سببان ائين ڪري نه سگهيس. اميد ته آينده ٻئي ڪنهن صاحب کي اهڙو موقعو ملندو ۽ هو وڌيڪ مواد هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو.

قاضي قادن جي بيتن جي مطالعي‘ کان سواءِ سنڌي اَساسي (ڪلاسيڪي) شاعريءَ جي تاريخ اڻپوري آهي. انهيءَ ڪري مون ضروري سمجهيو ته في الحال جيڪي ڪجهه دستياب ٿي سگهي ان کي سامهون رکي تحقيق کي اڳتي وڌائجي جيئن قاضي قادن جي عظمت جو ڪجهه حق ادا ٿي سگهي، ۽ پڻ سنڌي ڪلاسيڪي شاعري جو هيءَ قيمتي ذخيرو صحيح صورت ۾ سامهون اچي سگهي. انهيءَ عزم ۽ ارادي ۾ ڪافي ڪاميابي حاصل ٿي آهي جو ڏهن سارن ماخذن مان قاضي قادن جا بيت ڳولي لڌا ويا آهن.

هن ڪتاب کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرين ڀاڱي ۾ قاضي قادن جي سوانح، ڪلام جي اصل روايت، رسالي جي اهميت ۽ ان ۾ سمايل فڪر تي روشني وڌي وئي آهي؛ ٻئي ڀاڱي ۾، ’قاضي قادن جو رسالو‘ آهي جنهن ۾ سندس بيتن کي مختلف عنوانن هيٺ موضوع ۽ معنيٰ جي لحاظ سان ترتيب وار ڪري رکيو ويو آهي، ۽ پڻ هر بيت جي صحيح پڙهڻي ۽ معنيٰ ڏني وئي آهي؛ ٽريو ڀاڱو ضميمي طور شامل ڪيو ويو آهي ته جيئن اهي ڏهه ماخذ (قلمي ۽ ڇاپي ڪتاب) جن مان قاضي قادن جا بيت کنيا ويا آهن تن جو تفصيل پڙهندڙ جي سامهون اچي وڃي، ڇاڪاڻ جو اهي سڀ ڪتاب دستياب ناهن. رسالي جي متن ۾ هر بيت جي هيٺان اصل ماخذن وارا جيڪي حوالا ۽ نمبر ڏنا ويا آهن سي هن ضميمي ۾ ڏنل هر ماخذ جي بيتن جي نمبرن وارا آهن. مثلاً رسالي جي پهرئين بيت هيٺان حڪايات الصالحين (4) جو حوالو ڏنل آهي، جنهن مان مراد ته اهو ضميمي ڀاڱي ٽرئين هيٺ ’حڪايات الصالحين‘‘ وارو بيت نمبر (4) آهي. رسالي جي بيت ٻئي هيٺيان سنتون کي واٽي نمبر (107)‘ جو حوالو ڏنل آهي، جنهن مان مراد ته ضميمي هيٺ ڏنل ’سنتون کي واٽي‘ وارو بيت نمبر (107) آهي.

جن مهربان هن ڪم ۾ مدد ڪئي تن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. منهنجن ڪارڪن مددگارن مان، محمد اسماعيل شيخ سالن جي رفاقت بعد جدائي ڪئي، باقي ڪارڪنن مختيار احمد بلوچ ۽ اياز مرزا شروع کان آخر تائين پروفن پڙهڻ ۾ مدد ڪئي، حسين احمد ميمڻ سهڻي سٺاء سان سڄو مواد ڪمپوز ڪيو. آءٌ سڀني سڄڻن جو شڪرگذار آهيان.

**ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ**
سنڌ يونيورسٽي
پروفيسر ايمرائِيٽس ۽
نگران علامه آ. آءِ قاضي چيئر
سنڌ يونيورسٽي
حيدرآباد، سنڌ
16- مئي 1999ع

---

(*) آءٌ ڊاڪٽر شوق جو شڪر گذار آهيان جو ’حڪايات الصالحين‘ وارو پنهنجو قلمي نسخو مون ڏي ڏياري موڪليائين جنهن کي سامهون رکي سنڌس مضمون وارن بيتن کي پيٽڻ ۽ انهن تي وڌيڪ سوچڻ ۾ سولائي ٿي.

# پاڳو پهريون

1- قاضي قادن جي سوانح
2- بيتن جون روايتون ۽ بيتن جا ماخذ
3- رسالو ۽ فڪر

# قاضي قادن جي سوانح حيات

قاضي قادن سنڌ ۽ هند جي اعليٰ پايي جي صوفي شاعرن مان آهي جنهن جي عرفان ۽ اعليٰ اخلاقي شاعري جو اثر سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر هندوستان جي صوفي عارفن توڙي هندو سنتن ساڌن تي پيو. قاضي قادن ادبي سنڌي ٻولي جو پهريون وڏو شاعر آهي ۽ هو سنڌي اساسي (ڪلاسيڪي) شاعري جو ابو آهي. قاضي قادن سڀ کان اڳاٽو وڏو شاعر آهي جنهن جا گهٽي ۾ گهٽ ستا سنڌي بيت پورو تصديق سان لکت ۾ ملن ٿا.

**نالو**

قاضي قادن جي تاريخي شخصيت ۽ علمي ادبي عظمت جي باوجود، سندس ولادت، اوائلي تربيت ۽

تفصيلي سوانح حيات اجان تائين تحقيق طلب آهن، ايتري قدر جو سندس نالي جي صحيح صورت پڻ هڪ وڏي عرصي تائين معلوم نه ٿي سگهي. پوئين دور جي تحريرن ۾ سندس نالو ’قاضي قاضن‘ ڪري لکيو ويو آهي پر اوائلي دور جي چئن ماخذن مان فقط مير معصوم جي تاريخ ۾ ’قاضي قاضن‘ لکيو ويو آهي [(1)]، باقي ٽن ٻين ماخذن ۾ ’قاضي قادن‘ ڪري لکيل آهي.

مير معصوم جي تاريخ کان اڳ جي ’تاريخ طبقات اڪبري‘ جي مصنف نظام الدين بخشي ’قاضي قادن‘ لکيو آهي [(2)].

مير معصوم جي همعصر ميين شاه ڪريم پنهنجي زباني قاضي صاحب جو نالو ست ڀيرا ورتو جنهن جو ذڪر سندس ملفوظات ”بيان العارفين“ ۾ آهي جيڪو سندس مريد محمد رضا ٺٽوي فارسي ۾ سنه 1038 ھ ۾ لکيو. ان جي اصل قلمي نسخي جي مطالعي سان ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم ”شاه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام“ مرتب ڪيو، جنهن ۾ هيءُ نالو چار دفعا ’قاضي قاذن‘ هڪ دفعو ’قاذن (قاضن)‘ ۽ فقط هڪ دفعو ’قاضن‘ جي صورت ۾ ڏنل آهي[(1)].

طبقات اڪبري، تاريخ معصومي ۽ بيان العارفين جي فارسي عبارتن ۾ ’دال‘ کي ’ذال‘ ڪري لکڻ واري رسم تاريخي طور مڃيل ۽ مقبول رهي آهي جنهن بابت چيو ويو ته:

آنان به فارسي سخن مي رانند – در مَعرض دال ذال نيشانند ”ا“

قبل وي ساڪن جز واءُ بودَ دال است –

ور نَه ذال معجمہ خوانند“

(يعني: جيڪي فارسي ۾ لکن ۽) بيان ڪن ٿا، سي ’دال‘ بدران ’ذال‘ آڻين ٿيا: جيڪڏهن اڳ وارو حرف واو کان سواءِ ٻيو ڪو ساڪن آهي ته دال سمجهڻ گهرجي: ورنه ذال ڪري سمجهجي).

’قاذن‘ ۾ ’ذ‘ کان اڳ وارو حرف ’الف‘ ساڪن آهي انهيءَ ڪري ’ذ‘ اصل ’د‘ آهي، يعني ته اصل لفظ ’قادن‘ آهي. انهن فارسي ماخذن کان پوءِ، هندوستان ۾ دستياب ٿيل قلمي ڪتابن ۾ جيڪي ديوناگري خط ۾ لکيل آهن (2) تن سڀني ۾ ’ڪاجي ڪادن‘ لکيل آهي جنهن مان ويتر وڌيڪ تصديق ٿئي ٿي ته اصل نالو ’قاضي قادن‘ ئي هو: ’قاضي قاضن‘ هجي ها ته ’ڪاجي ڪاجن‘ ڪري لکيو وڃي ها (3).

هندوستان ۾ مهدوي طريقي جي ماخذن مطابق پڻ اصل نالو ’قاضي قادن‘ آهي. محترم قريشي حامد

علي خانائي انهن ماخذن جو حوالو هن طرح آندو آهي[(1)](#):

’علامه سيد حسين محمود مهدوي لکي ٿو ته قاضي صاحب جو اصل نالو ”قاضي قادن“ آهي جنهن کي مصنفن اڪثر غلطيءَ کان ”قاضي قاضن“ ڪري لکيو آهي [(2)](#).

ساڳيءَ طرح سيد محمود مهدوي جو پڻ قول آهي ته ”سنڌ ۾ قاضي صاحب کي اڪثر ”قاضي قاضن“ ڪري لکن ٿا، پر هندوستان ۾ هو ’قاضي قادن‘ جي نالي سان مشهور آهي ۽ ڪيس انهيءَ ئي نالي سان سڏيو وڃي‘ [(3)](#).

’قادن‘ پيار پريو تصغير جي صورت وارو نالو آهي جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته قاضي صاحب پنهنجي ننڍپڻ کان وٺي سلڇڻو، ملنسار ۽ پيارو ٻار هو جو ڪيس پيار واري نالي سان ’قادن‘ ڪري سڏيائون ۽ پوءِ ان سان ئي هو مشهور ٿي ويو. ٿي سگهي ٿو ته جيئن موجوده وقت ۾ آهي تيئن ان وقت پڻ ’قادربخش‘ کي ئي پيار مان ’قادن‘ سڏيو هوندائون، ۽ اصل نالو شايد ”قادر بخش“ هجي.

**خاندان**

مير محمد معصوم پنهنجي ’تاريخ سنڌ‘ (تاريخ معصومي) ۾ قاضي صاحب جي سوانح بابت گهڻا اهم حوالا ڏنا آهن. ميرمحمد معصوم، مبين شاهه ڪريم جو همعصر هو ۽ بئي قاضي صاحب جي دور کي ويجها هئا. مير معصوم (ولادت 944ھ) چوڏهن سالن جو هو جو قاضي قادن وفات (958ھ) ڪئي.

قاضي صاحب جي حياتيءَ بابت هيٺيون احوال گهڻي ڀاڱي مير معصوم جي ڏنل حوالن مطابق آهي. [(1)]

قاضي قادن جو والد قاضي ابوسعيد، ڏاڏو قاضي زين الدين ۽ (ٻن واسطن کان پوءِ) پڙ ڏاڏو قاضي قاضن هو. سندس وڏا ٺٽي ۽ سيوهڻ ۾ رهندڙ هئا[(2)]، جتان سندن وڏو ڏاڏو قاضي ابوالخير جيڪو وڏو عالم ۽ زهد ۽ تقويٰ جو صاحب هو پهريون بزرگ هو جيڪو اچي بکر ۾ رهيو ان بعد هيءُ خاندان بکر ۾ سُڪونت سببان ’بکري‘ (بکر جو) مشهور ٿيو. ۽ مير معصوم به قاضي قادن کي بکري ڪري لکيو آهي. البته وڏي ڏاڏي ابوالخير کان اڳ سندن وڏا ٺٽي ۽ سيوهڻ ۾ رهندڙ هئا. ان مان گمان نڪري ٿو ته اصل ۾ هي خاندان سيوهڻ جو هو ۽ سمن جي دور ۾ جڏهن شهر ٺٽو وڏيو ۽ حڪومت جو مرڪز بنيو تڏهن ٺٽي ۾ آيا. وڏن جي انهيءَ آڳاٽي رهائش جي نسبت سان، ڊاڪٽر

دائودپوٽي مرحوم قاضي صاحب کي ’سيوهاڻي‘ ڪري لکيو، باقي سندس اباڻو گهر بکر هو.
ڊاڪٽر دائودپوٽي ’بيان العارفين‘ ۾ آيل حوالي جي بناء تي پهريائين لکيو ته ”قاضي قاذن“ بکر جي ڳوٺ دربيلي ۾ رهندو هو[3]. ان کان گهڻو پوءِ لکيائين ته ”قاضي قاضن (قادن) اصل ۾ دربيلي (ڊپري) جو ويٺل هو [4]. قاضي قادن جو ڪٽنب پوءِ به بکر جي قلعي ۾ رهندو آيو تان جو مهيني محرم سنه 962 هجري (1555ع) ۾ سلطان محمود خان انهن ساداتن ۽ ٻين کي قلعي مان لڏائي ٻاهر ويهاريو[5].
قاضي قادن جي والد قاضي ابوسعيد جي اولاد بابت تاريخ معصومي مان جيڪي ٿورڙا حوالا ملن ٿا تن مان هن ڪٽنب جو شجرو هن طرح نڪري ٿو.

’قاضي قاضن‘ (قادن) وڏو

(اُن جي اولاد مان)

قاضي ابوالخير




## ولادت

مير معصوم جي لکڻ موجب قاضي قادن ”وڏي عمر“ ۾ قضا جي عهدي تان استعفيٰ ڏني[1]. ”وڏي عمر“ مان 75 کان 80 سالن جي عمر جو اندازو ٿئي ٿو. واقعا جي تسلسل مان گمان ٿئي ٿو ته هن 945 ھ ڌاري استعفيٰ ڏني [2]، ۽ جيڪڏهن ان وقت هو 75 يا 80 سالن جي ”وڏي عمر“ جو هو ته پوءِ سندس ولادت 865- 870ھ وارن سالن ۾ ٿي هوندي.

راقم 1990ع ۾ ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ“ ۾ سالن بابت ڏنل حوالن جي ڪٿ ڪندي، سندس ولادت جو سال 870 ھ (1445ع) ڄاڻايو هو [1]؛ اهوئي سال مناسب معلوم ٿئي ٿو. بهرحال

جيسين تائين ڪو بيو پڪو حوالو دستياب ٿئي تيسين تائين سندس ولادت 865- 870هجري وارن سالن ۾ تسليم ڪري سگهجي ٿي.

## تعليم

قاضي قادن بکر ۾ ڄائو نپنو جنهن ڪري ’بکري‘ جي نسبت سان مشهور ٿيو. سندس ابتدائي تعليم بکر ۾ ئي ٿي. ان بعد وڌيڪ اعليٰ ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪيائين. ميرمعصوم جي لکڻ موجب:

’قرآن مجيد فرقان حميد جو ياد حافظ هو. قرائت ۽ تجويد جي پوري ڄاڻ هئس. علم حديث، علم تفسير، اصول فقہ، فقہ (۾ عالم)، تصوف (۾ وڏو عارف) ۽ علم آلات (ڪَلُن اوزارن جو انجنيري علم يا ٽيڪنالاجي) ۾ اڪابر هو. انشا پردازي ۾ سندس ڪو مٽ ڪونه هو. حساب ۽ رياضي جي به ڄاڻ هئس[(2)].

اها اعليٰ تعليم سنڌ ۾ گهڻو ڪري سيوهڻ ۽ ٺٽي ۾، ۽ سنڌ کان ٻاهر گجرات جي شهر نهروالا (پَٽن) يا احمد آباد ۾ حاصل ڪئي هوندائين. ان وقت سنڌ ۽ گجرات جي وچ ۾ سياسي ۽ ثقافتي ناتا هئا ۽ ٻنهي ملڪن جي تعليمي درسگاهن ۽ عالمن ۾ ويجهائي هئي جيڪا پوءِ به گهڻي وقت تائين هلندي آئي. سنڌ وارا حج تي ويندا هئا ته به گجرات جي بندرن تان چڙهندا هئا جيڪي

گجرات جي سلطانن جي سياسي ۽ مالي قوت سببان بين الاقوامي جهاز راني کان مشهور ٿي چڪا هئا.

## جواني وارو دور ۽ شادي

قاضي قادن جي بيتن ۾ سمايل فڪر مان اندازو ٿئي ٿو ته هو وڏي ذهن ۽ فهم وارو هو ۽ انهيءَ لحاظ سان وڏ ۾ وڏ پنجويهن سالن جي عمر اندر فارغ تحصيل ٿيو هوندو: يعني ته اندازاً سال 895 ھ تائين هو پنهنجي اعليٰ تعليم پوري ڪري چڪو هوندو. ان بعد سندس جواني واري دور بابت ڪو خاص حوالو موجود ڪونهي، جنهن مان گمان ٿئي ٿو ته ان کان پوءِ هن گهڻو وقت سير سياحت ۾ گذاريو.

تاريخ معصومي ۾ سندس ذڪر تڏهن اچي ٿو جڏهن شاھ بيگ ارغون محرم 926 ھ ۾ ٺٽي تي قبضو ڪيو. ان وقت قاضي صاحب پنهنجي ڪٽنب سميت ٺٽي جي شهر ۾ موجود هو، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته ان سال کان گهڻو وقت اڳ سندس شادي ٿي ۽ هو عيالدار ٿي چڪو هو. بهرحال 895 ھ کان وٺي 926 ھ تائين ايڪٽيهن سالن جو هڪ وڏو خال آهي جنهن ۾ قاضي صاحب جي زندگي بابت وڌيڪ ويچار جي ضرورت آهي. البت هن عرصي بابت سنڌ کان ٻاهر جي تاريخن ۾ ڏنل هيٺيان ٻه حوالا غور طلب آهن:

**(الف)** مير معصوم جي ’تاريخ سنڌ‘ کان اڳ لکيل تاريخ ’طبقات اڪبري‘ ۾ ڄاڻايل آهي ته: سنه 899 ھ ۾ شاھ بيگ قندھار کان چڙھائي ڪري اچي ڄام نظام الدين جي قلعدار بهادرخان کان سيبي جو قلعو فتح ڪيو ۽ پنهنجي ڀاءُ سلطان محمد کي اُتي جو حاڪم مقرر ڪيائين. سنڌ مان ڄام نِدي (سلطان ڄام نظام الدين)، مبارڪ خان (درياخان) کي ڇاڙھي موڪليو ۽ مقابلي ۾ سلطان محمد مارجي ويو ۽ سِيبي تي وري ڄام ندي جو قبضو ٿيو. شاھ بيگ پوءِ ميرزا عيسيٰ ترخان کي موڪليو جنهن (سيبي ۾) ڄام جي لشڪر تي غلبو حاصل ڪيو. پويان شاھ بيگ به لشڪر سان چڙھيو ۽ ڄام نِدي جي گُماشتي (نائب) قاضي قادن کان بکر جو قلعو (بنا جنگ جي) صلح سان ورتائين. ڊاڪٽر دائودپوٽي جي قياس موجب اھو واقعو 923 ھ جو آهي [(1)](#) پر تاريخ معصوم ۾ اھڙو ڪو ذڪر ڪونهي ته شاھ بيگ بکر جو قلعو قاضي قادن کان ورتو. ٻيو ته 923 ھ ۾ سنڌ جو حڪمران ڄام فيروز هو؛ نه فقط تاريخ طبقات اڪبري پر تاريخ ماثر رحيمي (جلد-2، ص-1) ۾ به قاضي قادن کي ڄام ندي جو نائب ڪري ڄاڻايل آهي. انهيءَ ڪري اھو واقعو ڄام نظام الدين (وفات 914ھ) جي دور جو ئي تسليم ڪري سگهجي ٿو.

**(ب)** ٻيو حوالو مهدوي طريقي جي ماخذن مان ملي ٿو. سيد محمود مهدوي لکي ٿو ته سنه 903 ھ ۾ سيد ميران محمد جونپوري احمد آباد کان شهر نهروالا آيو ۽ اُتي قاضي قادن جي خانقاه ۾ اچي ٽڪيو [(2)].

مٿين ٻن حوالن مطابق چئي سگهجي ٿو ته قاضي قادن جڏهن سنه 895 ھ ڌار تعليم پوري ڪري فارغ تحصيل ٿيو ته سنڌ ۾ ڄام نظام الدين طرفان سگهوئي بکر جو قاضي مقرر ٿيو ۽ هو سنه 899 ھ ۾ اتي جو قاضي هو جو، بکر جي قلعي ۽ شهر کي قتل ۽ غارت کان بچائڻ لاءِ، حمله آور شاهه بيگ سان صلح جو معاهدو ڪري قلعو ان جي حوالي ڪيائين. سمجهجي ٿو ته پوءِ هو سنڌ جي جنگ واري ماحول مان نڪري گجرات ويو ۽ اتي سير سفر ڪيائين. هو سنه 903 ھ کان اڳ گجرات جي شهر نهرواله (يعني پَٽن) ۾ اچي ڪجهه وقت رهيو ۽ اتي خانقاهه قائم ڪيائين.

پر سوال آهي ته مٿين حوالن ۾ زير بحث ’قاضي قادن‘ (ننڍو) پاڻ هو يا سندس وڏو ڏاڏو قاضي قاضن، جنهن نهرواله (پَٽن) ۾ اڳاٽو خانقاهه قائم ڪئي ۽ پڻ سنه 899 ۾ بکر جو قاضي هو؟ وڏو قاضي قاضن به وڏي رسوخ وارو هو جو مير معصوم خاص طور تي سندس نالو کنيو ۽ لکيائين ته: (ننڍي قاضن) جي

نسبت، پنهنجي پيءُ کان پوءِ ٻن واسطن سان وڏي قاضن تائين پهچي ٿي[(1)].

وڏي قاضي قاضن جي بکر تي مقرري 899 ھ ۾ يا ڪجھ وقت اڳ ٿي هوندي؛ پر ان کان اڳ بکر جو قلعدار ڄام نظام الدين جو پنهنجي حويلي جو ماڻهو دلشاد نالي هو جنهن کي ڄام گادي تي ويهڻ (866 ھ) بعد ٻئي سال اتي مقرر ڪيو هو[(2)].

درست ائين معلوم ٿئي ٿو ته سيبي ۾، شاھ بيگ جي پاءُ جي مارجڻ کان پوءِ، ڄام نظام الدين جي دور جي آخري سالن[(3)] ۾ توڙي ان بعد ڄام فيروز جي دور ۾ ارغونن طرفان حملا پئي ٿيا پر درياخان جي فوجي طاقت ۽ حڪمت عملي سببان انهن کي ناڪامياب بنايو ويو ۽ هو سنڌ طرف وڌي نه سگهيا. پيو ته فقط قنڌار کان شال (ڪوئٽيه) تائين شاھ بيگ جي حڪمراني قائم هئي انهيءَ ڪري طاقتور سنڌ سان جنگ جوٽي خطري ۾ پوڻ ضروري نه هو. پر سنه 922 ھ ۾ بابر بادشاھ طرفان قنڌار تي ڪاهڻ جو خطرو وڌيو جنهن ڪري شاھ بيگ صلح ڪيو ۽ 923 ھ ۾ قنڌار بابر بادشاھ جي حوالي ڪيائين. ان بعد به سال شال ۽ سيوي ۾ نهايت تنگي ۾ گذاريائين[(1)] جنهن ڪري سنڌ تي حملي ۽ قبضو جو سوچيائين. ان وقت ڄام فيروز جي دور ۾ حڪومت

ڪمزور ٿي چڪي هئي جو هن پنهنجي والد جي ڪامياب سپہ سالار ۽ وڏي سربراهه درياخان خلاف قدم کنيا، ۽ بالآخر شاهه بيگ جي مدد سان درياخان کي ختم ڪرڻ جي سازش سٽي. تحفة الڪرام جي لکڻ موجب 924 هه ۾ ڄام فيروز جي ماء شاهه بيگ وٽ (دياخان خلاف) دانهن کڻي ويئي ۽ ڄام فيروز طرفان کيس حملي جي دعوت ڏنائين [(2)].

تاريخ معصومي ۽ تحفة الڪرام ۾ شاهه بيگ جي سنڌ تي ڪيل حملن بابت بيانن تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته انهن حملن وقت شاهه بيگ پاڻ بکر جي قلعي تي چڙهائي ڪانه ڪئي ۽ نڪو انهن حملن وقت اهو قلعو قاضي قادن کان ورتائين[(3)].

## مهدوي طريقي ۾ داخل ٿيڻ

مير معصوم لکي ٿو ته قاضي قادن، سيد محمد جونپوري جي مريدن جي سلسلي ۾ داخل هو[(4)]. قاضي قادن سنه 903 ۾ جڏهن سيد ميران مهدي نهرواله واري خانقاهه تي آيو تڏهن سندس مريد ٿيو، يا پوءِ 906هه ۾ جڏهن سيد ميران مهدي جيسلمير مان بکر آيو تڏهن سندس مريد ٿيو. سيد محمد جونپوري جو پهريائين بکر ۾ اچڻ قرين قياس نظر اچي ٿو ڇاڪاڻ جو اُتي قاضي قادن کان سواءِ ٻيا به گهڻا نالي

وارا سندس دائري ۾ داخل ٿيا، ۽ بکر پوءِ چڻ مهدوي طريقي جو هڪ ’دائرو‘ بنجي ويو[(1)]. انهيءَ اهڃاڻ موجب سنه 906 ھ 1500ع ۾ قاضي قادن جو بکر ۾ هجڻ قرين قياس نظر اچي ٿو، ۽ اهو پڻ قرين قياس آهي ته هو سيد ميران محمد سان گڏجي بکر مان ٺٽي آيو هجي ۽ ارڙهن مهينا ڪن ويندي 907 ھ جي آخرتائين، جيسين تائين سيد ميران محمد مهدي ٺٽي ۾ هو تيسين تائين ٺٽي ۾ رهيو هجي.

## شاهه بيگ ارغون جو قاضي قادن تي اعتماد

سنڌ ۾ قاضي قادن جي موجودگي جو پڪو پختو حوالو مهيني محرم سنه 926 ھ ۾ ملي ٿو جڏهن جنگ ۾ مبارڪ خان (درياخان) جي شهادت بعد شاهه بيگ شهر ٺٽي تي قبضو ڪيو. ان وقت قاضي قادن پنهنجي ڪتب سميت ٺٽي ۾ رهيل هو. پانئجي ٿو ته مٿي بکر ۽ چانڊڪي طرف شاهه بيگ جي لشڪر جي حملن سببان هو ٺٽي ۾ اچي رهيو هو. اهي حملا ڄام فيروز جي وقت ۾ سال 920 ھ کان پوءِ شروع ٿيا. انهن حملن ۾ شاهه بيگ جي لشڪر ضرور بکر تي قبضو ڪيو

هوندو، پر شاهه بيگ پاڻ چانڊڪي طرف کان حملا ڪيا.
جنگ بعد ٺٽي شهر ۾ قتل و غارت وارو سمان هو ۽ ماڻهن جا اهلِ عيال بند ۾ هئا. اهڙي خوف ۽ هراس واري وقت ۾، قاضي قادن خلق خدا کي بچائڻ لاءِ، پنهنجي انشا پردازي ۾ قابليت ۽ مضمون نگاري ۾ مهارت کان ڪم ونئي، هڪ زوردار عريضو تيار ڪيو جنهن جو شاه بيگ تي ايڏو اثرٿيو جو فوري طور تي لشڪر کي شهر وارن کي ايذائڻ کان روڪيائين. مير معصوم لکي ٿو ته:
’آخرڪار قاضي قاضن جي ڪوشش سان جيڪو ان وقت جي وڏن (عالمن) فاضلن مان هو، غضب جي باهه اُجهاڻي. خود قاضي جو اهل عيال به قيد ٿيل هو ۽ هن ديوانن وانگر ٺٽي جي گهٽين ڳلين ۾ پنهنجي وڃايل ڪٽنب کي پئي ڳوليو: سو آخر عبارت آرائي سان هڪ رقعو لکيائين جنهن ۾ خلق جي تباهي جو احوال درج ڪيائين. اهو رقعو امام حافظ محمد شريف، شاه بيگ کي ڏيکاريو. ان جي پڙهڻ ساڻ شاه بيگ جي دل تي زبردست اثر ٿيو ۽ پڙهو گهمايائين ته فوج مان ڪوبه ماڻهن جي مال ۽ عيال کي هٿ نه لائي. ان کان سواءِ پنهنجي ترڪش جو هڪ تير قاضي کي ڏنائين ۽ ساڻس پنهنجو ماڻهو گڏي ڏنائين

ته جنهن ڏانهن به قاضي اشارو ڪري سو سندس حوالي ڪن[(1)](#).
هن بيان مان قاضي قادن جو خلق خدا کي بچائڻ جي جذبي ۽ مضمون نگاري ۾ سندس مهارت جو اندازو ٿئي ٿو، جو رقعو پڙهندي ئي شاه بيگ جي دل تي ايڏو وڏو اثر ويٺو جو يڪدم ماڻهن جي امن امان لاءِ پڙهو گهمايائين. ان سان گڏ، قاضي قادن لاءِ سندس دل ۾ ايڏي وڏي عزت ٿي جو مٿس ڪُلي طور تي اعتماد ڪيائين ۽ اختيار ڏنائي ته جنهن کي چاهي تنهن کي آزاد ڪرائي.
قاضي قادن اها ذميداري ڪيتري قدر پوري ڪئي سو چاڻايل ڪونهي؛ پر سندس اعليٰ علمي لياقت، خلق خدا جي خير خواهي ۽ سندس اخلاقي جرائت ايتري هئي جو خوف ۽ هراس جي وقت ۾ به فاتح حڪمران کي حق جي ڳالهه چيائين، ۽ ان جو وڏو اثر ٿيو. شاه بيگ جو مٿس پڪو اعتماد ٿي ويو ۽ هن کيس ملڪ جي انتظام ۽ امن لاءِ پنهنجو مشير ڪيو. ٺٽي ۾ صلح جو معاهدو ٿيو جنهن ۾ سيوهڻ تائين هيٺيون ملڪ ڄام فيروز جي حوالي ٿيو ۽ سيوهڻ ۽ ان کان مٿي شاه بيگ حڪمران ٿيو. ٿي سگهي ٿو ته ٺٽي جي شهر کي تباهي کان بچائڻ کان پوءِ ڄام فيروز کي بچائڻ ۾ قاضي قادن جو هٿ هجي. اهو گمان

انهيءَ ڪري ٿئي ٿو جو هن معاهدي بعد ڄڏهن خان مبارڪ خان (درياخان) جي پُٽن محمود خان ۽ مِٺڻ خان مقابلي لاءِ ٺلٺي وٽ لشڪر گڏ ڪيو ۽ صفر مهيني (926 ه) جي آخر ۾ شاه بيگ به ٺٽي کان سيوهڻ طرف ڪُوچ ڪيو ته هن قاضي قادن کي ’محمود خان ڏانهن موڪليو ته جيئن خيرخواهي طور کين مخالفت کان موڙي صلح لاءِ آماده ڪري. قاضي صاحب وٽن ويو پر هو کيس ملڻ لاءِ راضي نه ٿيا[(1)].
ٻِئي بيان موجب (هنن قاضي صاحب جي صلاح مجي) ۽ هو صلح لاءِ شاه بيگ وٽ اچڻ لاءِ تيار ٿيا، پر مخدوم بلال رحه کين منع ڪئي. بالآخر ٺلٺي وٽ وڏي جنگ لڳي جنهن ۾ فتح شاه بيگ جي ٿي.
ائين پانئجي ٿو ته قاضي قادن جڏهن ميان محمود خان ۽ مٺڻ خان کي نه ملي سگهيو ته بکر هليو ويو. ٺلٺي کان پوءِ شاه بيگ سيوهڻ تي قبضو ڪيو، ۽ پنهنجا عملدار مقرر ڪري، سيبي ۽ شال (ڪوئيٽه) طرف هليو ويو جتي سندس پٽ مرزا شاه حسن هو. پويان ڄام صلاح الدين گجرات مان لشڪر وٺي ٺٽي تي ڪاه ڪئي ۽ ڄام فيروز کي شڪست ڏيئي ڪي ڏينهن ٺٽي تي قبضو ڪيائين. ڄام فيروز مدد لاءِ شاه بيگ کي لکيو، ۽ ٻئي طرف ڄام صلاح الدين واپس وڃي گجرات مان وڏو لشڪر وٺي آيو. ڄام فيروز

نڪتي مان پڇي اچي سيوهڻ ۾ شاه بيگ جي عملدارن سان مليو ۽ سندس مدد سان ڄام صلاح الدين جي مقابلي لاءِ تيار ٿيو. شاه بيگ کي جڏهن اها خبر پهتي ته هن مرزا شاه حسن کي يڪدم روانو ڪيو. مرزا شاه حسن 14 محرم سنه 927 ھ تي شال (ڪوئيٽه) مان روانو ٿي ڏهن ڏينهن ۾ (صفر جي پهرئين هفتي ۾) سيوهڻ پهتو ۽ اتي ڄام فيروز ۽ سيوهڻ جي عملدارن سان صلاح مصلحت ڪيائين. شاه بيگ به پويان تڪڙو ڪوچ ڪندو آيو ۽ جڏهن سيوهڻ پهتو تڏهن قاضي قادن کي صلاح مصلحت لاءِ گهرايائين[(1)]. قاضي قادن ڪهڙي صلاح ڏني سو معلوم ناهي، پر شاه بيگ پاڻ سيوهڻ ۾ ئي رهي پيو ۽ ڄام فيروز ۽ مرزا شاه حسن کي لشڪر ڏيئي ڄام صلاح الدين جي مقابلي لاءِ موڪليائين. ايندڙ واقعات مان معلوم ٿئي ٿو ته شاه بيگ شايد ڪجھ وقت قاضي صاحب کي صلاح مصلحت لاءِ پاڻ وٽ رهايو، پر پوءِ هو واپس بکر هليو ويو.

مهيني ربيع الثاني سنه 927 ھ ۾ شاه بيگ سيوهڻ مان باغبان پهتو ۽ اُتي منزل ڪيائين ۽ پوءِ ماڇين کي جنگ ۾ شڪست ڏنائين. مرزا شاه حسن به جنگ ۾ فتح حاصل ڪرڻ بعد (جنهن ۾ ڄام صلاح الدين مارجي ويو) باغبان ۾ اچي شاه بيگ سان مليو. اتان

پوءِ شاه بيگ سيوهڻ جي قلعي ۾ منزل ڪئي ۽ قلعي جي مرمت ڪيائين، جايون ٺهرايائين، ۽ حڪومت جو انتظام ڪيائين. ان بعد هو بکر ڏانهن روانو ٿيو، ۽ چانڊڪي پرڳڻي ۾ پهچي منزل ڪري اتي جو انتظام درست ڪيائين، ان بعد بکر ڏانهن ڪوچ ڪيائين؛ ۽ پڻ قاضي قادن کي گهرايائين؛ بک کان ٽن منزلن تي هو جو قاضي صاحب اچي حاضر ٿيو ۽ عزت آبرو سان سرفراز ٿيو[(1)].

**سنڌ جو قاضي القضات**

مٿي ڄاڻايل مهيني ربيع الثاني کان پوءِ به مهينا ڪن لنگهيا هوندا جو اندازاً مهيني جمادي الثاني (927 ھ) جي آخر ڌاري شاه بيگ بکر پهتو هوندو، جتي مير معصوم جي لکڻ موجب قاضي قادن پنهنجن پائرن ۽ شهر وارن کي ساڻ ڪري اچي سندس سلامي ٿيو[(2)]. ان حوالي مان ظاهر آهي ته بکر ۾ قاضي قادن جو مان مرتبو مڙني ۾ مٿاهون هو. شاه بيگ هڪ سال بکر ۾ رهيو ۽ ان عرصي ۾ بکر جو قلعو نئين سر ٺهرايائين[(3)] ۽ ملڪ ۾ انتظام قائم ڪيائين. ان هڪ سال جي عرصي تائين قاضي قادن سندس اعتماد وارو مشير رهيو: يعني عملي طور تي بکر جي نئين تخت گاه شهر ۾ ملڪ جو وڏو قاضي (”قاضي القضات“) ٿي رهيو.

**ڏاريجن وڏيرن جو معاملو**

انتظامي عمل جي سلسلي ۾ شاه بيگ جي بکر ۾ اچڻ ساڻ ڏاريجن اڳواڻن جو معاملو پيش آيو. مير معصوم جي لکڻ موجب، شاه بيگ، سلطان محمود خان کي، جنهن جي عمر 15 سال هئي، قلعي بکر جو حاڪم مقرر ڪيو هو ۽ اتي جي ساداتن ۽ ڏاريجن اڳواڻن کي جيڪي شاه بيگ سان شامل هئا، سندس مدد ۽ قلعي جي حفاظت جي تاڪيد ڪيائين. پر ڏاريجن اڳواڻن پوءِ مخالفت ڪئي ۽ قلعي مان نڪري ٻاهر ٿيا ۽ روهڙي جي ميدان تي جنگ جي تياري ڪيائون ۽ سلطان محمود طرفان موڪليل امينن جي بيعزتي ۽ بي حرمتي ڪري پوئتي موٽايائون. ٻه پيرا دريا ٽپي حملو ڪيائون ته جيئن قلعي ۾ داخل ٿي سلطان محمود خان کي قيد ڪن، پر ساداتن قلعي جا بُرج جهليا ۽ مقابلو ڪيو جنهن ڪري هو ڪامياب نه ٿيا. سلطان محمود اها سڄي ماجرا پنهنجي والد مير فاضل ڏانهن لکي موڪلي جيڪو چانڊڪي ۾ شاه بيگ سان گڏ هو. هن اهو خط شاه بيگ جي آڏو رکيو ۽ پاڻ بکر ڏي روانو ٿيو. جڏهن ويجهو پهتو ته مَهرن جو اڳواڻ لالي مهر پنهنجن پائرن سميت اچي سلامي ٿيو. اهو ڏسي ستيتاليهه ڏاريجا اڳواڻ به بنا سوچ سمجهه جي اچي مير فاضل سان مليا[(1)] جن کي هو دم دلاسو ڏيئي ساڻ

ڪري اچي قلعي ۾ داخل ٿيو. اُهي سڀ اتي ئي هئا جو شاه بيگ به اچي پهتو ۽ سندس آڏو ڌاريجن وڏيرن جو معاملو پيش ڪيائين. شاه بيگ، سلطان محمود خلاف انهن اڳواڻن جي مخالفت ۽ قلعي تي حملن کان اڳ ۾ ئي آگاه هو، پر وري به اعتماد جوڳن ماڻهن يعني ته ساداتن (جن ڌاريجن جي حملي وقت قلعي جو بچاءُ ڪيو) ۽ قاضي قادن (جيڪو شهر جو وڏو قاضي هو) کان پڇيائين: قاضي قادن پاڻ قلعي ۾ هو ۽ هن ڌاريجن اڳواڻن جا ڪيل حملا ڏٺا هئا پر تنهن هوندي به ڌاريجن اڳواڻن خلاف سنئون سڌو ڪجھ چوڻ بدران، مجموعي طور سان، ملڪ ۾ امن امان قائم ڪرڻ جي حوالي سان، جملي فساد ڪندڙن خلاف راءِ ڏنائين. قاضي قادن، جنهن ٺٽي شهر کي تباهي کان بچايو ۽ ٽلٽي واري خوفناڪ جنگ کي ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي، ملڪ ۾ امن امان خاطر پنهنجي راءِ ديانتداري سان ڏني، چيائين ته، ”ملڪ جي هن پاڱي جي زمين سيلابي آهي جنهن ۾ ڪانديرا گھڻا ٿا ٿين، ڪانديرن ڪڍڻ وارو ڳهيڙو هميشه هٿ ۾ هجي“ (1). آخر ۾ هن راءِ پڌڻ بعد شاه بيگ انهن ستيتاليهن اڳواڻ جي قتل جو حڪم ڏنو (2).

سال 928 ھ جي سياري ۾ شاه بيگ گجرات کي فتح ڪرڻ لاءِ بکر مان روانو ٿيو ۽ 15 ڏينهن سيوهڻ ۾

رهيو. اتان پوءِ اگهم جي شهر ۾ (حيدرآباد کان 12 ميل ڏکڻ-اوپر) منزل ڪيائين جتي 22- رمضان 929ھ (آگسٽ 1522ع) تي وفات ڪيائين.
مٿين حوالن مان معلوم ٿئي ٿو ته شاه بيگ جيسين تائين بکر ۾ هو ته قاضي قادن به اتي هو؛ سنه 929 ھ ۾ شاه بيگ جي وفات تائين سندس اتي هئڻ قرين قياس نظر اچي ٿو.
شاه بيگ جي حڪمراني (محرم 926- شعبان 928ھ) واري دور ۾ شاه بيگ جو قاضي قادن تي وڏو اعتماد هو. اهڙو خاص حوالو موجود ڪونهي ته قاضي قادن کي شاه بيگ بکر جو قاضي مقرر ڪيو پر جئن ته بکر جي قلعي ۽ شهر ۾ هو وڏي ۾ وڏو عالم هو، انهيءَ ڪري بکر قلعي ۽ شهر ۽ لاڳو حدن جا فيصلا سندس ئي حوالي هئا.
شاه بيگ جي وفات بعد پانئجي ٿو ته قاضي قادن بکر مان ٺٽي ۾ چام فيروز وٽ ويو. پهرين شوال 929 ھ ۾ ميرزا شاه حسن نصرپور ۾ تخت نشين ٿيو ۽ اتان جڏهن هو ٺٽي ۾ آيو تڏهن چام فيروز، حافظ رشيد خوشنويس ۽ قاضي حاجي مفتي هٿان ميرزا شاه حسن ڏي سوکڙيون موڪليون. ٻئي حوالي ۾ قاضي حاجي مفتي بدران قاضي قادن جو نالو آهي [(1)]. هن حوالي کان قطع نظر مير معصوم چٽو ڪري ڄاڻايو آهي ته:

”ميرزا شاه حسن جو قاضي قادن تي وڏو راضي ٿيو ۽ کيس گادي جي شهر بکر ۽ ٻئي سڄي علائقي جي محڪمہء قضا مٿان مقرر ڪيائين. (ان عهدي وقت) جيڪي به فيصلا سندس آڏو شرعي قضا لاءِ پيش پئي ٿيا تن ۾ ڪمال احتياط، امانت، دينداري ڏيکاريائين. وڏي عمر ۾ ان وڏي عهدي تان استعفيٰ ڏنائين ۽ پوءِ اهو منصب سندس پاءُ قاضي نصرالله کي مليو[(2)].

## عهدي تان استعفيٰ ۽ وفات

مير معصوم واضح طور ڪونه ڄاڻايو آهي ته قاضي قادن ڪهڙي سال ۾ استعفيٰ ڏني پر سندس هيٺين حوالن مان ڪنهن حد تائين ان سال جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

هڪ ته مرزا شاه حسن جي دور ۾ 15- جمادي الثاني 950 ه (1543ع) ۾ جڏهن ملتان جي حاڪم بخشو لانگاه بکر جي قلعي تي حملو ڪيو تڏهن ارغون- ترخان اڳواڻن سان گڏ قاضي قادن جي فرزند قاضي عيسيٰ خوب مقابلو ڪيو[(1)]. ان جي معنيٰ ته: گهڻو ڪري، اُن سال قاضي عيسيٰ بکر جو قاضي هو جو قلعي جي مدافعت لاءِ مقابلو ڪيائين (جيتوڻيڪ کيس ان وقت ڪنهن ٻئي شهر جو قاضي به تصور ڪري سگهجي ٿو). بهرحال 950 ه ۾ قاضي قادن بکر جو

قاضي ڪونه هو. ان سال کان اڳ سندس پاءُ قاضي نصرالله بکر جو قاضي هو ۽ جيڪڏهن هو چار پنج سال قاضي رهيو هجي ته اندازا 945 ھ ڌاري قاضي قادن استعفيٰ ڏني هوندي. ان بعد هو حج تي ويو. سندس روانگيءَ کان پوءِ 947 ھ ۾، دربيلي جو عالم شيخ عبدالله متقي گجرات مان ٿيندو حج تي ويو ۽ مديني شريف ۾ وڃي قاضي قادن جي صحبت ۾ رهڻ لڳو[(2)]. ظاهر آهي ته قاضي قادن 947 ھ کان اڳ استعفيٰ ڏيئي حج تي ويو هوندو.

آخر عمر ۾ مديني شريف ۾ وڃي رهڻ مان گمان ٿئي ٿو ته قاضي صاحب پوءِ اتي ئي رهي پيو ۽ زندگي جا باقي ڏينهن اتي ئي گذاريائين. هو پنهنجي دور ۾ ايڏي وڏي شان شهرت واري شخصيت جو مالڪ هو جو جيڪڏهن بکر، سيوهڻ، دربيلي يا ٺٽي ۾ سندس وفات ٿئي ها ته هوند سندس مزار زيارتگاه طور اڄ تائين موجود هجي ها. مير معصوم جي لکڻ موجب قاضي قادن سنه 958 ھ (1551ع) ۾ وفات ڪئي [(3)]

---

[(1)] تاريخ معصومي، ايضاً ص 119

[(1)] تاريخ معصومي، ايضاً ص 121

(2) تاريخ معصومي، ايضاً ص 123، ”قاضي قاضي نيز در همان وقت برادران و بعضي مردم شهر را بملازمت مشرف ساخت“
(3) ترخان نامي جي مصنف چاٽايو آهي ته شاه بيگ هڪ سال بکر ۾ رهيو (شايع ڪيل، سنڌي ادبي بورڊ 1965ع، ص 22). مير معصوم جي هڪ بيان موجب، شاه بيگ ”سنه 928 ھ جي سياري جي شروعات ۾ بکر مان گجرات جي فتح لاءِ روانو ٿيو (ص 125)،“ پر اهو بيان وڌيڪ صحيح ائين ٿيندو جيڪڏهن ’سياري جي شروعات‘ بدران ’سياري جي پچاڙي‘ تسليم ڪجي. ٻئي بيان ۾ (124) مير معصوم لکي ٿو ته ”هڪ سال“ لڳو جو ان عرصي ۾ قلعو ٺهرايائين ۽ انتظام درست ڪيائين ۽ ان بعد سخت حملو ڪري بلوچن جي بغاوت ختم ڪيائين. تحفة الڪرام مطابق پڻ ”پوري سال ۾“ قلعي جي عمارت سازي ٿي (فارسي متن، صفحو 26، سنڌي ترجمو 1957ع، ص 145).
(1) آڳاٽين زباني روايتن موجب، ڌاريجن ۽ مهرن قبيلن ۾ نزاع هو. اصل ۾ طاقتور ڌاريجا هئا، پر پوءِ مهرن پنهنجي طاقت وڌائي ۽ ڌاريجن کي بي دخل ڪرڻ لڳا. مهر سردارن پنهنجي ڏاهپ سان نئين حڪمران شاه بيگ جي سپه سالار امير فاضل

ڪوڪلتاش ۽ سندس سندس پٽ محمود خان جو اعتماد حاصل ڪري ورتو؛ پر ذاريجن باوجود انهيءَ جي جو شاه بيگ مٿن اعتماد ڪيو هنن سلطان محمود خلاف بکر جي قلعي تي حملا ڪيا: شايد هنن کي شڪ جاڳيو هو ته مير فاضل ۽ سندس پٽ سلطان محمود مهرن جا طرفدار آهن.

(1) تاريخ معصومي، فارسي متن، ص 123

(2) اهڙو ڪو تاريخي حوالو موجود ڪونهي ته شاه بيگ ”جيڪي به ذاريجا سردار بکر ۾ موجود هئا تن کي هڪدم قتل ڪرائي ڇڏيو“ (جيئن ڊاڪٽر دائودپوٽي مرحوم سندس مضمون ”قاضي قاضن سيوهاڻي“ ۾ لکيو). فقط اهي ستيتاليهه اڳواڻ قتل ٿيا جيڪي مير فاضل سان گڏ بکر جي قلعي ۾ اندر آيا.

(1) تاريخ معصومي، فارسي متن، ص 142

(2) ايضاً، صفحا 205- 206

(1) تاريخ معصومي، فارسي متن، 205-206،

(2) ايضاً، صفحو 181

(3) ايضاً، صفحو204

(1) تاريخ معصومي (فارسي متن، ص 202) ۾ اصل الفاظ ”در ڪِبر سنِ ازان امر خطير استعفا نمود“ . ڪِبرسن“ مان پوڙهپڻ واري وڏي عمر جو مفهوم نڪري ٿو.

(2) ايضاً، ص 204

(1) ”سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي مختصر تاريخ“ ، پاڪستان اسٽڊي سينٽر، سنڌ يونيورسٽي، 1411ھ/ 1990ع، ص223.

(2) تاريخ معصومي، فارسي متن، 201

(1) تاريخ طبقات اڪبري جي مٿئين حوالي (جلد-3، صفحو 517) تي ڊاڪٽر مرحوم اها راءِ ’تاريخ معصومي‘ تي سندس لکيل حاشين ۾ صفحي 302 (حاشيه نمبر-1) تي ڏني آهي.

(2) ڪتاب ’حيات پاڪ‘ (اردو) تصنيف سيد محمد يدالله مهدوي، ڇپيل حيدرآباد دکن، ص 182. ان ۾ ڄاڻايل آهي ته ان خانقاه جا آثار- دروازا، حجرا، حوض، حمام ۽ مسجد جا نشان باقي موجود آهن. هيءُ حوالو هن کان اڳ قريشي حامد علي خانائي پنهنجي مضون ”مهدي جونپوري ۽ قاضي قادن“ ۾ آندو آهي جيڪو سنه 1996ع ۾ روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو طرفان شايع ڪيل ڪتاب ”قاضي قادن جو ڪلام“ (ص- 116) ۾ ڇپيو.

(1) ”نسبت اُو از جانب پدر به دو واسطه درميان بہ قاضي قاضن مي رسد باين طريقي قاضن بن (قاضي) ابوسعيد بن قاضي زين الدين بن قاضي قاضن“ (تاريخ معصومي)، فارسي متن، صفحو 201.

[(2)] تاريخ معصومي، فارسي متن ص-74.
[(3)] فرشته جي لکڻ موجب، ميرزا عيسيٰ هڪ حملو بالڪل ڄام نظام الدين جي حياتي واري آخري سال ۾ ڪيو ۽ ان ۾ سنڌ جي لشڪر جي هار ٿي؛ ڄام نظام الدين جنهن 62 سال ڪاميابي سان حڪومت ڪئي هئي، اها هار ڏسي بيمار ٿيو ۽ وفات ڪيائين. (تاريخ فرشته: جلد- 4 صفحو 619. پڻ حاشيه تاريخ معصومي، فارسي، ص- 302).
[(1)] تاريخ معصومي، فارسي متن،
[(2)] تحفة الڪرام، فارسي متن، ص-54، سنڌي ترجمو ص- 138
[(3)] تاريخ معصومي ۽ تحفة الڪرام مان واقعا جو تسلسل هن طرح معلوم ٿئي ٿو: 921 ھ ۾ شاھ بيگ سيوي (سِبي) مان لشڪر موڪليو جنهن ڳاهن ۽ باغبان جي ديهن کي ڦُريو (تحفةَ الڪرام فارسي، ص-53، 54، سنڌي ترجمو ص-38). تاريخ معصوم مطابق 924 ھ ۾ شاھ بيگ ٺٽي تي ڪاھ ڪرڻ جي تياري ڪئي ۽ 925 ھ ۾ شاه بيگ جي لشڪر ڪوٽ ماڇيان ۽ چانڊڪي تي ڪاهي ڦر لٽ ڪئي. هن بکر بدران فتحپور، گنجابہ (گنداوا) کان پوءِ باغبان (لڳ دادو) جو رخ ڪيو ۽ پوءِ لکي جبل واري پاسي کان (يعني جهانگارا- باجارا- ٿاٽي بولاخان واري پاسي

کان) محرم 926 ھ ۾ ٿئي پهتو (تاريخ معصومي، فارسي ص- 113).

[(4)] ”درسلک مريدان و معتقدان سيد محمد جونپوري که به ميران مهدي مشهور است انتظام داشت“ (ايضا ص-201)

[(1)] آدم شاھ جا مرشد شيخ ابوبڪر جتوئي ۽ شيخ الياس لنگراج هن دائري جا بزرگ هئا. بکر جي رضوي ساداتن مان مير محمد يوسف آڳاٽو سيد ميران محمد مهدي جي وڏي خليفي شيخ دانيال جي فيض مان بهره ور ٿيو. ڪن روايتن موجب سيد ميران محمد جيسلمير کان نصرپور پهتو، پر قديم وقت کان وٺي جيسلمير کان سنڌ طرف ايندڙ واٽ روهڙي بکر واري پاسي کان رهي آهي. ائي سمجهڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو ته سيد ميران محمد بکر کان پوءِ نصرپور آيو.

[(1)] تاريخ معصومي، فارسي، متن صفحا 114-115.

[(1)] ايضاً، صفحو 116: ”و جناب قاضي قاضن رانزد محمود ولد دريا خان فرستاد تا بنصايح ارجمند و مواعظ سودمند آن مردم را از باريہ مخالفت بہ جاده اطاعت خواند“.

[(1)] تاريخ سنڌي المعروف به تاريخ معصومي، فارسي متن، تصحيح مرحوم ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود

پوٺو، چيپل بمبئي 1938ع، صفحا 202- 204 وغيره.

(2) ايضاً صفحو 302 (ڊاڪٽر دائود پوٽي جو ”تاريخ طبقات اڪبري“ ، جلد-3، صفحو 517 تان نقل ڪيل حوالو).

(1) ”شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام“ ، سنه 1937ع وارو پهريون ڇاپو، صفحا 26، 38- 87، 94 ۽ 112. هن اشاعت جي صفحي 25 جي حاشيي ۾ ڊاڪٽر مرحوم پاڻ به ’قاضي قادن‘ ڪري لکيو، جيتوڻيڪ ”نئين زندگي“رسالي (ماه سيپٽمبر 1950ع) ۾ پنهنجي مضمون جو عنوان ”قاضي قاضن سيوهاڻي“ ڪري لکيائين. راقم کي تازو ’بيان العارفين‘ فارسي قلمي جو عڪس دستياب ٿيو آهي جنهن ۾ جتي ڪٿي ’قاضي قاذن‘ لکيل آهي (جيتوڻيڪ موجوده دور جي ڪنهن صاحب ’قاذن‘ کي ڪاٽي ”قاضن‘ ڪري لکڻ جي مشق ڪئي آهي).

(2) انهن جو ذڪر هيٺ ايندو.

(3) هن موضوع تي راقم ڪجهه وقت اڳ پنهنجي هڪ مضون ”قاضي قادن جي نالي جي وضاحت“ (ماهنامو ’پيغام‘ مارچ 1979ع) ۾ پڻ تفصيل سان

روشني وڌي آهي. ان بعد وڌيڪ ماخذ مطالعي هيٺ آيا آهن جن جو ذڪر باب-2 هيٺ ايندو.

(1) مهدي جونپوري ۽ قاضي قادن (مضمون)، 'قاضي قادن جو ڪلام' ، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 1996ع، ص-119.

(2) سيد حسن محمود: المهدي الموعود، شمسيہ چنچل گوڙ، حيدرآباد دکن، سال 1358 ھ، ص- 316.

(3) سيد محمود يدالاهي: حيات پاڪ، حيدرآباد دکن، ص- 182.

(1) تاريخ معصومي، ايضاً، ص ص 188- 189 ڏسو صفحا: 114، 116، 119، 121، 123، 142، 181، 188-189، 200- 202، 204

(2) مير معصوم جي اصل عبارت: ''ايشان در بلده تهته وسيوستان، سڪونت داشتہ اند (ص 200)

(3) ايضاً، صفحا 188- 189

(4) ''شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام'' ، بمبئي 1356ھ/1937ع، صفحو 25 (حاشيو)

(5) مضمون''قاضي قاضن سيوهاڻي'' ، رساله ''نئين زندگي'' ، مهينو سيپٽمبر 1950ع.

(2)

# قاضي قادن جي بيتن جون روايتون ۽ انهن جا ماخذ

## بيتن جون روايتون

قاضي قادن جا بيت هيٺين ٽن روايتن ذريعي اسان تائين پهتا آهن جن مان ٻه روايتون سنڌ جون آهن ۽ هڪ روايت سنڌ کان ٻاهر گجرات- راجسٿان جي آهي. هيٺ انهن ٽنهي روايتن جي وضاحت ڪجي ٿي.

• **سنڌ ۾ بکر- سيوهڻ جي روايت.** قاضي قادن بکر ۾ ڄائو ۽ درٻيلي ۾ رهيو، ۽ سندس وڏا اصل ۾ سيوهڻ شهر يا علائقي جا هئا. انهيءَ ڪري، سندس بيت سيوهڻ ۽ بکر طرف مشهور رهيا هوندا، پر اتان جي روايتن مان فقط پنج بيت ٻن جدا سلسلن ذريعي محفوظ رهيا آهن. هڪ روايت ان طرف جي ذاڪرن (سماع جي راڳ وارن) جي آهي جيڪي ملتان جي بزرگن جي سلسلي سان وابسته هئا، ۽ جن سنڌي بيت لاهور ۾ شيخ عبدالجليل جي خانقاه تي سماع جي محفلن ۾ پڙهيا جيڪي ’تذڪره قُطبيہ‘ ۾ ذڪل آهن. انهن مان هڪ بيت قاضي قادن جو تسليم ڪري سگهجي ٿو. پر قاضي قادن جا گهڻا بيت يا سڄو رسالو سيوهڻ ۽ پاٽ جي عالمن عارفن وٽ محفوظ هو جيڪي پوءِ لڏي

وچي برهانپور (هندوستان) ۾ ويٺا ۽ جن وٽان پوءِ وڏي عالم محمد غوثي گهڻا بيت ٻڌا ۽ انهن مان چئن چوندن بيتن جو مفهوم فارسي نثر ۾ پنهنجي ڪتاب ”گلزار ابرار“ ۾ ڏنائين جن جو تفصيل اڳتي ايندو.

• **سنڌ ۾ ٺٽي جي روايت.** ٺٽو ان وقت سنڌ جي گادي جو شهر هو ۽ قاضي قادن اُتي ايندڙ ويندڙ هو ۽ پڻ هڪ بيان موجب هو سلطان ڄام نظام الدين جي دور ۾ بکر جو قاضي هو جنهن ڪري ٺٽي سان سندس ويجهو تعلق هو. ٺٽو علم جو مرڪز هو ۽ اتي وڏا عالم ۽ عارف موجود هئا جن کي قاضي قادن جي بيتن جي ڄاڻ حاصل ٿي. انهن بزرگن کان پوءِ ميين شاه ڪريم اهي بيت ٻڌا ۽ پنهنجي مريدن فقيرن آڏو پڙهيا جيڪي پوءِ سندس ملفوظات ’بيان العارفين‘ ۾ قلمبند ٿيا. بعد ۾ شاه عبداللطيف کي ’بيان العارفين‘ وارا بيت توڙي ٻيا بيت اتي جي بزرگن کان مليا جيڪي شاه جي رسالي جي مختلف قلمي دستخطن ۾ ڏنل آهن. به ٻيا ماخذ آهن ’حڪايات الصالحين‘ ۽ ملفوظات ’خزانة المعرفة‘ ، جن ۾ شامل بيت اتر توڙي لاڙ جي روايتن جا ٿي سگهن ٿا.

• **سنڌ کان ٻاهر گجرات-راجسٿان ۾ دادُو دَيال جي روايت.** درويش دادو ديال قاضي قادن کان پوءِ ٿيو پر هو احمد آباد ۾ ڄائو، گجرات ۾ رهيو ۽ غالباً سنڌ

۾ به آيو، ۽ اتي هن قاضي قادن جا بيت ٻڌا ۽ مٿس وڏو اثر پيو. پوءِ هن اهي بيت پنهنجن پوئلڳ ساڌن سنتن آڏو نصيحت طور پڙهيا ۽ پڻ پنهنجي يادگار گرنٿ ۾ هڪ جدا باب هيٺ شامل ڪيا. ان وقت يا ڪانئس پوءِ، سندس سنتن ساڌن پڻ پنهنجن گرنٿن ۾ اهي ساڳيا ۽ ڪي ٻيا بيت لکيا. انهن مان موجوده تحقيق تائين چار گرنٿ دستياب ٿيا آهن جن ڪي هن ڪتاب ۾ جيپور گرنٿ-6، سنتون ڪي واڻي، وَرهد ۽ جيپور گرنٿ-4 جي نالن سان بحث هيٺ آندو ويو آهي.

## قاضي قادن جي بيتن جا ماخذ

مٿين روايتن وارا قاضي قادن جا بيت ڏهن ڪتابن ۾ موجود آهن جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو. انهن ڪتابن مان هرهڪ ۾ جيڪي بيت شامل آهن تن جو تفصيل هن ڪتاب جي پاڱي ٽرئين ۾ ’ضميمي‘ طور ڏنو ويو آهي.

## سنڌ جي روايت وارا ماخذ

1- تذڪره قُطبيه
2- گلزار ابرار
3- بيان العارفين
4- شاه جو رسالو
5- حڪايات الصالحين

6- ملفوظات ’خزانة المعرفت‘

## گجرات- راجسٿان ۾ دادو ديال جي روايت وارا ماخذ

7- جيپور گرنٿ-6

8- سنتون ڪي واڻي

9- ڪتاب ورَهد

10- جيپور گرنٿ-4

(الف) سنڌ جي روايت

## 1- تَذڪِره قُطبيه

هيءَ ڪتاب ’قطب العالم‘ شيخ عبدالجليل جي سوانح عمري ۽ ملفوظات بابت آهي ۽ سندس مريد جمال الدين ابوبڪر الله آبادي 946- 953 ه (1540-1545ع) وارن سالن ۾ لکيو. ان ۾ ڪي بيت ڏنل آهن جيڪي سنڌ جي قوالن ذڪر ۽ سماع جي محفلن ۾ ڳايا (*). انهن مان هيٺيون بيت، موضوع ۽ اسلوب بيان جي لحاظ سان، قاضي قادن جو آهي جيتوڻيڪ نالو ڏنل ڪونهي.

جو گهڙي سو ني، ڪو جو ڦهر ڪَلاچ ۾

خبر ڪونه ڏي، رچ ڪچاڙي رَنديو.

انهن سماع جي محفلن وارو زمانو قاضي قادن جو آهي، چاڪاڻ جو شيخ عبدالجليل سنه 910ه (1504ع)

۾ وفات ڪئي. هيءُ بيت سنڌي ذاڪرن شيخ عبدالجليل آڏو سماع جي محفل ۾ پڙهيو يعني سنه 910 ھ کان اڳ پڙهيو جنهن وقت قاضي قادن جي عمر چاليهه سال هئي، هن بيت جو موضوع انسان جي اندر وارو سرڪش نفس آهي جنهن کي قاضي قادن ڪَلاچي جي ڪُنَ ۾ ويٺل مانگر مڇ سان تشبيهه ڏني. اهو بيت قاضي قادن جي حياتي واري دور جو آهي ۽ قاضي قادن جي تسليم ڪري سگهجي ٿو. اهڙي تصديق ان مان به ٿئي ٿي جو ڪَلاچي جي ڪُن وارو موضوع دادو ديال واري روايت ۾ به قاضي قادن جي بيتن ۾ ملي ٿو.

## 2- ڪتاب گلزار ابرار*

هن ڪتاب جو مصنف محمد غوثي شَطاري مانڊوي (هندستان جي شهر مانڊو جو رهندڙ) آهي، ۽ هن ڪتاب ۾ سنڌ ۽ هند جي ڇهه سئو پارهن عالمن ۽ صوفين مشائخن جو ذڪر آهي جن مان ويهن کان مٿي اصلي وطن جي لحاظ سان سنڌ جا آهن. انهن مان هڪ ’قاضي قادن‘ آهي. مصنف 998- 1022 ھ (1590-1413ع) وارن سالن ۾ حالات گڏ ڪري هيءُ تذڪرو تصنيف ڪيو. هن ڪتاب ۾ قاضي قادن جو ٿورو ذڪر به گهٽي جي برابر آهي، چاڪاڻ جو مصنف هڪ ته

قاضي قادن جي دور ڪي ويجهو هو، ۽ ٻيو ته ڪيس قاضي قادن بابت احوال سنڌ جي اهڙن وڏن عالمن کان مليو جن مان ڪن قاضي قادن ڪي ڏٺو هو.
محمد غوثي، قاضي قادن جي وفات (958 ھ) کان چار سال پوءِ 962 ھ ۾ ڄائو. هُو شاه عبدالڪريم (ولادت 944 ھ) جو ننڍو همعصر هو. محمد غوثي ڪي برهانپور ۾ سنڌ مان آيل بزرگن کان قاضي قادن جو احوال مليو. هو سنه 991 ھ ۾ يا ٿورو پوءِ، اعليٰ تعليم لاءِ برهانپور پهتو جتي سنڌ جي بزرگن جو هڪ خاص پاڙو (محلو) آباد هو ۽ سنڌ مان اڳ يا پوءِ آيلن مان ان وقت وڏا سنڌي عالم ۽ صوفي عارف موجود هئا. غوثي اتي خاص طرح وڏي عالم حڪيم بن عيسيٰ سنڌي کان اعليٰ تعليم ورتي. سنه 994 ھ ۾ هو في الحال پنهنجي شهر مانڊُو موٽي ويو، پر سنڌ جي عالمن استادن جي علم ۽ اعليٰ اخلاق جو مٿس ايترو ته اثر ٿيو جو ڇهن ستن سالن بعد (يا ان کان اڳ) 11- صدي هجري جي شروع ۾ هو برهانپور موٽي آيو ۽ وڏيڪ اعليٰ تعليم توڙي روحاني فيض حاصل ڪيائين. اتي هو 'سنڌي پاڙي' ۾، وقت جي عالم ۽ عارف مسيح الزمان شيخ عيسيٰ سنڌي، محمد بن عبدالله سنڌي، بابو سنڌي، شيخ لاڏن جيو سنڌي ۽ سندس فرزند شيخ عثمان سنڌي جو ويجهو پاڙيسري ٿي رهيو.

يارهين صديءَ هجري جي پهرئين ڏهاڪي ۾ اتي رهائش واري عرصي ۾ [(1)] محمد غوثي ڪي سنڌي بزرگن کان سنڌ جي عالمن عارفن بابت ڪافي معلومات ملي. هو وڏي عالم شيخ طاهر سنڌي ۽ سندس مريد شيخ اسحاق قلندر سنڌي جي همسايگي مان ڪافي مستفيد ٿيو. شيخ اسحاق قلندر سنڌي (وفات 1010 ھ) قاضي قادن جو ننڍو معاصر هو. سنڌ ۾ هن پنهنجي اوائلي زندگي سير سفر ۾ گذاري ۽ سنه 945 ھ قاضي قادن جي حج تي وڃڻ بعد سير سفر ترڪ ڪري اچي برهانپور ۾ شيخ ظاهر سنڌي جي خذمت ۾ رهيو ۽ ويندي وفات (1003ھ) تائين اتي گذاريائين.

هڪ ٻيو عارف صوفي ابراهيم بن عمر هو جنهن محمد غوثي جي برهانپور ۾ اچڻ (994 ھ) کان اڳ وفات ڪئي. محمد غوثي سندس ذڪر هن طرح ڪيو آهي:

’ذڪر شيخ ابراهيم بن عمر سنڌي. سندس ابدي آرامگاهه شهر برهانپور جي حدن اندر اُتر طرف بنائي وئي آهي. پنهنجي زندگيءَ ۾ ماڻهن توڙي ٻين دل وٺندڙ شين کان گوشائتو ٿي گذاريائين. چون ٿا ته هو قاضي قاضن جي همنشينن مان هو جنهن وحدت وجود جي بيان ۾ بيش بها جواهر (بيت) پنهنجي زبان (سنڌي) ۾ نظم جي ڏاڪي ۾ پُوتا آهن ۽ پڻ ان سلسلي ۾ دليل قائم

ڪيا آهن، ڪن جو چوڻ موجب هو سيد محمد جونپوري جو معتقد هو‘ (1)،
معلوم ٿيو ته درويش ابراهيم سنڌ ۾ قاضي قادن جو صحبتي (همنشين) هو، ۽ قاضي قادن جي حج تي وڃڻ کان پوءِ، يا اتي سندس وفات (958 ھ) کان پوءِ، هو سنڌ مان برهانپور ۾ آيو. هڪ روايت موجب هو سال 974 ھ کان اڳ برهانپور اچي چڪو هو(2). شيخ اسحاق قلندر سنڌي به سنه 955 ھ کان پوءِ برهانپور ۾ سڪونت پذير ٿيو. سمجهجهي ٿو ته شيخ ابراهيم ۽ شيخ اسحاق قلندر، برهانپور ۾ سنڌي صوفين عارفن جي انجمن ۾ قاضي قادن ۽ سندس عارفانه ڪلام کي متعارف ڪرايو، چاڪاڻ جو جڏهن محمد غوثي برهانپور ۾ هو تڏهن انهن جو ذڪر ان وقت اُتي هلندڙ هو.
محمد غوثي ’گلزار ابرار‘ ۾ قاضي قادن جو ذڪر جدا طور سندس نالي سان به ڪيو آهي (1)، جنهن ۾ هن سندس چيل چئن بيتن ۾ سماعيل مفهوم هيٺينءَ طرح فارسي ترجمي جي صورت ۾ ڏنو آهي:
[1] ’ڪَنز‘ ۽ قدوري پڙهڻ سان معرفت جي مهڪ ذري
جيترو به منهنجي دماغ ۾ ڪانه آهي؛

جو ڪجهه حاصل ٿيو سو هن ڪائنات (جي مطالعي) مان ٿيو.
[2] سڀني زبانن ۾ ’لا‘ جي ڪلمي سان تنهنجي نفي ڪئي وئي آهي؛
پر تون اڃان به پنهنجي اثبات پويان لڳل آهين!
[3] ’لا‘ ڪنهن جي به نفي نٿو ڪري،
جڏهن ته ’ما سواءِ حق‘ ڪي هستي آهي ئي ڪانه!
[4] اسين جنهن جا مشتاق آهيون
سو غور سان ڏسجي ته اسين پاڻ ئي آهيون!
هي اصل عبارتن جو (فارسي مان اردو ۽ اردو مان سنڌي ۾) ترجمو آهي. محمد غوثي اهو ترجمو يا مفهوم لکندي وضاحت ڪئي آهي ته ”هر ڪلام جي لطافت ان اصل ٻولي جي پنهنجي اسلوب بيان ۾ آهي جنهن ٻوليءَ ۾ اهو چيو ويو هجي“ . پڻ وڌيڪ وضاحت ڪيائين ته: قاضي قادن جا اهڙا عارفانه بيت ايترا ته گهٽا آهن جو لکي پورا نه ڪري سگهبا. مثيون مفهوم هيٺين چئن بيتن جو آهي:
[1] ڪنز، قُدوري، ڪافيَہ ڪِي ڪونه پڙهئوم
اُو پاڙهہ ئي ڪو ٻيو، جنان پرين لڌوم.
[2] توکي توڙائين ’لا‘ سين لاٿائون
اڃان پڻ ’آئون‘ ، واريو وِجهين وِچ ۾.
[3] ’لا‘ لاهيندي ڪن کي، ’لا مورهين ناه

بالله ري پريانۀ، ڪَٿُ نه ڏسي ڪي ٻئو.
[4] اسين سڪون جن ڪي، سي تان اسين پاڻ
هاڻي وچ گمان، صحيح سجاتا سپرين.
اهي چارئي بيت ’بيان العارفين‘ ۾ موجود آهن پر شاهه عبدالڪريم جڏهن بيت نمبر-2 ۽ بيت نمبر-4 ( ’بيان العارفين‘ ۾ نمبر78 ۽ نمبر 79، صفحو 93) پڙهيا تڏهن ائين ڪونه چاڻايائين ته ڪو اهي بيت قاضي قادن جا آهن.

## 3- ڪتاب ”بيان العارفين وتنبيه الغافلين“

هيءُ ڪتاب ميين شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جي ملفوظات آهي جنهن ۾ فقيرن آڏو، بيان ڪيل سندس عارفانه وضاحتن ۽ ارشادن جو ذڪر آهي. شاهه عبدالڪريم 20- شعبان 944 هه (1538ع) تي ڄائو ۽ 7- ذوالقعده 1032 هه (1623ع) تي وفات ڪيائين. قاضي قادن جي وفات 958 هه/ 1551ع) وقت هو چوڏهن پنڌرهن سالن جو هو، ۽ اهو هڪ اهڙو وڏو ڏڪائتو واقعو هو جو نوجوان شاهه ڪريم ضرور اُن جو ٻڌو هوندو ۽ قاضي قادن جو نالو سندس ڪنن تي پيو هوندو. جيڪڏهن چاليهن سالن جي عمر ۾، سنه 984 هه ڌاري، ميون شاهه ڪريم سلوڪ ۽ طريقت جي تصوف واري فڪر ۾ مشغول ٿيو هجي ته ان وقت

تائين هو قاضي قادن ۽ ٻين اڳين عارفن جي قولن ڪلامن کان وڏيڪ واقف ٿيو هوندو: ان وقت کان وٺي سندس پنهنجي وفات تائين، هن انهن جا بيت، وعظ ۽ نصيحت طور، پنهنجن فقيرن آڏو پڙهيا. انهيءَ لحاظ سان، ”بيان العارفين“ ۾ قاضي قادن يا ٻين سالڪن جا جيڪي بيت ڏنل آهن سي ميين شاه ڪريم سندس پنهنجي زباني اندازاً 944- 1032 ھ (1566- 1623ع) واري عرصي ۾ فقيرن آڏو پڙهيا. سندس وفات کان ڇهه سال پوءِ، ٺٽي شهر جي سندس مريد محمد رضا انهن بيت مان ڳچ بيت جيڪي ڪيس يا ٻين کي ياد هئا سي ٻڌي سڻي ”بيان العارفين“ ۾ قلمبند ڪيا. هو لکي ٿو ته: ”مون حضرت پير جي ڪامل فرزندن، خاص خليفن ۽ دلي مريدن ۽ خادمن وٽان، جن تي سندن مهر جي نظر هئي، ۽ جن سندن صحبت ۾ گهڻو وقت گذاريو هو، سياڻپ جا سخن، وعظ ۽ نصيحت جون موچاريون ڳالهيون، بلند ڪرامتون، سنڌي بيت ۽ توحيد جا عجيب غريب دقيقا سڻي (هن ڪتاب ’بيان العارفين وتنبيہ الغافلين ۾) گڏ ڪيا“ . اهو ڪتاب هن فارسيءَ ۾ مهيني رجب سنه 1038 ھ (1629ع) ۾ لکي پورو ڪيو.

قاضي قادن بابت ميين شاه ڪريم ٺٽي جي عالمن ۽ بزرگن کان ڪافي ڪجھ ٻڌو هوندو، جتي هو گهڻو ايندڙ ويندڙ ۽ ٽڪندڙ هو. مڪلي تي هڪ ماڳ اڃان

تائين ميين شاه ڪريم جي چِلي طور مشهور آهي. شاه بيگ جي حملي وقت قاضي قادن ننڍي ۾ موجود هو، ۽ جڏهن ته ننڍو ان وقت سنڌ جو ’تختگاه‘ هو انهيءَ ڪري قاضي قادن جهڙي وڏي عالم ۽ وڏي رتبي ۽ عهدي واري قاضي جو اتي گهڻو اچڻ وڃڻ ٿيو هوندو. انهيءَ ڪري ننڍي ۾ سندس معتقدن، صحبتين ۽ پين سالڪن وٽ سندس بيتن جو ذخيرو محفوظ رهيو جنهن مان پوءِ ميين شاه ڪريم کي به پاڱو مليو.

ميين شاه ڪريم پنهنجن فقيرن آڏو جيڪي بيت پڑهيا سي وعظ ۽ نصيحت طور پڑهيا: سندس مقصد هو ته انهن بيتن ۾ سماعيل معنيٰ ذريعي هو اعليٰ چاڻ ۽ معرفت وارا نُڪات بيان ڪري. اهڙي بيان وقت، ڪن بيتن جي سالڪن شاعرن جا نالا به ورتائين پر هر بيت پڑهڻ وقت ضروري ڪونه سمجهائين ته ان بيت چوندڙ سالڪ جو نالو به وٺي. جڏهن هيٺيون بيت پڑهيائين، جنهن ۾ ’پِراڙ‘ قبيلي جي شاعر جو نالو پڌرو هو تڏهن به ان بابت وڌيڪ ڪجھ نه چيائين:

چَندنُ چُور ڪَرِيندي، رَتو مُہُ ڪُهاڙُ
سَچَڻُ ڏُچَڻُ نه ٿِيي جي رُسي سَئُوارَ
پَرُوڙِئو پِراڙَ، ته ڪَرَهِيندي قُربُ ٿِيي. (ص 48)

پر قاضي قادن جو درجو مٿاهون هو ۽ سندس بيت وڌي اهميت وارا هئا؛ انهيءَ ڪري ڪم از ڪم ستن بيتن

پڙهڻ وقت سندس نالو ورتائين: باوجود ان جي، ڪن
ٻين بيتن پڙهندي قاضي قادن جو نالو ڪونه ورتائين.
جيئن ته سلوڪ ۽ تصوف جو وڏي ۾ وڏو رازدان
قاضي قادن هو انهيءَ ڪري ميين شاه ڪريم سندس
گهڻا بيت مثال طور پڙهيا هوندا، پر محمد رضا ۽ ٻين
کي اهڙا بيت جيڪي قاضي قادن جي نالي کان سواءِ
هئا سي ياد نه رهيا. ميين شاه ڪريم يقيني طور قاضي
قادن جا اهڙا بيت به پڙهيا جن ۾ سندس نالو ڪونه
ورتائين: اهڙي تصديق ڪن ٻين ماخذن مان ٿئي ٿي
جيڪي هاڻي دستياب ٿيا آهن. اهڙن بيتن جو تجزيو ۽
تفصيل هن ڪتاب جي ’ٽئين ڀاڱي ضميمي‘ هيٺ ڏنو
ويو آهي.

## 4- شاه جو رسالو

’شاه جو رسالو‘ جدا جدا قلمي يا ڇاپي رسالن جي
صورت ۾ موجود آهي جن ۾ ڀن قسمن جا بيت شامل
آهن: هڪڙا اهي جيڪي شاه عبداللطيف جا پنهنجا
چيل آهن، ۽ ٻيا اُهي جيڪي ٻين عارفن، سالڪن ۽
شاعرن جا آهن[(1)]. انهن ۾ قاضي قادن جا بيت پڻ شامل
آهن جيتوڻيڪ انهن بابت اڳ ڪا سڃاڻپ ڪانه ٿي
سگهي.

شاهه صاحب 1102 هه (1690ع) ۾ ڄائو ۽ سنه 1165 هه (1752) ۾ وفات ڪيائين. هو چاليهن سالن جي عمر ۾ 1142 هه (1719ع) ڌاري ’ڀٽ‘ تي سڪونت پذير ٿيو، ۽ اتي فقير سندس خدمت ۾ رهڻ لڳا. ان وقت کان وٺي شاهه صاحب سندس سلوڪ واري رهاڻ ۾ پنهنجا ۽ ٻين سالڪن جا بيت فقيرن آڏو پڙهيا: يعني 1142 هه کان وٺي وفات واري سال 1165 هه تائين (1729-1752ع)، قاضي قادن جا ڪي بيت فقيرن آڏو پڙهيائين ۽ شايد ڪي اهڙا بيت ڪن ٻين به سندس آڏو پڙهيا؛ انهن مان جيڪي لکيا ويا سي پوءِ رسالن ۾ داخل ٿيا، جيتوڻيڪ ائين ڪونه ڄاڻايو ويو ته اهي قاضي قادن جا آهن. انهن کي هيٺينءَ طرح وراهي سگهجي ٿو.

**(الف)** ڪي بيت ساڳيا اهي آهن جيڪي ”بيان العارفين“ ۾ موجود آهن، جيڪو ڪتاب شاه صاحب سان سفر ۾ به گڏ هوندو هو. اهي بيت شاهه صاحب کي ميين شاهه ڪريم جي روايت ذريعي مليا.

**(ب)** انهن کان سواءِ ’شاهه جي رسالي‘ ۾ قاضي قادن جا ٻيا بيت اهي آهن جيڪي شاهه صاحب سنڌ جي ٻين سالڪن، عارفن ۽ عالمن کان ٻڌا جن سان سندس روح رهاڻ ٿي. انهن جي تصديق ميين شاه ڪريم کان پوءِ واري دور جي درويش دادو ديال جي سلسلي جي ڪتابن مان ٿئي ٿي جن جو ذڪر اڳتي ايندو.

**(ج)** ٻيا اهي بيت آهن جيڪي ’بيان العافين‘ يا دادو ديال جي روايت وارن گرنٿن ۾ موجود ناهن پر ٻولي، اسلوب بيان ۽ فڪر جي لحاظ سان سڃاڻي سگهن ٿا ته قاضي قادن جا آهن.
شاهه جي رسالي ۾ شامل مٿين جملي بيتن جو تفصيل ’ڀاڱي ٽرئين ضميمي‘ ۾ ڏنو ويو آهي.

## 5- ڪتاب حڪايات الصالحين

ڪتاب ”حڪايات الصالحين“ عبدالله بن اَسعد بن علي اليافَعي جي عربي ڪتاب ’رَوض الرِياحِين‘ جو فارسي ۾ ترجمو آهي جيڪو ڪنهن سنڌي عالم ڪيو چاڪاڻ جو شروع ۾ چيو اٿس ته: ”اگر رساله شريف حکايات الصالحسين را ترجمہ شود بعبارت سهل فارسي در فهميدن از زبان سند“ ؛ وري آخر ۾ ”بعضي فقراء سند کہ مطابق حروف ”فمي به شوقي“ از استفاده آن رساله محروم مي باشد“ . مترجم پنهنجو نالو آڻڻ چاهيو ٿي ۽ ”بنده بي مقدار ياوه گفتار زشت کردار که در زبان سند هم زاز خواهي نمايد و در حل الفاظ هيچ قوت ندارد“ وارا الفاظ لکيائين پر ان عبارت کان پوءِ وارو صفحو هن وقت دستياب قلمي نسخن ۾ موجود نه آهي جو وڌيڪ سڃاڻپ ٿي سگهي.

هن ڪتاب جي ڪن صفحن جي حاشين تي مترجم پاڻ يا پوءِ ٻئي ڪنهن سنڌي بيت لکيا. ڪتاب جي ٻن نقل ٿيل نسخن ۾ فارسي متن توڙي سنڌي بيتن جو قلم ساڳيو آهي؛ يعني ڪاتب ساڳيو آهي، انهيءَ ڪري اهي بيت دير ۾ دير ته به 1168 ھ (55- 1754ع) ۾ لکيا ويا.

هن وقت ان ترجمي جا ٻه قلمي نسخا مطالعي لاءِ موجود آهن جن مان (الف) نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي ڪتبخاني ۾ (نمبرص-14/1) آهي جيڪو 1160 ھ ۾ شاه عبداللطيف جي وفات کان پنج سال اڳ نقل ٿيو ۽ (ب) نسخو ڊاڪٽر نواز علي شوق وٽ آهي جيڪو 1168ھ ۾ شاه جي وفات کان ٽري سال پوءِ نقل ٿيو. ٻنهي ۾ ڏنل حڪايتون گهٽي پاڳي ساڳيون آهن ۽ جيتوڻيڪ ترتيب ۾ ڪٿي فرق آهي؛ ٻنهي جي ڪن صفحن جي حاشين تي سنڌي بيت فارسي خط ۾ لکيل آهن جن مان اٺاويهه ٻنهين ۾ ساڳيا آهن ۽ باقي ٻيا الگ الگ آهن. (الف) نسخي ۾ پنجٽيهه (35) بيت ۽ (ب) نسخي ۾ شروعاتي صفحن تي چار بيت (هڪ هڪ سٽ سان) اڌورا ۽ انهن کان سواءِ ٻيا اٺانوي بيت سڄا آهن (*). (ب) نسخو غالباً اڳ جو لکيل آهي ۽ ان ۾ بيتن جو انتخاب به قدامت جي لحاظ سان ڪيل آهي.

انهن بيتن جي مطالعي ۽ تجزيي مان معلوم ٿئي ٿو ته انهن مان جملي پنجويهه بيت قاضي قادن جا قرار ڏئي

سگھجي ٿا، جن مان ٻارهن بيت ٻين ماخذن جي تصديق مطابق قاضي قادن جا آهن، ۽ باقي تيرهن بيت ٻولي، اسلوب بيان، سلوڪي موضوعن ۽ معنيٰ جي لحاظ سان ايستائين قاضي قادن جا تسليم ڪري سگھجن ٿا. جيستائين اُهي ڪنهن ٻئي سالڪ جي ثابت ٿين. انهن بيتن جو تفصيل، پاڳي ٽرئين ضميمي ۾ ڏنو ويو آهي.

## 6- خزانة المعرفت

هيءُ ڪتاب پير صاحب پاڳاري جناب صبغت الله شاھ (اول) جي ملفوظات آهي (*) جنهن جو جامع (گڏ ڪندڙ) سندن فرزند پيرڳارو جناب علي گوهر شاھ ’اصغر‘ آهي. جناب صبغت الله شاھ جي سجادگي جو دور (1233- 1246ھ) سالن وارو آهي ۽ جناب علي گوهر شاھ اصغر جي سجادگي جو دور (1246-1263ھ) سالن وارو آهي. هن ملفوظات ۾ شامل بيتن مان چار بيت، قاضي قادن جا آهن پر بنا نالي ڏنل آهن. انهن مان پهريان ٻه بيت ’گلزار ابرار‘ (مثي نمبر-2) ۾ موجود آهن ۽ پويان ٻه بيت قاضي قادن جي بيتن جي اسلوب بيان سان سڃاڻي سگھجن ٿا. اُهي بيت 1233-1246 ھ واري عرصي ۾ جناب صبغت الله شاھ اول جي زباني بيان ٿيا. جنهن مان ظاهر آهي ته ان وقت تائين قاضي قادن جا سالڪانه بيت سنڌ ۾ عارفانه فڪر

واري رس رهاڻ ۾ هلندڙ هئا. اهو ممڪن آهي ته جناب صبغت الله شاه اهي بيت پنهنجي والد حضرت محمد راشد (1170- 1223 ھ) جي زباني ٻڌا هجن جيڪو پنهنجي وقت ۾ قادري طريقي جو اڳواڻ ۽ عارف بالله هو: ’خزانة المعرفت‘ وارا چار بيت، پاڳي ٿرئين ضميمي هيٺ ڏسڻ گهرجن.

---

(*) تفصيل لاءِ ڏسو، راقم جي تصنيف ڪيل ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ“، ٽيون ڇاپو، 1990ع، صفحا 206- 210.

* هڪ عالم فضل احمد جيوي ”گلزار ابرار“ جو فارسي مان اردو ۾ ”اذڪار ابرار“ جي نالي سان ترجمو ڪيو جيڪو سال 1326 ھ ۾ آگري ۾ ڇپيو. وري سنه 1395 ھ ۾ ساڳئي ڇاپي جو عڪس لاهور مان ڇپيو آهي. هيٺ ڏنل معلومات ’اذڪار ابرار‘ جي روشني ۾ ڏني وئي آهي.

(1) غالباً شيخ لاڏن جيو جي وفات (1007ھ) بعد به غوثي برهانپور ۾ رهيو جو لکيو اٿس ته ”شيخ لاڏن جيو جو پٽ شيخ عثمان راقم جو همسايه آهي“ (ص 263). البت ٻيءَ جاءِ تي سندس ذڪر هيٺ سندس نالو ”لاد“ ڇپيل آهي جنهن کي هن کان اڳ ”لاڏ“ ڪري

سمجهيو ويو. صحيح ”لاڏن جيو“ (لاڏن ۾ جِيو) ٿي ٿيندو.

[(1)] اذڪار ابرار، ص 236

[(2)] ”برهانپور ڪي سنڌي اولياء“ ، تاليف سيد محمد مطيع الله راشد برهانپوري، ڇپايل سنڌي ادبي بورڊ 1957ع، ص 199.

[(1)] رسالي جي جامع ۽ مستند متن جي تياري لاءِ تحقيق ڪندي، سٺ ڪان وڌيڪ ٻين شاعرن جا بيت مختلف رسالن ۾ لکيل مليا آهن جن جو تفصيل جلد- 10، ”رسالي جو ڪلام“ (ڇپيل 1996ع، صفحا 53- 58) ۾ ڏنو ويو آهي. ان سلسلي جو شروعاتي مضمون رسالي ’نئين زندگي‘ (مئي 1997ع) ۾ شايع ٿيو.

[(*)] پهرئين ٽن اٽپورن بيتن کان سواءِ، باقي بيتن جي عَڪس ۽ پڙهڻين جي تفصيل بابت ڊاڪٽر نواز علي شوق جو رسالي سه- ماهي مهراڻ (آڪٽوبر، ڊسمبر 1991ع) ۾ ڇپيل مضمون ”اَڻ لپ سنڌي بيتن جو ذخيرو“ ڏسڻ گهرجي، جنهن ۾ گهٽي پاڱي اهي بيت صحيح طور تي پڙهيا ويا آهن. دوباره غور بعد انهن مان ڪي بيت جزوي درستين سان لکيا ويا آهن. (ڏسو ڀاڱو ٽريو، ضميمو).

[(*)] خزانہ المعرفت، ملفوظات شريف پير سائين پاڳارو صبغت الله شاه اول، ڇپايل جمعية العلماء سڪندريہ،

درگاه عاليہ، پيرجوڳوٺ، سنه 1411 هجري (راقم جو لکيل مقدمو، صفحا 43- 46)

## (ب) دادو ديال جي روايت

سنڌ جي صوفين عارفن جي ڪلام جو اثر پاڙيسري گجرات ۽ راجسٿان جي انهن سنتن ۽ ڀڳتن تي پيو جيڪي جوڳ ۽ ڀڳتي عقيدن جا پوئلڳ ۽ هيڪڙائي حق کي مڃيندڙ مُوَحد هئا. سڀ کان وڏو اثر وڏي صوفي عارف قاضي قادن (1465- 1551ع) جو گجرات- راجسٿان جي درويش دادو ديال (1544- 1603ع) تي پيو جيڪو ميين شاه ڪريم (1538- 1663ع) جو همعصر هو. قاضي قادن جيتوٽيڪ اڳ وفات ڪئي، مگر سندس حق ۽ حقيقت وارن بيتن، دائوديار عرف دادو ديال[(1)] کي ڪل جهان جي خالق جي هيڪڙائي ۽ مخلوق جي ڀلائي ڏانهن مائل ڪيو. هاڻي هو ’دائود يار‘ بدران ’دادو ديال‘ جي نالي سان مشهور ٿيو. گجرات مان راجسٿان طرف وڃڻ وقت يا ان کان اڳ هو سنڌ ۾ آيو ۽ ڪجھ وقت رهيو جو سنڌي ٻولي جي چڱي ڄاڻ حاصل ڪيائين ۽ قاضي

قادن جي بيتن جي اثر هيٺ سنڌي ۾ دوها ۽ بيت چيائين.[2]

دادو قاضي قادن جا بيت سهيڙيا ۽ پڙ ساڌ سنگت آڏو پڙهيا، ۽ جڏهن پنهنجو ۽ ٻين سالڪن سنتن جو ڪلام لکيائين (يا لکايائين) ته هڪ جدا باب قاضي قادن جي نالي سان آندائين. قاضي قادن جي بيتن وارو اهو باب جيڪو دادو جي زباني سندس گڏ ڪيل گرنٿ ۾ شامل ٿيو تنهن ۾ دادو پنٿي سنتن ساڌن پوءِ پنهنجن اتاريل گرنٿن ۾ ڪي ٻيا بيت به شامل ڪيا جيڪي هنن دادو ديال يا شايد ڪن ٻين جي زباني ٻڌا. گرنٿ ’سنتون ڪي واڻي‘ واري باب جا بيت سنڌي اديب هيري ٺڪر دهلي مان 1978ع ۾ شايع ڪيا. ان بعد موجوده تحقيق دوران ٽن ٻين گرنٿن جو پتو لڳايو ويو آهي، ۽ انهن ڪي هن ڪتاب ۾ جيپور ’گرنٿ-6‘ ، ’ورهد‘ ۽ ’جيپور گرنٿ-4‘ جي مختصر نالن سان نروار ڪيو ويو آهي. هيٺ انهن چئن گرنٿن جو، جيڪي بنيادي طور تي دادو ديال جي روايت مطابق آهن، مختصر طور تي ذڪر ڪجي ٿو.

’جيپور گرنٿ-6‘

هيءُ قلمي گرنٿ جيپور ۾ دادو انسٽي ٽيوٽ جي ڪتبخاني ۾ رکيل آهي، ۽ ان جي ڇهن صفحن واري هڪ جدا بابت هيٺ قاضي قادن جا بيت ڏنل آهن.

انهن ’ڇهن صفحن‘ جي لحاظ سان هن گرنٿ کي موجوده تحقيق ۾ ’جيپور گرنٿ-6‘ جو نالو ڏنو ويو آهي. هن گرنٿ ۾ قاضي قادن واري بابت جو عنوان آهي:

”ڪاجِي ڪادَن جي ڪِي ساکي سنڌي
اور ساڌان ڪِي ساکِي“

يعني: ’جناب قاضي قادن جي ساکي (ڪلام، بيت) ۽ پڻ ٻين درويشن جي ساکي، هڪ جا ڪٺي‘.

هن عنوان ۾ هڪ ته نالو ’قاضي قادن‘ (ڪاجي= قاضي) جي صورت ۾ لکيل آهي؛ ٻيو اهو ڄاڻايل آهي ته قاضي قادن جي ساکي (بيتَ) سنڌي ٻولي ۾ آهي؛ ۽ ٽريو ته هن بابت هيٺ قاضي قادن کان سواءِ ڪن ٻيون ساڌن جا بيت به شامل آهن. آخر ۾ عبارت: ”ڪاجي ڪادن ڪي ساکي سمپورن“ ، يعني قاضِي قادن جا بيت ختم.

اڳاٽي ديوناگري صورتخطي مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ گرنٿ ’سنتون ڪي واڻي‘ کان وڌيڪ پراڻو آهي ۽ ٿي سگهي ٿو ته اهو ساڳيو گرنٿ هجي جيڪو دادو ديال جي ٻالڪي رجب، سنه 1745 سنبت ۾ لکيو. هن گرنٿ جي ڇهن صفحن واري باب هيٺ، ’سنتون ڪي واڻي‘ وانگر جملي 118 بيت شامل آهن ۽ بيتن جي ترتيب به ساڳي ’سنتون ڪي واڻي‘ جي

باب واري آهي پر پڙهڻين ۾ البت فرق آهي[1]. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته انهن ٻن گرنٿن وارا اهي ساڳيا بيت ڪنهن ٻئي آڳاٽي لکيل گرنٿ مان اتاريا ويا، پر جدا جدا لکندڙن اُتاريا جو پڙهڻين ۾ فرق ٿي ويو.

”سنتون ڪي واٽي“

هي گرنٿ هندوستان جي صوبي هَريانا ۾، روهتڪ شهر جي ويجهو، راٽيلا نالي ڳوٺ ۾ دادو پنٿي پڳتن جي هڪ ’مَٺ‘ (مڙهي) ۾ رکيل آهي. ان ۾ اوٺهتر سنتن ساڌن ۽ سالڪن جو ڪلام لکيل آهي جن مان هڪ قاضي قادن آهي. راٽيلا واري هن ’مَٺ‘ جو بنياد سنت هريداس سنبت 1723 (1780ع) ۾ رکيو. ان وقت سندس عمر ٽيهه سال هئي، يعني ته هو 1755ع ۾ ڄائو. انهيءَ لحاظ سان سنت هريداس شاهه عبداللطيف (1689- 1752ع) کان ننڍو هو، ۽ انهيءَ ڪري جيڪڏهن هن قاضي قادن جا بيت لکيا يا لکايا ته اهي ’شاهه جي رسالي‘ ۾ آيل بيتن کان مڙيئي پوءِ وارن سالن جا ڪري ڳڻبا.

سنت هريداس دادو پنٿي پڳت هو، يعني درويش دادو ديال (1544- 1603ع) جي ڪنهن چيلي جو چيلو هو. قاضي قادن جا بيت اول سنڌ ۾ مقبول پيا ۽ پوءِ ٻاهر مشهور ٿيا، ۽ سنڌ اندر اهي شاهه عبدالڪريم تائين يقيني طور پهريائين ۽ سنڌ کان ٻاهر دادو ديال

تائين پوءِ پهتا هوندا. انهيءَ لحاظ سان، انهن بيتن جي روايت (متن ۽ پڙهڻي) جيڪا شاهه عبدالڪريم کان شاهه عبداللطيف تائين پهتي، سا ان روايت جي پيٽ ۾ وڏيڪ پڪي پختي ڄاڻبي جيڪا دادو ديال کان پڳت هريداس تائين پهتي.

”سنتون ڪي واڻي“ ۾ قاضي قادن جا بيت جنهن باب هيٺ ڏنل آهن ان جو عنوان به آهي:

”ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي سنڌي
او پي ساڌان ڪي ساکي اڪٺي.“

يعني ’جناب قاضي قادن جي‘ سنڌي ۾ ساکي (بيتَ) ۽ پڻ ٻين ساڌن جي ساکي هڪ جاءِ ڪٺي. بيتن جو خاتمو هيٺين عبارت سان ٿئي ٿو:

”ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي سپورن سماپہ“
يعني ’قاضي قادن جي، جي ساکي هت پوري ٿي‘.

انهيءَ عنوان هيٺ ڏنل بيتن کي دهلي جي سنڌي اديب هيري چيٺالال ٺڪر ”قاضي قادن جو ڪلام“ نالي ڪتاب سنه 1978ع ۾ دهلي مان شايع ڪيو. ان ۾ شامل بيتن تي راقم ويهه سال کن اڳ رسالي مهراڻ (نمبر-4، 1978ع ۽ نبر-1، 1979ع) تفصيل سان تنقيدي بحث ڪيو ۽ قاضي قادن ۽ ٻين جي بيتن کي سڃاڻي جدا ڪرڻ ۽ انهن جون صحيح پڙهڻيون بيهارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. اهو سڄو تفصيل اتي

ڏسڻ گهرجي؛ هت انهن بيانن ۽ حوالن کي اختصار سان ڏجي ٿو.
ڪتاب ”قاضي قادن جو ڪلام“ ۾ مؤلف هيري ٺڪر ڄاڻايو آهي ته سندس خيال ۾ جملي ڇهه بيت (هڪ دادو ديال جو، هڪ فريد جو، هڪ هَلُو جو ۽ ٽي قاضي محمود جا) اهڙا آهن جيڪي قاضي قادن جا ناهن. شيخ فريد واري بيت لاءِ وضاحت ڪيائين ته اهو آد گرنٿ (گرو گرنٿ) ۾ پڻ موجود آهي. هڪ ٻيو بيت پڻ ”آد گرنٿ“ ۾ متن جي ٿوري ڦير گهير سان موجود آهي پر ٺڪر ان کي قاضي قادن جو ڪري سمجهيو. سندس ڪڍيل نتيجي موجب، ”ڪتاب سنتون ڪي واڻي“ ۾ شامل جملي هڪ سئو ارڙهن (118) بيتن مان، ڇهه بيت ٻين جا ۽ هڪ سئو ٻارهن بيت قاضي قادن جا آهن. مون ’سنتون ڪِي واڻي‘ وارن 118 بيتن کي تنقيد جي نگاه سان پرکيو، ۽ سنه 79- 1978ع واري ان پرک مطابق اٺهتر بيت قاضي قادن جا ۽ باقي بيت ٻين سنتن سالڪن جا ڪري ڄاڻايا.
1978ع کان وٺي گذريل ويهن سالن ۾ مون وري وري انهيءَ مسئلي تي پئي سوچيو آهي ۽ وڏيڪ تحقيق ۽ ويچاري سان اهو گمان ٿئي ٿو ته وڌ ۾ وڌ ٻه ٻيا بيت قاضي قادن جا ٿي سگهن ٿا: يعني ’قاضي

قادن جو ڪلام‘ ۾ شامل ’سنتون ڪي واڻي‘ وارن بيتن مان وڏ ۾ وڏ اَسي بيت (80) قاضي قادن جا آهن ۽ باقي اٺتيھ بيت ٻين سالڪن ساڌن جا آهن. انهيءَ شمار موجب، گهٽي ۾ گهٽ ٻا بيت قاضي قادن جا ئي آهن، ۽ انهيءَ ڪري ئي ’سنتون ڪي واڻي‘ جي لکندڙ هن بابت جي سري توڙي خاتمي ۾ قاضي قادن جو نالو آندو آهي، پر ’اور ٻي ساڌان‘ جا لفظ لکي مطلب صاف ڪري ڇڏيائين ته هن مجموعي ۾ قاضي قادن کان سواءِ ٻين سالڪن ساڌن جا بيت پڻ شامل آهن.

## ”ورهَدَ سَڪل ويدانت وچار سار مت“

هن گرنٿ کي ڏنل مٿئين نالي جي معني آهي ”وڏو مڪمل ويدانتي ويچار وارو فڪر“ . هيءُ گرنٿ به پراڻي ديوناگري صورتخطي ۾ لکيل آهي ۽ ان ۾ 289 صفحا آهن. انهن مان صفحي 256 تائين مختلف سالڪن ۽ سنتن جون ساکيون (دوها، بيت)، شبد، گرنٿ، وچن، واڻيون، پد وغيره درج ٿيل آهن، ۽ باقي آخري 33 صفحن ۾ سنسڪرت ۾ لکيل ڪو شاستر آهي جنهن ۾ به سئو ستر سلوڪ ڏنل آهن.

هيٺئين تفصيل مان ۽ پڻ اڳتي ڏنل بيتن جي پيٽ واي پٽيءَ مان، معلوم ٿيندو ته هن ڪتاب جي مواد، جيپور

گرنٿ-6 ۾ ’سنتون ڪي واڻي‘ وارن گرنٿن کان الڳ آهي، سواءِ انهيءَ جي جو ٿنهي ۾ پهريائين داو ديال جا دوها ڏنل آهن. ’ورهد‘ گرنٿ ۾ شامل مواد جو صفحن وارو تفصيل هن طرح آهي: صفحا 1- 100 تائين دادو ديال جون ساکيون؛ صفحا 100-106 وِشني جون ساکيون؛ 106-144 ڪبير جون ساکيون؛ 145-151 گرو نانڪ جون ساکيون، صفحا 152-156 قاضي قادن جون ساکيون، 156-158 شيخ فريد جون ساکيون، 158-159 تائين گيان واڪيه جي ساکي؛ 160-161 نامديو جي پَرچئي (تعارف)؛ 162-172 ڪبير جي پَرچئي، 172-181 رَئي داس جي پرچئي، 182-189 گورکناٿ جو گرنٿ؛190-204 گورکناٿ جا وچن؛ 204-206 سنسڪِرتَ ۾ شنڪر آچاريه جا پد؛ 206-218 گورکناٿ جا شبد ۽ ساکي؛ 218-220 چرپٽ ناٿ جا شبد؛ 221-222 پرتري ناٿ جي واڻي، 223-224 گوپي چند جي شبدي؛ 225-226 ميڙ، ڪبير، ۽ اونجها جي شبدي؛ صفحي 227 تي جَتي سنت جي شبدي؛ 229-288. مهاديو- پاروَتي شبدي؛ صفحو 230 سِڌ گهوماچولي جي شبدي؛ 232-235 سڌ غريب ناٿ، پال ناٿ، چورنگ ناٿ، چوٽڪ ناٿ، ديول ناٿ، پرٿي ناٿ ۽ اجئه پال جي شبدي؛ 236-238 نامديو، رئي داس،

پيپاجي، پرس جي، ڏناجي ۽ هرداس جون ساکيون؛ 242-239 گرنٿ پاچلي؛ 253-243 پڳت پرهلاد گرنٿَ ۽ چرتير، 256-253 ايڪادس ليلا گُر چوويسي (پاڳوت جي يارهين اسڪنڌ مان ڪڍيل)، صفحي 256 تي گرچوسي سماپت (ختم). هن تفصيل مان ظاهر آهي ته هن گرنٿ جو مواد گڏ ڪندڙ پيو آهي ۽ گرنٿ ’سنتون ڪي واڻي‘ جنهن ۾ 69 سنتن ۽ سالڪن جو ڪلام آهي[(1)]. تنهن جو مواد گڏ ڪندڙ پيو آهي.

’ورهد‘ ۾ قاضي قادن واري باب جو عنوان (صفحي 152 تي) آهي:

## ”ڪاجي قادن جي ڪي ساکي“

يعني ’جناب قاضي قادن جا بيت‘ ، جيتوڻيڪ انهن ۾ ڪي پيا بيت به شامل آهن، هن باب ۾ جملي هڪ سئو تيرهن (113) بيت آهن، جيڪي هيٺين ڇهن ذيلي عنوان هيٺ جدا ڪري لکيا ويا آهن:

| عنوان | بيت جو تعداد |
|---|---|
| ساکيون (يعني دوها بيت) | 39 |
| اِٿ ورھ ڪا انگ | 19 |
| ساچ ڪو انگ | 12 |
| چتاوني ڪو انگ | 23 |
| مايا ڪو انگ | 9 |
| سمر ٿائي ڪو انگ | 11 |

113

انهن هڪ سئو تيرهن (113) بيتن مان ڏهه بيت (نمبر38، 39، 53، 58، 79، 86، 107، 108، 112، 113) اهڙا آهن جيڪي ’جيپور گرنٿ-6‘ توڙي ’سنتون ڪي واڻي‘ ۾ ڏنل ناهن. انهن مان بيت نمبر (39)، ٻولي ۽ بيان جي لحاظ سان، قاضي قادن جو آهي ۽ ان جي صحيح پڙهڻي هن طرح بيهي ٿي:

اَڄُ هِين پيئَر لوءِ، ڪالهون ويندي ساهُرين
جي ڳُڻَ ڳهَٽِيرِي هوءِ، ته در ساهُرين مانُ ٿئي.

ٻيو بيت نمبر (108) به اصل ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ چيل آهي ۽ ’پِرڪڻ‘ نالي (يا ’ذات جي‘) سالڪ جو چيل آهي:

هليا سي ’نِڪُونجڙو، پِرڪڻ چيا پَري
لوڪان اوري آسري، اسان پَت پَري.

مٿين يارهن بيتن کان سواءِ باقي ٿيانوي (93) بيت اهي ساڳيا آهن جيڪي ’جيپُور گرنٿ-6‘ ۽ ’سنتون ڪي واڻي‘ ۾ آهن. انهن مان اُڻهتر (69) قاضي قادن جا آهن ۽ باقي چوويهه (24) ٻين سنتن سالڪن جا آهن. مٿئين بيت نمبر 39 سميت، ”ورهد“ سَڪل ۾ جملي ستر (70) بيت قاضي قادن جا آهن.

## جيپور گرنٿ-4

هيءَ قلمي گرنٿ جيپور ۾ دادو انسٽيٽيوٽ جي لائبرري ۾ رکيل آهي جنهن جي هڪ باب ۾، جيڪو ڇئن صفحن وارو آهي، قاضي قادن جا بيت ڏنل آهن. انهيءَ لحاظ سان، موجوده تحقيق ۾ ان کي ”جيپور گرنٿ-4“ ڪي ڄاڻايو ويو آهي. بابت جو عنوان آهي:

## ”ڪاجي قادن ڪي ساکي“

يعني ’قاضي قادن جا بيت، پر‘ جيئن ٻين گرنٿن ۾ تيئن هن گرنٿ واري هن باب ۾ به ٻين ساڌن سنتن جا بيت شامل آهن. بابت ۾ جملي 51 بيت آهن جيڪي ترتيبوار، اصل صورتخطي وارن اُچارن سان، هن ڪتاب جي آخر ۾ ’پاڳي ٽرئين ضميمي‘ هيٺ ڏنا ويا آهن. انهن مان نَوَ بيت (نمبر15، 31، 33، 35، 40، 41، 43، 44 ۽ 47) نَوان آهن جيڪي ’جيپور-6‘ يا سنتون ڪي واڻي‘ ۾ ناهن. انهن مان هيٺيون هڪ بيت (نمبر15) قاضي قادن جو ئي آهي ۽ ان جي صحيح پڑهڻي هن طرح بيهي ٿي:

پرين پاڻ لَڪائيا، مون مَن منجھ ئي (هُئام)

هيڏي هوڏي هٿڙا هُنهِين ئي هڏ وِڏام.

هن گرنٿ ۾ ڏنل قاضي قادن جي هن نئين بيت، ۽ پڻ ’ورهد گرنٿ‘ ۾ شامل قاضي قادن جي هڪ نئين بيت، مان اهو نتيجو نڪري ٿو ته ڪن ساڌن کي پوءِ

دادو ديال کان (يا ڪنهن ٻئي کان) قاضي قادن جا ڪي نوان بيت به مليا جيڪي هنن پنهنجن دستخط گرنٿن ۾ داخل ڪيا.
”جيپور گرنٿ-4“ ۾ باقي ٻائيتاليھ بيت ساڳيا اهي آهن جيڪي ’جيپور-6‘ ۽ ’سنتون ڪي واڻي‘ ۾ ڏنل آهن، جن مان چوويھ بيت (نمبر 1، 2، 3، 6، 7، 8، 11، 12، 13، 14، 16، 22، 24، 28، 29، 30، 33، 34، 37، 39، 42، 43، 45، 46، 47، 51) قاضي قادن جا آهن ۽ باقي سورهن بيت ٻين سالڪن ۽ سنتن جا آهن. هن تفصيل مطابق، ’جيپور گرنٿ-4‘ ۾ شامل جملي 51 بيتن مان ستاويھ بيت قاضي قادن جا آهن.
هن بعد، چئني گرنٿن (جيپور گرنٿ-6، سنتون ڪي واڻي، ورهد ۽ جيپور گرنٿ-4) مان هرهڪ ۾ شامل بيتن جي تربيت مان معلوم ٿيندو ته ’جيپور گرنٿ-6‘ ۽ ’سنتون ڪي واڻي‘ وارن 118 بيتن جي ترتيب ساڳي آهي، پر ’ورهد‘ ۽ ’جيپور گرنٿ-4‘ جي ترتيب جدا جدا آهي. جنهن مان ظاهر آهي ته اهي ٻئي گرنٿ ٻن جدا سنتن گڏ ڪيا.

–

ٿي جو پوءِ، درويش دادو ديال جي روايت ذريعي، قاضي قادن جي بيتن جو چڱو خاصو ذخيرو هڪ خاص بابت جي نالي سان قلمبند ٿيو جيڪو هن وقت

تائين محفوظ رهيو آهي. البت اصل وڏو ذخيرو جيڪو ڪنهن وقت رسالي واري ڪتابي صورت ۾ موجود هو سو دستياب نه ٿيو آهي؛ وڏيڪ تحقيق سان گجرات- راجسٿان طرف دادو ديال جي سنتن جي مَٺن مان، يا برهانپور جي سنڌي بزرگن جي پوين وٽان، قاضي قادن جي وڌيڪ بيتن ملڻ جو امڪان ٿي سگهي ٿو. هلندڙ تحقيق تائين جيڪي بيت دريافت ٿيا آهن سي به ڪي ٿورڙا ناهن جو انهن کي رڳو ”قاضي قادن جا بيت“ چئي بيان ڪجي. اهي نه فقط گهڻا آهن پر انهن ۾ ايترا ته فڪري ۽ معنوي عنوان موجود آهن جو انهن جي موضوع وار تقسيم ۽ ترتيب سان ”قاضي قادن جو رسالو“ صورت پذير ٿئي ٿو.
انهيءَ ڪري موجوده تحقيق جي دوران، هن وقت تائين دريافت ٿيل قاضي قادن جي منتشر بيتن کي، موضوع ۽ معنيٰ جي لحاظ سان، مختلف عنوان هيٺ ’رسالي‘ جي صورت ۾ مرتب ڪرڻ ضروري سمجهيو ويو ته جيئن پڙهندڙ لاءِ قاضي قادن جي فڪر جا سڀ رخ روشن ٿين.
قاضي قادن جي بيتن جو ذخيرو جيڪو هن رسالي ۾ شامل آهي سو نئين سر تحقيق ذريعي دريافت ڪيو ويو آهي. قاضي قادن پنهنجن بيتن ۾ پنهنجو نالو ڪونه وڌو، انهيءَ ڪري جيتوڻيڪ اهي بيت سندس

دور کان پوءِ به رائج رهيا پر گمنام ٿي رهيا. سنڌ ۾ شاهه عبدالڪريم پهريون پيرو، قاضي قادن جي وفات (958ھ) کان پنجويهه سال کن پوءِ (جڏهن سندس عمر 40 سال هئي) پنهنجن فقيرن آڏو ڪي بيت پڙهندي ٻڌايو ته اهي وڏي عارف قاضي قادن جا آهن. ستن بيتن بابت ائين چيائين، جيتوڻيڪ قاضي قادن جا ٻيا بيت به مختلف موقعن تي پڙهيائين پر نالو ڪونه ورتائين. درويش دادو ديال جي روايت ذريعي بيتن جو جيڪو باب محفوظ رهيو ان ۾

## 3
# قاضي قادن جو رسالو ۽ فڪر

سنڌ جي تاريخ توڙي سنڌي شعر ۽ ادب جي تاريخ ۾، قاضي قادن اعليٰ مقام جو مالڪ آهي. قاضِي قادن سنڌي ٻولي جو پهريون مشهور معروف شاعر آهي ۽ سندس ڪلام سنڌي ٻولي جو پهريون پڪو پختو دستاويز آهي. ان کان سواءِ، قاضي قادن سنڌي اَساسي شاعري جو ابو ۽ سنڌ ۾ تصوف جي فڪر جو پهريون شارح ۽ اڳواڻ آهي.

**قاضي قادن جو رسالو**

قاضي قادن جو رسالو شايد ڪنهن وقت موجود هو، پر هن وقت اهو ناپيد آهي. تاريخي طور، سندس بيتن جي روايت مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪنهن وقت قاضي قادن جي بيتن جو چڱو ذخيرو لکت ۾، ڪتابي صورت ۾، موجود هو، جيتوڻيڪ اهو معلوم ناهي ته ان وقت ان لکيل ذخيري کي ڪهڙو نالو ڏنل هو. ميين شاه ڪريم قاضي قادن جا بيت جو سندس نالو وٺي پئي پڙهيا، سو اهڙي تصديق ڪيس ڪنهن لکت ۾ آندل ذخيري ۾ ان جي نالي مان ئي ٿي هوندي. سيوهڻ ۽ پاٽ جا عالم جيڪي قاضي قادن جا همعصر هئا ۽ جيڪي لڏي وڃي برهانپور ۾ ويٺا، تن وٽ قاضي قادن جا بيتن جو شايد سڄو ذخيرو لکت ۾ موجود هو. ان وقت ئي محمد غوثي مانڊوي پنهنجي ڪتاب ”گلزار ابرار“ ۾ قاضي قادن جي چئن بيتن جو ترجمو ڏنو، پر ان سان گڏ اهو به ڄاڻايائين ته ”هن قسم جا سندس بيت گهڻائي آهن“ . ايترا جو هت لکي پورا ڪري نه سگهبا. ايترا گهڻا بيت يقيني طور ڪتابي صورت ۾ لکيل هوندا. بيتن جي گهڻائي ۽ ڪتابي صورت ۾ لکيل هجڻ جي تصديق انهيءَ مان به ٿئي ته قاضي قادن توڙي ٻين جي بيتن کي گڏ لکيو ويو ۽ ائين ڪونه ڄاڻايو ويو ته ڪهڙا بيت قاضي قادن جا آهن. انهيءَ ڪري اها ضرورت باقي رهي ته قاضي

قادن جي بيتن کي پرکي، صحيح طور تي سڃاڻي، جدا ڪيو وڃي.
اهڙيءَ پرک لاءِ پهريون ته ڪتاب ’بيان العارفين‘ ۾ آندل ڏهه بيت جيڪي پوري تصديق سان قاضي قادن جا آهن سي معياري ۽ مثالي آهن. انهيءَ جي ٻولي ۽ لغات، انهن جو اسلوب بيان ۽ انهن ۾ سمايل فڪر چڱ ڪَسوٽيون آهن جن سان ٻين ذخيرن ۽ ڪتابن ۾ شامل قاضي قادن جي بيتن کي سڃاڻي سگهجي ٿو. موجود تحقيق ۾، انهن ٽن مکيه معيارن جي ذريعي ڌهن ماخذن مان قاضي قادن جا هڪ سو پنجٽيهه بيت پرکي جدا ڪيا ويا آهن جيڪي هن رسالي ۾ شامل آهن.
**ٻولي.** پرک جو پهريون معيار قاضي قادن جي ٻولي آهي، جيڪا 16- صدي عيسوي ۾ بکر جي علائقي واري سنڌ جي اتر ۽ سري واري سنڌي ٻولي هئي جنهن سان آڳاٽي دور کان سرائيڪي ٻولي جي آميزش ٿي. دادو ديال جي روايت وارن ماخذن ۾ جيڪو باب ’قاضي قادن جي ساکي‘ ڪري ڄاڻايل آهي، ان ۾ سنڌي بيتن سان گڏ ڪي اهڙا سرائيڪي بيت به شامل آهن جن جي اعليٰ اسلوب بيان سان گڏ معنيٰ پڻ معياري آهي، ۽ ڪافي غور بعد ائين معلوم ٿئي ٿو ته اهي بيت قاضي قادن جا آهن. انهيءَ ڪري، ائين تسليم ڪرڻ لاءِ ڪافي جواز آهي ته قاضي قادن

بکر علائقي واري سرائيڪي ٻولي ۾ پڻ بيت چيا. دادو ديال جي روايت وارن ماخذن ۾ شامل سنڌي توڙي سرائيڪي ۾ چيل بيتن تي راجسٿاني لَهجن ۽ محاورن وارو رنگ چڙهيل آهي چاڪاڻ جو سالن تائين اُهي اتي جي سنتن ساڌن پڙهيا، ۽ سندن مقامي محاورن ۽ لهجن جي آميزش سان ئي سندن زبانن تي چڙهيا. باوجود انهيءَ ٻاهرئين رنگ جي، غور ڪرڻ سان اهڙن بيتن جي اصل سنڌي صورت سامهون اچي ٿي. قاضي قادن احمد آباد ۾ پڙهيو ۽ رهيو ۽ پڻ گجرات- راجسٿان طرف سير سفر ڪيائين جنهن ڪري ڪي لفظ (مثلاً سالورو= ڏيڏر، ڪَڙ= گاه وغيره) انهن ٻاڱن جا پڻ پنهنجن بيتن ۾ آندائين.

- قاضي قادن جي پنهنجي بکر علائقي (اتر يا سري) واري ٻولي ۾ سنڌي ۽ سرائڪي جو فطري سنٻنڌ هو، ۽ انهيءَ ڪري قاضي قادن جي بيتن ۾ پڻ سنڌي ۽ سرائڪي جي آميزش جا اهڃاڻ موجود آهن. مثلاً:

ٿُسان نه اسان جيتري = اوهان کي نه اسان جيتري

سپئي جٻان تڪيان = سڀ زبانون تڪيون

راڌي اجاڙين = ٻج وڌل پوکيل فصل تباه ڪن

سڄڻ ڏُڄڻ ڏيک ڪي= سڄڻ کي ظاهري طور دشمن واري

رنگ ۾ ڏسي ڪري

- ’آءُ‘ بدران ’مان‘ جو استعمال، جڏهن اجا تائين اترئين پاڱي جي سنڌي ۾ آهي.
مان کي سڄڻ گڏيو = مون کي سڄڻ گڏيو
جتي هوئن مان پرين = جتي منهنجا پرين هجن
قاضي قادن ’آئون‘ فقط ’آپي‘ جي معنيٰ ۾ آندو آهي.
- لفظ ’ڪاٿي‘ توڙي آخري ’آن‘ واري جمع جي صورت (جڏهن اجان تائين اترين سنڌي ۾ آهي) جڏهن ته زيران، زبران، آيتان، ٻانهان، سِران (مٿا)، ڇپان، مُهان، دانهان، ليهان، ڪتيبان (ڪتابڙا)، مَڪُريان (ٻيڙيون) پاٽيچيان (اوليون) وغيره.
- اضافي ۽ جري ’حرفن‘ (جو، جي، کان، لاءِ، ۾) جي جدا بيهڪ سان گهٽ، ۽ متصل پڇاڙين سان وڌيڪ، اضافي ۽ جري ترڪيبون جڏهن ته: ڪنولان ڪر= ڪنولن گلن جي پرگهور، پريان پور= پرين جا پور، ترهي تات= ترهي جي سنڀال، سڄڻان= سڄڻن کي، سيڻان= سيڻن کي، لوڪان= لوڪ لاءِ، تهان= تنهن کان، آڪاسان= آڪاس تان، پيچري= پيچري ۾ يا پيچري تي، صرافين= صرافن وٽ.
- سرائيڪي جي آميزش ۽ اثر جي ڪري، قاضي قادن جي سنڌي ٻولي ۾ لفظن جي آخري حرفن جو ساڪن هئڻ وارو لهجو سمايل آهي. سندس بيتن جي تحقيقي مطالعي سان، ان دور جي بکر واري علائقي

جي سنڌي ٻوليءَ جي خصوصيات کي بهتر نموني ۾ سمجهي سگهجي ٿو(*).

**اسلوب بيان.** تاريخي لحاظ سان، قاضي قادن ان آڳاٽي دور جو شاعر آهي جڏهن سنڌي ٻوليءَ ۾ ادبي عبارت، شعر ۽ بيان جي اوسر ٿي رهي هئي. انهيءَ ڪري قاضي قادن جي اسلوب بيان تي قدامت جو رنگ چڙهيل آهي. سندس اسلوب بيان، گهٽي حدتائين، ڳرو ڳوڙهو آهي ۽ ان جي لفظن جي جوڙ ۽ سٽاء ۾ انوکائي آهي. باوجود ان جي، سندس اسلوب بيان ۾ هڪ خصوصيت ۽ خاص خوبي اها آهي جو بيت جي پهرين سٽ ۾ سمايل معنيٰ ۽ خيال جي وڌيڪ تصديق ٻيءَ سٽ ۾ ٿيل آهي: ٻيءَ سٽ چڻ پهرينءَ سٽ جو جواز ۽ جواب آهي. قاضي قادن جي اڪثر بيتن ۾ اها خصوصيت نمايان آهي ۽ سندس بيتن کي سڃاڻڻ لاءِ اها به هڪ ڪارگر پرک آهي.

مجموعي طور سان، جيتوڻيڪ قاضي قادن جي ڪلام ۾ ’سنڌي بيت‘ بنيادي طور تي ٻن سٽن وارو ئي رهيو، مگر فني سٽاءَ جي لحاظ سان ٻنهي سٽن ۾ قافين جي بيهڪ ۾ وڏي تبديلي آئي ۽ ’سنڌي بيت‘ جون چار مکيه صورتون نِکڙي نروار ٿيون. يعني ته (1) ’ڳاهه‘ واري اصل صورت مطابق بيت جي ٻنهي سٽن جي پڇاڙي ۾ قافيا، (2) پهرين سٽ جي وچ ۾ ۽

ٻيءَ سٽ جي آخر ۾ قافيا، (3) پهرين سٽ جي آخر ۾ ۽ ٻيءَ سٽ جي وچ تي قافيا، ۽ (4) پهرين توڙي ٻيءَ سٽ جي وچ ۾ قافيا. قاضي قادن کان پوءِ جي سالڪن انهن ئي سِٽائن وارا بيت چيا جيتوڻيڪ بيت جي پهرين ۽ آخر سٽ جي وچ ۾ وڌيڪ سٽن جو اضافو ٿيو جن جا قافيا آخر ۾ آندا ويا.
پرک جو سڀ کان وڏو معيار قاضي قادن جو اعليٰ فڪر آهي، جيڪو کيس مٿاهون ۽ ممتاز ڪري ٿو.

**قاضي قادن جو فڪر.** قاضي قادن سنڌ ۽ هند جو وڏو صوفي عارف ۽ شاعر آهي جنهن جي عرفاني ۽ اعليٰ اخلاقي شاعري جو اثر سنڌ جي صوفي درويش توڙي سنڌ کان ٻاهر هندوستان جي سنتن سادن تي پيو. موجوده ڄاڻ موجب، قاضي قادن سنڌ جي صوفيانه فڪر جو اڳواڻ آهي. ان سان گڏ، هو سنڌي اساسي (ڪلاسيڪي) شاعريءَ جو ابو هو. قاضي قادن بيتن جا مختلف موضوع ۽ عنوان، الفاظ ۽ اصطلاع، بيتن ۾ سمايل فڪر ۽ عرفان، سڀ نوان نرالا آهن جيڪي ان کان اڳ نظر نٿا اچن. البت اهي قاضي قادن کان پوءِ ايندڙ عارفن ۽ شاعرن جهڙوڪ شاهه عبدالڪريم، شاهه لطف الله قادري، ميين شاهه

عنات ۽ شاهه عبداللطيف لاءِ ڪنهن حد تائين مثالي نهج ۽ نمونو بنيا.
تاريخي لحاظ سان، قاضي قادن ڏهين صدي هجري (16-عيسوي) واري دور ۾، اتر- اولهه هندوستان (پنجاب، سنڌ، گجرات) جو اڳواڻ عارف شاعر هو. ان کان اڳ ملتان- پاڪ پٽن جو بزرگ شيخ فريد (ثاني) وڏو صوفي منش شاعر هو جنهن جا دوها مجيل ۽ مشهور هئا. مٿي پنجاب ۾ لاهور جو درويش لال حسين، ۽ هيٺ گجرات ۾ احمد آباد جو قاضي محمود، قاضي قادن جي پوئين دور ۾ ٿيا ۽ سندس ننڍا معاصر هئا. قاضي محمود سنه 930ھ ۾ احمد آباد ۾ ڄائو، ۽ لال حسين جو زمانو (945- 1080ھ) اجان به پوءِ جو آهي. انهن جي صوفيانه ڪلام ۾ وڏو حال ۽ وڏي سچائي سمايل آهي. پر قاضي قادن جي عرفان ۾ وڌيڪ وسعت آهي: سندس بيتن ۾ ذات حق جي معرفت، وحدت ۽ ڪثرت، مجاز ۽ ان ۾ سلوڪ ۽ طريقت جا وڏا سبق سمايل آهن. شيخ فريد، غافل ناڪُٽي جي تمثيل سان، غافل انسان کي موت کان ديچاريندي سمجهايو ته: اي ناڪٽا! جي سجاڳ ٿي نه سنڀاليندي ته تنهنجو ٻيڙو ڪپر هيٺان اچي ويندو.

ڏينهن لٿا، سَنجها پَئِي، اڳُون آئِي رات
کَڙا پُڪاري پاتڻي، ٻيڙا ڪپر واتِ

پيٺ ۾، قاضي قادن ايمان جي مضبوطي جو سبق ڏيندي اميد ۽ ڪاميابي جي راه ڏيکاري ته:

جي سو سڃاتوءِ، جو سَرَ سندو پاڻڻي
وچ لَهِرين گڏيو، ڪَپرُ ڪِي نه ڪندوءِ.

قاضي قادن جي عارفانه فڪر جو سنڌ جي صوفين سالڪن توڙي سنڌ کان ٻاهر جي سنتن ساڌن تي وڏو اثر پيو. سيوهڻ ۽ پاٽ جا عالم عارف سندس عرفاني فڪر کان گهڻو متاثر ٿيا ۽ هنن سندس بيتن جي ذخيري کي سانديو ۽ هندستان ۾ برهانپور تائين پهچايو[(1)]. سنڌ اندر جتي ڪٿي قاضي قادن جا بيت مشهور ٿيا چاڪاڻ جو هُو نه فقط وڏي حال وارو مفڪر هو پر ان دور جو وڏو عالم هو. انهيءَ ڪري، عالمن جي محفلن ۽ درسگاهن ۾ سندس بيتن جو ذڪر لازمي هو. ان جو ثبوت ڪنهن حد تائين ان وقت جي درسي ۽ معلوماتي مواد مان ملي ٿو جيڪو اوٽيتاليهن منظوم موضوعن جي صورت ۾ سلامت رهيو آهي(1). هيءَ ذخيرو سنه 1067ھ ۾ اتاريو ويو، يعني ته اهو قاضي قادن جي وفات کان پوءِ هڪ سئو سالن واري عرصي (958- 1067ھ) جو منظوم مواد آهي جنهن ۾ قاضي قادن جي توحيد ۽ تصوف واري فڪر، ۽ سندس اسلوب بيان ۽ لفظن اصطلاحن جو عڪس

موجود آهي. هيٺين مثالن ۾ اهو اثر چٽيءَ طرح نظر اچي ٿو:

ڪي سرها سيڻن سين، ڪي ڏنائين ڏک

-

اُهارِيندا ٻيڙيون، پڳهه ڪٽي تڙا

مٽندا درياءُ، پَسندا ڪوڏ ڪَنا.

-

نه دوست ئي دور ڪِيئاءِ، نه تو ڏجڻ ڏور

-

پاڻ هي هئو راڇيو، پاڻ هي هئو راء

پاڻِ جي مُلڪ تنهين پاڻ لئائين پاءُ

-

رک تُنهنجي راڇيا، گهُري سپوئي جَڳ

-

مَنديو ميزان، که سندي نور کي

-

واڪاٽيون وڏو ڏٽِي هَٿَوَ هِڪ اللهُ.

قاضي قادن جي دور جا ڪي ٻيا شاعر به هوندا جن جو ڪلام اسان تائين نه پهتو آهي. اهڙو گمان انهيءَ مان ٿئي ٿو جو دادو ديال جي روايت وارن ماخذن ۾ ڏنل باب ”قاضي قادن جي ساکي اور ٻي ساڌان ڪي ساکي“ ۾ ٻين شاعرن جو ذڪر آهي. انهن مان ٻن

سنڌي شاعرن، هالو ۽ پِرڪڻ جا بيت ڏنل آهن، جن تي جيتوڻيڪ راجستاني لهجي جو رنگ چڙهيل آهي ته به اهي سنڌي ۾ چيل معلوم ٿين ٿا. هالو کي هن کان اڳ ’هَلُو‘ يا ’حلُو‘ ڪري پڙهيو ويو، پر صحيح نالو ’هالو‘ ئي معلوم ٿئي ٿو. ’پرڪڻ‘ نالو، ’پرڪيو‘ جي پيار پري تصغير آهي ۽ ٿي سگهي ٿو ته اهي بيت پرڪيي ڪاتيار جا چيل هجن. اهي گمان وڏيڪ تحقيق طلب آهن، پر ڏيان طلب ڳالهه اِها آهي ته قاضي قادن جي دور جي (يا ٿورو اڳ يا پوءِ جي) انهن شاعرن جي ڪلام جي ڀيٽ ۾ قاضي قادن جو ڪلام وڌيڪ اتم ۽ اعليٰ آهي. هالو ۽ پرڪڻ جي هيٺين بيتن جي ڀيٽ مان پڻ ائين معلوم ٿئي ٿو.

سَفر مٿي سُپرين اُپا بارَ لَڏِن

هَلن جون هالون چوي ڳجهيون ڳالهيون ڪن

(جيپور گرنٿ-6 (77)، سنتونڪي واڻي (77) جيپور گرنٿ-4 (83)

-

نِڪنجو (ڪُنجو) ٿيو، ڪُنجو ٿيو نِڪُنج

جنهين ڪم نِڪُنج سان سو ساٿڙو مَ مُنجه *

-

هليا سي نِڪُنجڙو، پِرڪڻ چيا پَري

لوڪان اورِي آسري، اسان پَتِ پَري. *

سنڌ کان ٻاهر، گجرات جو درويش دادو ديال (1544-1903ع) جيڪو قاضي قادن جي وفات وقت ننڍو هو سو پوءِ قاضي قادن جي بيتن ۽ انهن ۾ سمايل فڪر کان بيحد متاثر ٿيو ۽ سنڌي ۾ بيت ۽ دوها چيائين. دادو ديال قاضي قادن کي روحاني طور تي پنهنجو گُر پير ڪري ٿي ڄاتو، جنهن هيٺين بيت ۾ چيائين ته:

تون وِيرئون ئي وِير، جوڳي سو جو جڳ ۾
تون اسانه جو پير، سُوڌي ڏئين سرير ۾.

هيءَ بيت، دادو ديال جي چئني روايتي ماخذن ۾ ”قاضي قادن جي ڪي ساکي“ ۾ موجود آهي(**). دادو ديال جي سنڌي بيتن ۾ سمايل خيالن تي قاضي قادن جي خيال جي ڇانوَ آهي. اڪثر ڪن بيتن ۾ ته ساڳيا قاضي قادن وارا لفظ آندائين. مثلاً:

**قاضي قادن:** جِي تو لائي رَچمچَ، ته لِڪڻ ڇپڻ ناه
زَ هر هَلاهِل هٿ ڪر، ڪارڻ پِريان ڪاء

**دادو:** سِتگر هَم دَم مين ڪَٿَن سَنم رهيا نه جاءِ
دادو گيان وچار وِن وِڳَئه هلاهل ڪاءِ

سنڌ ۾ قاضي قادن جي اثر جو وڏيڪ چٽو ثبوت شاهه عبدالڪريم جي ملفوظات ’بيان العارفين‘ آهي. شاهه عبدالڪريم (ولادت 944ھ) چوڏهن سالن جو هو جو قاضي قادن 958ھ ۾ وفات ڪئي. ان وقت ٺٽي جي درسگاهن ۾ ۽ پڻ ٻين عالمن وٽ قاضي قادن جا بيت

عام مقبول هئا جو شاهه عبدالڪريم به ٻڌا ۽ ياد ڪيا، جيڪي پوءِ پنهنجن فقيرن آڏو پڙهيائين. اهڙن ستن بيتن پڙهندي، نالو وٺي چيائين ته اهي قاضي قادن جا آهن. قاضي قادن لاءِ ڪيس وڏي عزت هئي جو سندس نالو وڏي احترام سان ورتائين. پر شاهه عبدالڪريم پاڻ به علم ۽ فڪر جو صاحب هو ۽ پڻ سلوڪ ۽ طريقت جي راهه کان باخبر هو، ايتري قدر جو قاضي قادن جي ٻن بيتن ۾ سمايل ڳُوڙهن خيالن بابت پنهنجي راءِ ڏنائين. 'نفي ۽ اثبات' واري فڪر بابت قاضي قادن جي چيل هيٺئين بيت جي توضيح ڪيائين ۽ پوءِ پنهنجي طرفان اصلاح جي صلاح ڏنائين:

"لا" لاهيندي ڪَن ڪي، "لا" مُورهين ناهه
بالله ري پريانهِ، ڪَٿُ نه ڏُسي ڪي ٻيو.

'بيان العافين' جو مصنف لکي ٿو ته پوءِ "انهيءَ بيت جي رد ۾ حضرت جن هيءُ بيت پڙهيو":

'لا' مَ لوڏي ڪَڍُ، 'اِلا' مَ لاهه لِڪَ سِين
جو مَظهَرُ سندو ماڙهُوئين، تِنهِ ڪئُن ڪَريين وَڏُ"

هڪ ٻئي بيت ۾، قاضي قادن پنهنجي 'حال جي مشاهدي' ۾ 'جِهَت جي نابودي' جو اظهار ڪيو ته:

سائرَ ڏيئي لَتَ، اوچي نيچي ٻوڙئي
هيڪائين هيڪ ٿئو، ويئي سڀ جِهَت

شاهه عبدالڪريم جواب ۾ چيو ته:

سائر ڏي نه لَت، اوچي نيچي سپ ڪهين
نابودي نه ٿئي اي ناديدي جِهتَ

مٿئين پهرئين بيت ۾ ’نفي ۽ اثبات‘ هيئت ۽ حقيقت ۽ هيٺئين ٻئي بيت ۾ جِهات ۽ تَعَيُنات جي اهميت ۽ اِفاديت، بابت هن عارفانه اختلاف کي ڪي وڏا صوفي سالڪ ئي صحيح طور تي سمجهي ۽ سمجهائي سگهندا. تفصيلي توضيح آسان نه آهي. البت هن عارفانه اختلاف جي باريڪي مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ ۾ سلوڪ ۽ طريقت جو فهم ۽ عرفان ڪيڏي نه اعليٰ سطح وارو هو.

شاهه عبدالڪريم کان پوءِ، ويندي شاهه عبداللطيف جي وقت تائين، قاضي قادن جا بيت مشهور معروف رهيا. شاهه عبداللطيف کي انهن بيتن بابت پهريائين ’بيان العارفين‘ مان معلومات حاصل ٿي ۽ پوءِ سنڌ جي عالمن عارفن ۽ ڪن ٻين سالڪن کان هن قاضي قادن جا وڌيڪ ٻڌا. ان جي تصديق ’شاهه جي رسالي‘ ۾ شامل قاضي قادن جي انهن بيتن مان ٿئي ٿي جيڪي ’بيان العارفين‘ ۾ آهن، يا ناهن پر ٻين ماخذن (دادو ديال جي روايت) ۾ ملن ٿا. اهڙن بيتن بابت ’قاضي قادن جي رسالي‘ جي مختلف عنوان هيٺ وضاحت ڪئي ويئي آهي.

’شاهه جي رسالي‘ ۾ نه فقط قاضي قادن جا ڪافي بيت شامل آهن پر شاهه صاحب جا پنهنجا به ڪيترائي بيت آهن جن ۾ قاضي قادن جي بيتن ۾ سمايل فڪر ۽ معنيٰ جي جهلڪ نظر اچي ٿي. شاه صاحب، قاضي قادن جي ڪن موضوعن (سمنڊ، ٻيڙي، گهاتو وغيره) کي پنهنجي رسالي جي سُرن ۽ داستانن جا عنوان بنايو؛ قاضي قادن جي بيتن جي ڪن سٽن کي پنهنجن بيتن ۾ آندو ۽ انهن ۾ سمايل معنيٰ کي وڌيڪ چٽو ڪيو؛ ۽ پڻ قاضي قادن جي فڪر جي ڪن رخن کي وڌيڪ روشن ڪيو. مثلاً قاضي قادن اهو اهڃاڻ ڏنو ته:

جيئن ڦِقُڙ ماهه ۾، ائين روزا عيد نماز
اجان آهي ڪا ٻِئِي اَللهُ سندي حاج.

شاهه عبداللطيف هن بيت ۾ سمايل معنيٰ کي وڌيڪ کوليو ۽ ٻيءَ سٽ ۾ ’عمل جي معيار‘ بدران ’فهم ۽ فڪر جي معيار‘ جو اهڃاڻ ڏنو، پر اهڙو فهم جيڪو پرينءَ تائين پهچائي:

روزا ۽ نمازون، ايءُ پڻ چڱو ڪمُ
اُوڪو ٻئو فَهمُ، جنهن سان پسجي پرينءَ کي.

قاضي قادن حقيقي محبوب سان وصال واري منزل کي مٿاهون ڪري روز محشر جي ميعاد تائين پهچايو، ۽ ان تي خوشيءَ جو اظهار ڪيو ته:

روز محشر ڏينهڙي ستر سج تپن

سپوئي جُهڙ پانيان، جي مون پري مِڙن.

شاهه عبداللطيف، حقيقي وصال واري منزل کي اجان وڌيڪ مٿاهون تصور ڪندي چيو ته: قيامت جي ڏينهن وصال واري منزل ته ويجهي آهي؛ حقيقي وصال جون واڌايون ته اجان اڳاهيون آهن:

جي قِيَامَ مِڙَنِ، ته ڪَرَ اوڏا سُپرين
تِهان پَري سُڄنِ، واڌايون وصال جون!

قاضي قادن جي تخليقي فڪر جا نوان رخ سندس رسالي جي معنوي عنوانن ۽ انهن هيٺ آيل بيتن جي مطالعي مان نروار ٿين ٿا. موضوعن جي اعتبار سان، قاضي قادن پهريون پيرو عوامي ڳالهين ۽ قصن جي روايت کي عارفانه فڪر جي عنوان سان ملايو. قاضي قادن عام قصن ۽ زندگي جي عام مشغلن جي قالب ۾ اعليٰ فڪر ۽ معنيٰ جا ماڻ پري، خاصن جي خاص فڪر کي عوام جي عام ذوق سان پيوَند ڪري، سنڌي شاعري ۾ هن نئين لاڙي کي ايترو ته پڪو پختو ڪري ڇڏيو جو ڪانئس پوءِ ايندڙ وڏن شاعرن ان جي ديوارن تي ئي شعر ۽ ادب جي شاهي عمارت اڏي. مختلف موضوعن جئن ته وايوڙيل ۽ ويچ، سورهيه ۽ رڪ وهندي راند، ترهو ۽ تار، ٻيڙا ۽ سمنڊ، سونهان ۽ معلم، اُٺ ۽ اُلٽي عادت، بَٺ ۽ باهه، اَپيري ۽ اَواٺ، لڱو مڱڻو ۽ سخي جي سخا، سسئي

جو پنهون لاءِ پنڌ، ليلان جي چنيسر کي آرداس، ۽ گهاتو پائرن کي سندس پيءُ اوباهيي جي نصيحت. انهن مڙني جي تمثيلن ۽ تلميحن کي قاضي قادن پنهنجي بيتن ۾ آندو، ۽ اهڙن اهڃاڻن لاءِ موزون الفاظ ۽ اصطلاع استعمال ڪيائين: اهي موضوع ۽ مثال اڳتي هلي اعليٰ شاعري جا مکيه موضوع بنيا، ۽ شاهه عبدالڪريم، ميين شاهه عنات، شاهه عبداللطيف ۽ ٻين اهي تشبيهون، تمثيلون ۽ تلميحون پنهنجن بيتن ۾ آنديون.

جڳ جهان جي خالق ۽ مالڪ ۾ ايمان، توحيد جي اقرار، وحدت ۽ ڪثرت جي ويچار، محبت جي اعليٰ معيار، اعليٰ اخلاق ۽ ڪردار جي ترغيب سان گڏ، قاضي قادن ڪاميابي ۽ ڪامراني واري منزل تي پهچڻ لاءِ ڪوشش ۽ حيلي، همت ۽ حوصلي، خود آگاهي ۽ خوداعتمادي جي تعليم ڏني. قاضي قادن جي فڪر جو اهو رخ سندس دور جي لحاظ سان وڏي اهميت وارو آهي. ٻن خاص عنوانن (همت ۽ خوداعتمادي ۽ ٿُرهي جي تات' صفحا 150- 160) هيٺ آندل بيتن ۾ ڏنل ترغيب ۽ تاڪيد مطابق: سچو سورهيه اهو جو رُڪ وهندي راند ۾ ترارين سامهون وڃي؛ بهادرن جي پيٺ تڏهن ٿيندي جڏهن وڏا پهلوان منهن مقابل ٿيندا؛ نازڪ مزاجي ۽ ضعيفي جو انجام

موت آهي؛ نازڪ ٻاٻيهِڙا ڳيرڙا ته ڇُرونءَ پاڻيءَ ۾ ٻه ٽا ٻڏي مرن! توکي ڪا سمجھ هجي ته جيڪر ڳيرو نه ٿئين!

ٻُڪَ پاڻيءَ منجھ، ٻاٻيها ٻڏي مئا

جي تو پوي سمجھ، تان تون ڳيرو نه ٿيوين!

حوصلي ۽ همت واري معنيٰ ۾ سندس ٻين بيتن ۾ ڏنل ترغيب ته: درياءُ تيڏو ئي پر جي تکو وهندو جيڏوان جو منهن هوندو! پنهنجي ڪوشش ۽ ڪمائي کان سواءِ مڇ نه مچندو! شال تون همت ۽ حوصلي سان تَرين جو مٿي سان ٻَڌَلُ پنهنجو مولهيو نه پُسائين ۽ چگڻ آڏو لڄي نه ٿئين! تون پنهنجي ٽُرهي (ٻيڙي) جي تات ڪر ۽ ان کي سنڀال! پر جي وڏي پاڻيءَ ۾ ڪٿي ٽُرهي جو ترو ٽٽي پوي ته پنهنجين ئي ٻانهن کي اوليون ڪر ۽ تري پار پهچ، ٻاقي ٻين کي نه ٻاڏاءِ.

جي تَرُ ٽُٽو ٽُرهَڙي، سائِر منجھ ٿِيانءِ

ڪَرِ ٻانهيان پاڻيجيان، مَ ڪَرِ سَڏُ ٻِيانءِ

---

[(1)](#) ڏسو راقم جي تحقيق ۽ تصحيح سان مرتب ڪيل ”سنڌي ٻوليءَ جو آڳاٽو منظوم ذخيرو“ ، مطبوع سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد سنڌ، 1414هه-1993ع

[*] هي ٻئي بيت ’پرکڻ‘ جا چيل آهن ۽ نالو هيٺئين بيت ۾ آيو آهي.
(**)

[(1)] دادو بابت ”دَبِستان مذاهب“ جي مصنف لکيو آهي ته هو هڪ نَداف (پيڃاري) جي گهر ۾ ڄائو ۽ عام روايت موجب احمد آباد ۾ وڏي وڏو ٿيو. سندس اصل نالو ’دائود يار‘ هو ۽ سامپر جي درويش شيخ ٻُڍڻ صوفي جي دعا سان پاڻ به صاف دل صوفي ٿي پيو. جئن پوءِ تئن گهڻا هندو سندس مجتا ۾ آيا ۽ اهي کيس پنهنجي ويساه موجب هندو پڳت سمجهڻ لڳا. مسلمان مريد بدستور سندس دائري ۾ داخل رهيا ۽ ويندي بنگال تائين هو کيس مسلمان درويش طور مڃيندا رهيا آهن. دادو جي مريدن ۾ رجب پٺاڻ هڪ وڏو درويش هو، جنهن جا چيل دوها مشهور آهن.

[(2)] ڏسو راقم جي تصنيف ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ“ ، سنڌ يونيورسٽي1990ع، صفحا 295 -297 ۽ 331 -333

[(1)] ڏسو ’پاڳو ٽريو ضميمو‘

[(1)] جيئن هيري ٺڪر قاضي قادن جو ڪلام (صفحا 37-38) ۾ تفصيل سان ڄاڻايو آهي.

(*) وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو راقم جي تصنيف ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ“ ، مطبوع سنڌ يونيورسٽي 1411ھ/1990ع، صفحا 232- 236

# پاڳو ڀيو
# متن
# قاضي قادن جو رسالو

## حمد: سائينءَ جِي ساراهه

(1)

اسين ٻانهان تون ڌڻي، پاڻو پاڻ هِي چاڻُ
مَندي ٽُر مِيزاڻ، ليکو ڪندين ڪَنِ سين.

• ماخذ. حڪايات الصالحين (4)

• پڙهڻي. اصل ائين

• معنيٰ: ٻيءَ سٽ ۾ ’مندي تر مِيزان‘ هڪ آڳاٽو اصطلاح آهي: ٽُرميزانُ مندڻ= ساهمي سنئين بيهاري پوري پڪي تور ڪرڻ، تارازي ٺنگي پڪي پختي تور ڪرڻ. روايتي اصطلاح موجب، قيامت جي

ڏينهن تازاري ٿنگبي ۽ هر ڪنهن جي نيڪين بدين ڏوهن ثوابن جي تور ٿيندي، هڪ پڙ ۾ نيڪيون ۽ ٻئي ۾ بديون پونديون: جن جي نيڪين جو تُراڙو ڳرو ٿيندو تن تي ڌڻي تعاليٰ جي نوازش ٿيندي ۽ جن جي گناهن جو تُراڙو ڳرو ٿيندو تن تي عذاب ايندو.
ـــ يا الله! اسين تنهنجا بندا آهيون، توئي اسان جو مالڪ آهين (۽ اسان جو حساب ڪتاب به تون) پاڻهي پاڻ ئي چاڻ!
ـــ رحم جي نظر ڪر! باقي ثوابن گناهن جي پڪي تور وارو حساب پنهنجن گنهگار بندن سان ڪيترو ڪندين!

(2)

اَنان ئِي ٻَنا ڪَرِين، ٻَنا اَن منجهاوَ
راڄُ ٿُنهنجو راڇِيا، ٻيا راوَ ئِي راوَ.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (107)، سنتون ڪي واڻي (107)، ورهد (104)

• پڙهڻي. پهرئين سٽ ۾ اصل پڙهڻي 'ٻنا' بدران 'پَنا' آهي، جنهن جي معنيٰ ٿيندي ته: اي ڌڻي، تون 'اَن' مان 'پَن' ٿو ڪرين (= 'ٻج' مان پنن وارا ٻُوڙا ٿو اپائين' )، يا 'ان' کي ڦيرائي 'پن' ٿو ڪري ڇڏين. پر لغت ۾ صحيح لفظ 'پن' آهي ۽ نه 'پنا' . وڏيڪ

سهڻي معنيٰ تڏهن ٿيندي جڏهن ’پنا‘ جي بدران ’ٻنا‘ پڙهبو. ’ٻنا‘ معنيٰ ’وڏيون ٻنيون‘ يا ’وڏا کيت‘.

**معنيٰ:**

— (اي خالق مالڪ! هيءَ تنهنجي ئي قدرت ۽ وڏائي آهي جو) اَن جي ڪڻن مان وڏا شاهي کيت ٿو اُپائين! تون بيشڪ وڏا شاهي کيت ان (ٻج) مان ئي ٿو اُپائين.

— اي وڏا مالڪ! حقيقي راڄ تنهنجو ئي آهي؛ توکان سواءِ ٻيا سڀ ننڍڙا راوَ ۽ راڄواڙا آهن.

(3)

جي گهُر گهَڙِي نه ڪِينِ، سائين تو ديدار کي
ڪيهِي حُجَ ڪَرينِ، سيئِي پنهنجي رَب ڏانهہ.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (5)، سنتون ڪي واڻي (5)، ورهد (5)، جيپور گرنٿ-4 (6)

• پڙهڻي: اصل پڙهڻي ’گهُرِي‘ آهي: صحيحُ گهڙي‘ ؛ پڻ پهرين سٽ ۾ اصل پڙهڻي ’ڪين‘ بدران ’ڪِينه‘ ۽ ٻيءَ سٽ ۾ ان سان ملندڙ قافيو ’ڪَرينه‘ آهي، ۽ ٻنهي جا اُچار پاڻ ۾ ملن ٿا. پانئجي ٿو ته قاضي قادن جي دور واري آڳاٽي ٻولي ۾، ڪن لفظن جي اچار پويان ٺيڪ واري ’ھ‘ آٽيندا هئا. ڪن لفظن ۾ اهو ’ھ‘ وارو آخر اُچار ضمير مخاطب جي چٽائي وارو هو. ’ڪينِ‘ ۽ ’ڪرينِ‘ (ضمير غائب جمع) پڙهڻ سان

صاف صحيح معنيٰ نڪري ٿي. ٿي طرف رهڻ وقت اهي لفظ قاضي قادن جي زبان تي چڙهيا.
پهرين سٽ ۾ ’سائين تو‘ پڙهڻ سان معنيٰ نڪري ٿي؛ ’ساعت ئي‘ ڪري پڙهجي ته به چڱي معنيٰ نڪرندي، يعني:
”جي گهُري گهڙي نه ڪِينِ، ساعت ئي ديدار کي“
معنيٰ:
— اي رب سائين! جيڪي تنهنجي الاهي ديدار لاءِ هڪ گهڙي به نٿا ٻاڏائينِ
— سي پنهنجي رب سان (سندس قرب، ٻاجهه ۽ ڪرم جي) ڪهڙي حجت ڪري ٿا سگهن!

(4)

ڏِنَئِين پاڻَ واڪاڻَ کي، ڇِپِ ٽُنهنجي واتِ
بندا خالق نه گهُرين، ڪَرِيَن پرائي تاتِ

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (63)؛ سنتون ڪي واڻي (63)، ورهد (68).
• پڙهٽي. پهرئين سٽ ۾ اصل پڙهٽي ’واڪاڻ ڪؤن‘ آهي؛ ’واڪاڻ کي‘ پڙهڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو. ٻيءَ سٽ جي پڙهٽي ’ورهد‘ مطابق آهي: جيپورگرنٿ-6 ۾ پڻ پهرين سٽ جو پهريون اڌ ”بندا خالق نه گهرين“ آهي. ’سنتون ڪي واڻي‘ جي سنواريل پڙهٽي: ’وڏي خالق نه گهرين، ڪرين ٻاڙي تات‘

• معنيٰ:
ـــ (تُنهنجي جوڙيندڙ ۽ خالق) پنهنجي حمد ۽ ساراهه لاءِ توکي وات ۾ زبان ڏني؛
ـــ پر اي بندا! تون پنهنجي خالق سان لئون لڳائڻ بدران بين( غيُرالله‘) کي ياد پيو ڪرين!

(5)

جي مون ڏِيئين لَکَ ڏَڙَ، ڏَڙِ ڏڙِ لَکَ سِران
سِرِ سِرِ لَکَ مُهان ٿِيئنِ، مُهِ مُهِ لَکَ ڄِڀان
سَڀِي ڄِڀان تِکيَان، تَڪڙَيان لَوان
صِفَتِ تُنهنِجِي راڄِيَا! تَوهئون ڪيئن ڪَران!

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (73)؛ سنتون ڪي واڻي (83).

• پڙهڻي: چوٿين سٽ جو پويون اڌ ”توهون ڪيئن ڪَران“ آهي، جنهن ۾ ’توهَئون‘ (= تنهنجي لاءِ، تنهنجي لائق) پڙهڻ سان سهڻي معنيٰ نڪري ٿي. ’ڪران‘ سرائڪي لفظ (ڪريان) آهي ۽ پڻ ڍاٽڪي-مارواڙي ۾ ’ڪران‘ چوندا. سِران، مهان، ڄڀان ۽ ڪران چارئي قاضي قادن جي ٻولي جا لفظ آهن.

• معنيٰ: هن بيت ۾ سچي محبت ۽ عقيدي جو اظهار نهايت ئي اعليٰ شاعري ۾ ڪيل آهي ته:
ـــ اي منهنجا ڏڻي! جي تون مون کي لکين ڌڙ ڏين، ۽ هرهڪ ڌڙ تي لکين سر هجن،

ـــ هر سر ۾ لکين وات هجن، ۽ هر وات ۾ لکين زبانون هجن،
ـــ اهي سڀ زبانون ڳالهائڻ جون تکيون هجن، ۽ انهن کي (تنهنجي واکاڻ ۾) تڪڙو ورايان
ـــ ته به اي سپن جا سائين! تنهنجي لائق ساراهه آءٌ ڪا پوري ڪري سگهان!

(6)

تون آڌارُ سڌارُ تون، تون آڌائُو اَڌَ
تون ئي اکڙيُنِ ۾، تون ئي اَندرِ هَڏَ
ڳَلِ لَڳِي ڳالِهه چوان، ڪيهِي حاجَتَ سَڏَ!

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (112)، سنتون ڪي واڻي (112)، ورهد (111).
• پڙهڻي. مٿين ماخذن جي پڙهڻين کي پيٽڙ سان، بيت جي صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
• معنيٰ:
ـــ (اي منهنجا مالڪ) تون ئي منهنجي آڌر آهين، تون ئي مون کي وڌائيندڙ سکيو ڪندڙ آهين، ۽ تون ئي منهنجو اجهو ۽ اوٽ آهين:
ـــ تون ئي (منهنجو محافظ، ۽ مون سان گڏ) منهنجي اکين ۾ ۽ منهنجي هڏ هاڏي ۾ سمايل آهين:

ـــ (تون مون کي ايترو ته ويجهو آهين جو) آءٌ توکي ڳل لڳي دل جي ڳالھ چئي سگهان ٿو: سڏ ڪرڻ جي ضرورت ئي ناهي.

(7)

آهر اَلاهان، ڪو مَ لاهيو ڪَڏِهين
ويا ڪاجَ هَٿان، وَڏَ آٽيندو وڏو ڌڻي.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (108)، سنتون ڪي واڻي (108)، ورهد (110).

• پڙهڻي. 'سنتون ڪي واڻي' ۾ پهرين سٽ جي پڙهڻي 'الاهان' بدران 'الاهر' ۽ 'ڪوم' بدران 'ڪوءِ م' آهي. قافيي جي لحاظ سان، 'اَلاهان' (= الله مان) پڙهڻ صحيح ٿيندو. 'ڪوءِ م' بدران 'ڪوم' پڙهڻ وڌيڪ موزون ٿيندو. ٻيءَ سٽ ۾ 'هٿان' پڙهڻ سان ئي قافيو صحيح ٿيندو.

• معنيٰ

ـــ الله تعاليٰ (جي رحم ۽ ڪرم) مان هرگز اميد آسرو نه لاهيو!

ـــ وڏا ڪم جيڪي هٿن مان نڪري ويا آهن (جن جي ٿيڻ جي اُميد ئي ڪانهي) سي به ڌڻي وري وڏائي پورا ڪندو.

# وحدت ۽ ڪثرت

(1)

تون چَئُه اللهُ هيڪَڙو، وائي ٻِي مَ وارِ
سوئِي ڏِيو ٻارِ، جو نه اُجهامي ڪَڏِهين.

• ماخذ: شاه جو رسالو (22)، جيپور گرنٿ-6 (7)، سنتون ڪي واڻي (7).

• پڙهڻي: مٿي ڏنل پڙهڻي ’شاه جو رسالو‘ مطابق آهي. باقي ٻن ماخذن ۾ پهرين سٽ جي پڙهڻي:
اکر ٻيا وسار، الف انگُ هي ياد ڪر

• معنيٰ:

ــــ اي انسان! اي حق ۽ حقيقت جا طالب! تون اهو اقرار ڪر ۽ چَئُه ته الله هڪڙوئي آهي؛ ٻي ڪا وائي زبان تي ئي نه آڻ!

ــــ تون اها ’توحيد‘ (هيڪڙائي حق) واري دائمي شمع روشن ڪر، جيڪا ڪڏهن به وسامڻ واري ناهي.

(2)

تون چَئُه الله هيڪَڙو، وائي ٻِي مَ سِکُ
سَچو اکرُ مَنَ ۾، سوئي لِکيو لِکُ.

• ماخذ: بيان العارفين (11) ۽ شاه جو رسالو (11) (جنهن ۾ بيان العارفين وارا سڀ بيت موجود آهن، ۽ انهيءَ ڪري اها ساڳيا نمبر رکيا ويا آهن).

• پڙهڻي. اصل ائين. هيءُ بيت ۽ هن کان پوءِ ايندڙ بيت ٻئي ’بيان العارفين‘ ۾ هڪ ٻئي پٺيان آندل آهن ۽ ٻنهي جي ٻولي قاضي قادن واري آهي: هن ۾ اکر، لکيو، لکڻ، سکڻ قاضي قادن جي موضوع ۽ بيان جا الفاظ آهن، ۽ هن بعد ٻئي بيت ۾- مروئان، موران، پکڻان جي جمع واري صورت قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهي.

• معنيٰ:

ـــ اي انسان! اي حق ۽ حقيقت جا طالبَ! تون اهوئي اقرار ڪر ۽ چَئُه ته ’الله‘ هڪڙوئي آهي: ان اقرار کان سواءِ ٻي ڪا ٻولي ئي نه سِکَ.

ـــ الله جي هيڪڙائي وارو اهو سچو اکر، پنهنجي اندر ۾ پيو وري وري لک (پنهنجي دل تي پيو وري وري وِرد ڪَرِ).

(3)

وائي ٻي مَ پُڙُ، مِرُوئان مُوران پَکَڻان
بِاللهِ سَندو سَجَڻين، هُو هُلاچو هُڙُ.

• ماخذ: بيان العارفين (12)، شاهه جو رسالو (12)

• پڙهڻي: اصل ائين. مِرُوئان، مُوران، پکِڻان جي ’جمع‘ واري صورت قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهي. ميين شاهه ڪريم ’پَکڻان‘ پڙهيو، پر قاضي قادن جي ٻولي مطابق ’پَکيان‘ پڙهڻ به صحيح ٿيندو.

• معنيٰ:

ـــ اي انسان! اي حق ۽ حقيقت جا طالب! مِروئن، جيتن، ماڪوڙين، ۽ پکين جي ٻولي به ’الله جي هيڪڙائي‘ واري آهي: تون مُنجهه نه ته ڪا ٻي آهي.

ـــ الله جي ذات جو قسم! انهن جاندارن جي ٻولين وارو هول ۽ غوغاءُ ساڳيو ان سائين جي آواز وارو ئي آهي!

(4)

ايڪ قَصرَ، دَرَ لَڪَ، ڪوڙين سَهسين ڪِڙڪِيَان
جان ئي ڪَرِين پَرڪَ، تان ئي سَڄڻَ سامُهان.

• ماخذ: شاهه جو رسالو (23)، جيپور گرنٿ-6 (32)، سنتون ڪي واڻي (32)، ورهد (31)، جيپور گرنٿ-4 (45)

• پڙهڻي: مٿين پوين ڇئن ماخذن ۾ اصل پڙهڻي ’عين قصر‘ ’شاهه جي رسالي‘ ۾ هي بيت هيٺين پڙهڻي سان موجود آهي:

ايڪ قصر، در لک، ڪوڙين سهس ڳڙکيون
جيڏانهہ ڪريان پرک، تيڏانهہ صاحب سامهون.

پهرين سٽ ۾ ٻي پڙهڻي: ’ڪوڙين ڪٽس ڳڙکيون‘ ، پر رسالي جي جن به دستخطن يا ڇاپن ۾ هي بيت آيو آهي، تن ۾ شروعات وارا لفظ ”ايڪ قصر‘ آهن. قاضي قادن جا بيت جيئن سنڌ ۾ هلندا آيا، تيئن هن بيت

جي پڑهڻي ”ايڪ قصر“ رهي؛ پر اهي بيت جڏهن دادو ديال جي روايت ۾ سندس ٻالڪن جي زباني بيان ٿيا ته ”ايڪ قصر“ بدران ”عين قصر“ جا الفاظ آيا. ”ايڪ قصر“ واري پڑهڻي ترجيح واري آهي، ڇاڪاڻ ته فصاحت ۽ بلاغت جي لحاظ سان ”ايڪ قصر در لک“ وارو فقرو وڌيڪ وزنائتو آهي، جوان ۾ ’هڪ‘ ۽ ’لک‘ جي ڀيٽ آهي. لفظ ’عين‘ کانسواءِ، دادو ديال جي روايت وارا باقي ٻيا لفظ ’شاه جي رسالي‘ واري پڑهڻي کان بهتر آهي. ’کڑڪيان‘ قاضي قادن جي بکر واري ڀاڱي جي ٻولي مطابق آهي، ۽ ان جي ڀيٽ ۾ ”ڳڑکيون“ لاڑ جي ٻولي آهي. ’جان ئي‘ پڻ قاضي قادن جي ٻولي جو لفظ آهي. ’ڪرِين‘ پڻ اتر جي هڪ مخصوص محاوري مطابق ’ڪريان‘ جي برابر آهي؛ جيڪڏهن ان کي ضمير حاضر مخاطب واري عام مفهوم ۾ وٺجي ته به معنيٰ صحيح ٿيندي.

• معنيٰ: هيءُ بيت وحدت ۽ ڪثرت جي معنيٰ ۾ چيل آهي:

— هيءُ جملي جهان هڪ ئي محل مثال آهي، پر ان کي لکين در ۽ ڪوڙين هزارين دريون آهن (بي شمار رنگ ۽ نظارا آهن)

— جتان ئي نهاربو، يا جتان به تون نهارين، ته اتان اهو سائين (خالق، ڏڻي) سامهون نظر ايندو.

(5)

سوئِي هيڏان، سوئِي هوڏان، سوئِي سو وَسي
تهين سندي سوجهري، سوئي سو پَسي.

• ماخذ: شاهه جو رسالو (31)
• پڙهڻي. اصل ائين
• معنيٰ.

— (جيڪو هن سڄي جهان ۽ ڪائنات جو خالق مالڪ آهي) سوئي هر طرف هرجاءِ موجود آهي.
— هو پاڻ پنهنجي روشنيءَ سان ئي سڀ ڪجهه ڏسي پسي ٿو.

(6)

واحِدُ هَنڌين دائرين، هيڪڙو ميئِي
جِنهِين جان جُدا ڪِي، پَسندا سيئي.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (25)، سنتون ڪي واڻي (25)، ورهد (25)، جيپور گرنٿ-4 (27)،
• پڙهڻي. پهرين سٽ ۾ اصل لفظ 'هيڪڙيو' آهي، جنهن کي 'هيڪڙو' ڪري پڙهڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو. لفظ 'ميئي' شايد قاضي قادن جي مقامي ٻولي جو آهي، يعني 'مڙيئي' ؛ ٻي معنيٰ ۾ 'ميئي' (مقامي

محاوري ۾) ’مائي‘ (سمائي) جي بدليل صورت ٿي سگهي ٿي. ’هنڌين‘ = هنڌين ماڳين، هرجاءِ. ’دائرو‘= ’حلقو‘ تعليم جي سلسلي جو (شاگردن جو استاد آڏو گولائي ۾ ويهڻ)، جنهن جي اصطلاحي معنيٰ ٿيندي درسگاه يا علمي مرڪز. مهدوي تحريڪ ۾ (جنهن ۾ قاضي قادن شامل هو) ’دائرو‘ ملڪ جي هر پاڱي ۾ هڪ مقرر علائقو هو جنهن ۾ مهدوي طريقي وارن کي ڪن اصولن موجب زندگي بسر ڪرڻي هئي. اهڙا ڪيترائي علائقا هئا. ان لحاظ سان دائرو معنيٰ اعتقادي نظريي ۽ فڪر وارو ماڳ يا گروه.

• معنيٰ:

ـــ هنڌين ماڳين دائرين، هرجاءِ ۽ هرماڳ، ڏٺي واحد هڪ ئي آهي.

ـــ پر ان کي اهي ئي ڏسي سگهندا جن پنهنجو پاڻ وڃايو آهي ۽ پنهنجي هستي ۽ خودي کي ختم ڪيو آهي.

(7)

سائِرَ ڏيئي لَتَ، اوچِي نِيچِي ٻوڙِئي
هيڪائِين هيڪُ ٿئو، وئِي سَڀِ جِهَت.

• ماخذ: بيان العارفين (5)، شاھ جو رسالو (5).

• پڙهڻي. اصل ائين

• معنيٰ:
ـــ سمنڊ (يا درياء) وڏي اُٿل ڏيئي، هيٺاهين مٿاهين ٻوڙي ڇڏي
ـــ پاڻي سڄو ملڪ ٻوڙي هڪ ڪري ڇڏيو ۽ ڪا هيٺ مٿاهين رهي ئي ڪانه!

## رسمي علم ۽ حقيقي فهم

(1)

اڪَرَ ٻيا وِسارِ، الفُ اڳيون ئي ياد ڪَر
سو تون ڏِيئو ٻارِ، جو نه اُجهامي ڪَڏِهين.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (7)، سنتون ڪي واڻي (7)، ورهد (7)، جيپور گرنٿ-4 (2).
• پڙهڻي. پهرين سٽ ۾ اصل پڙهڻي ’اڳهون‘ آهي. پر جيئن ته قاضي قادن جي ٻئي هڪ مشهور معروف بيت ۾ ’اڳيان‘ لفظ موجود آهي ( ”اڪر اڳيان اُپري، واڳو ٿي وريام“ )، انهيءَ ڪري هت پڻ ’اڳيون‘ پڙهڻ بهتر ٿيندو. ٻيءَ سٽ ۾ اصل لفظ ”اَجهنپئه“ ، راجسٿاني لهجي مطابق آهي؛ سنڌي ۾ ”اُجهامي“ ئي ٿيندو.

ـــ هن بيت ۾ هڪ الله سان محبت ۽ سندس يادگيري واري معنيٰ سمايل آهي. سنڌ جي عارفن ۽ الله وارن اهو سبق وري وري پئي ڏنو آهي. چون ٿا ته پڙائي صاحب کي جڏهن پهريون سبق مليو، ۽
استاد چيس ته چئو ’الف‘ ، ته چيائين ’الف‘ ؛ پوءِ استاد چيس ته چئو ’ب‘ ، ته چيائين ته هڪ ’الف‘ ئي بس آهي. هڪ سنڌي ڪافي جي مصرع آهي ته:
”اکر هڪ ’الف‘ جو ڪافي- ملان! ڏي ’ب‘ ڪنا معافي“!
هن معنيٰ جو مثال اسان کي پهريائين قاضي قادن جي مٿئين بيت ۾ ملي ٿو جنهن ۾ چيو اٿس ته ”الف- ب“ جا باقي بيا اکر وساري، فقط پهريون اکر ”الف“ (= الله) ئي ياد ڪر.
ـــ بيا سڀ اکر وسار ۽ فقط منڍ وارو هڪ اکر ’الف‘ ( ’الله‘ جي نالي جو پهريون اکر) ئي ياد ڪر.
ـــ تون اهڙو ڏيئو ٻار جيڪو وري نه اُجهامي.
(2)

جُون جوُن پاڙه ۽ لِکَ، ڪوڙين ڪُتَيبان پَڙهين
ايءَ سِپائِي سِکَ، جان جان پِريان نه مِڙين.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (2)، سنتون ڪي واڻي (2)، ورهد (2)، جيپور گرنٿ-4 (2)

• پڙهڻي. پهرين سٽ جي اصل پڙهڻي ’ٻاره لَک‘ جيڪا اصل راوي يا لکندڙ جي غلطي آهي: صحيح پڙهڻي ’پاڙه ۽ لِک‘ ٿيندي. تعداد واري معنيٰ اڳتي لفظ ’ڪوڙين‘ ۾ موجود آهن، جنهن سان گڏ ’ٻاره لَک‘ آڻڻ شعر ۽ معنيٰ جي سهڻائي جي خلاف ٿيندو. پڻ اصل پڙهڻيءَ ۾ ’لَک‘ ( ’ل‘ جي زبر) وارو قافيو ٻيءَ سٽ جي ’سِک‘ ( ’س‘ جي زير) سان نٿو ملي. اڳتي صحيح لفظ ’ڪُتيبان‘ آهي جيڪو ’ڪُتَيبُ (معنيٰ ’ڪتابڙو‘ ) جو جمع آهي. ٻيءَ سٽ جي اصل پڙهڻين ۾ ’ايه‘ ’سَبائي‘ ۽ ’مڙء‘ الفاظ راجسٿاني لهجي مطابق آهن، جيڪي سنڌي ۾ ’اِيَ‘ ، ’سپَائي‘ ۽ ’مڙين‘ ڪري پڙهبا.

• معنيٰ:

ـــ جيستائين جو تون لِک ۽ پڙه ۾ رُذل آهين، ته پوءِ ڪٿي ڪوڙين ڪتابڙا پڙهين

ـــ ته به اها سڄي ٻاراڻي ٻُڌ واري سکيا چئبي، جيستائين جو (تو ۾ اها چاڻ ۽ روشني پيدا نه ٿي آهي جو) حقيقي محبوب سان تنهنجو وصال ٿئي.

(3)

ڪوڙين ڪِتابان پَڙهين، جُزان جانڪِيتان

سُوڌِي ساچاءِ نه ٿِئي، پَهڻي ري پِريان.

• ماخذ: شاهه جو رسالو (30)

• پڙهڻي. اصل ائين
• معنيٰ:
ــ تون پل ڪٿي ڪِروڙين ڪتاب، سچا سارا ۽ جُزون جزون ڪري پڙهين (يا جزن جي تفصيل سان پڙهين)
ــ ته به محبوبن جي پَرچاءِ ۽ رضا کان سواءِ، توکي پوري پروڙ ئي نه پوندي.

(4)

زيران زبران آيَتان، اکران اَنتُ نه پار
هڪڙي ئي ايمانَ ۾، لَهِين سَپِنِي سارِ.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (1)، سنتون ڪي واڻي (1)، ورهد (1)، جيپور گرنٿ-4 (1)
• پڙهڻي. اصل پڙهڻي ۾ پهرين سٽ جا الفاظ ”اکر انتُ نه پار“ آهن؛ پر جيئن قاضي قادن پنهنجي اُتر واري ٻولي مطابق ’زيران زبران آيتان‘ آندو آهي، تيئن ’اکران‘ وڌيڪ صحيح ۽ موزون ٿيندو.
• معنيٰ:
ــ زيرن، زبرن، آيتن ۽ اکرن جو ڪو ڇيهه ۽ شمارئي ڪونهي (انهن سڀني جُزن کي سنڀالڻ مشڪل آهي، جو جزوي علم جي تفصيل کي ڪوبه عالم پڄي ڪونه سگهندو)

ـــ پر هڪ (ڏٽي ۾) ايمان سان تون انهن سپني کي سنپالي سگهندين (خالق واحد ئي سڄي جهان جي علم ۽ معلومات جو مُور ۽ جامع ڪل آهي؛ انهيءَ ’ڪل‘ عالم جي جامع ۾ ايمان سان ’جزن‘ جو علم خودبخود حاصل ٿي ويندو).

(5)

ڪَنزُ، قُدورِي، ڪافِيَہُ جي پَڙهِي پَروڙين سَڀ
ڪَر مَنڍي ماڪوڙي کوهَ ۾ پيئي ڪَڇي اَپ

• ماخذ: بيان العارفين (14)، شاه جو رسالو (14).
• پڙهڻي: اصل ائين
• معنيٰ

ـــ (جيتوڻيڪ تون فقہ ۽ صرف نحوَ جا اهم دَرسي ڪتاب) ڪَنزُ، قُدوري ۽ ڪافِيَہ- سڀيئي سڄا پڙهين پروڙين
ـــ ته به (تنهنجو علم ايترو ٿورو جو) چڻ کوه اندر مَنڍي ماڪوڙي پئي آسمان جي ڪَڇ ڪري!

(6)

ڪَنزُ، قُدُورِي، ڪافِيَہ، ڪِي ڪينِ پَڙهيامِ
سو پاڙه ئي ڪو ٻيو، جان ئِي پِرين لَڌامِ.

• ماخذ: گلزار ابرار (1)، بيان العارفين (1)، شاه جو رسالو (1) جيپور گرنٿ-6 (3)، سنتون ڪي واٽي (3)، ورهد (3)، جيپور گرنٿ-4 (3).

• پڑهٽي. 1. بيان العارفين ۾ ’پڑهيام‘ ۽ ’لذام‘ جي بدران ’پڑهيوم‘ ۽ ’لذوم‘ قافيا آيل آهن؛ پر پڑهيام ۽ لذام (جمع واري صورت ۾) وڌيڪ صحيح ۽ قاضي قادن جي اسلوب بيان مطابق آهن. ٻيءَ سٽ ۾ ’جان ئي‘ واري پڑهٽي قاضي قادن جي بکر واري ٻولي مطابق آهي. ’بيان العارفين‘ جي ڇاپي ۾، ’ڏيھ ئي‘ جي بدران ’پارئي‘ آهي، جيڪو اصل ۾ ’پاڑھ ئي‘ هو، ۽ اهو وڌيڪ صحيح آهي.

• معنيٰ

ـــ فقہ ۽ صرف نحو جا درسي ڪتاب- ڪنز، قدوري ۽ ڪافيہ- مون (ڪيترو به پڑهيا ته به چڻ) ڪجھ ڪين پڑهيا (انهن مان ڪجھ به نه پروڑيو، ڪي ڪين حاصل ڪيو)

ـــ اهو پاڑھ (علم ۽ پڑهڻ جو طريقو) ئي ڪو ٻيو، جتان مونکي پنهنجي پرينءَ جو پتو پيو.

(7)

سيئِي سيلَ ٿِيامِ، پَڑهيامِ جي پاڻَ لئي
اَڪرَ اڳيان اُپِرِي، واڳُون ٿِي وَريامِ.

• ماخذ: بيان العارفين (3)، شاھ جو رسالو (3).

• پڙهڻي: اصل ائين

• معنيٰ:

ـــ مون جيڪي اڪر پنهنجي ذاتي نفعي لاءِ پڙهيا، سي منهنجي سامهون سڌا پالا ٿي بيٺا.

ـــ اهي ساڳيا اڪر آڏو مون تي واڳو ٿي وريا.

(8)

لوڪان نَحوُ صَرفُ، مون مُطالِعُ سُپرِين
سوئِي پَڙهيو سو پَڙهان، سوئِي سو حَرفُ.

• ماخذ: بيان العارفين (2)، شاهه جو رسالو (2).

• پڙهڻي: اصل ائين

• معنيٰ:

- عام پڙهندڙ ۽ پڙهائيندڙ ماڻهو سڀ 'نَحو صَرف' جي علم پڙهڻ ۾ مشغول آهن پر آءٌ محبوب جي مطالعي ۾ مشغول آهيان:

- اهوئي (محبوب جي مطالعي وارو) ساڳيو سبق (حرف) ورائي ورائي پيو پڙهان.

# ناقص علم ۽ عمل

(1)

پِتو ڦِٽو پيٽ ۾، وَڍي مُلا ماهُ

ڏائِين ڏِني ڏوڙ ۾، الله اوري آهَ.

- ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (60)، سنتون ڪي واڻي (60)، ورهد (65).
- پڙهڻي. ٽنهي ماخذن جي پڙهڻين جي پيٽ سان، بيت جي وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
- معنيٰ: پهرين سٽ ۾ صحيح لفظ ’مُلا‘ آهي، ۽ نه مُلان‘ ؛ ’مُلان‘ ماه ڪونه وڍيندو، ۽ نڪي حڪيم يا ويج کي سنڌ ۾ ’مُلان‘ سڏبو آهي. هيءُ بيت اڻ چاڻ ويج يا نيم- حڪيم بابت چيل آهي. ’مُلا‘ معنيٰ وٺان. مُلا ماه يعني ٻاهران ماس ڪان. ٻيءَ سٽ ۾ اصل پڙهڻي ’ڏوئين ڏٽي‘ جنهن کي ’ڏائين ڏني‘ (= ٽٻي هنئي) ڪري پڙهبو ته صحيح ٿيندو، معنيٰ ٿيندي:
- معنيٰ

ـــ مرض اندر ۾ آهي ۽ پتو پيٽ ۾ ڦاٽو آهي، پر هو (نيم- حڪيم) وري ٻاهران ماس (ماهَ) وٺان پيو وڍ ڏئي:

ـــ هن (ويچ) ته سُڪي ڏوڙ ۾ ٿبي هنئي آهي (صاف غلطي ڪئي آهي)، باقي الله ئي آهي جو منهنجي آه کي اوري ۽ اگهائي.

## عِلت ۽ عادت

عَلتَ وجي ئي نا، عادَت ڪڏهين نه جاءِ
اُٿَ ڪَٺڪين چَڏِيو، چُڻ جُوَاسا ڪاءِ.

- ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (65)، سنتون ڪي واڻي (65)، ورهد (61).
- پڙهڻي. تنهي ماخذن جي پڙهڻين جي پيٺ سان، بيت جي وڏيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
- معنيٰ. علت ۽ عادت جو انسان جو ڪردار تي وڏو اثر پوي ٿو: چڱي عادت ڪردار کي سنواري ٿي ۽ بري عادت اخلاق کي بگاڙيثي. شروعاتي هير جي پڪي ٿيڻ سان ’عادت‘ پوي ٿي، ۽ عادت جي پڪي ٿيڻ سان اها ’علت‘ بنجي ٿي ۽ انسان کي ڪنهن به عمل تي مجبور ڪري ٿي. تقويٰ ۽ پرهيزگاري مان انسان بري عادت ۽ علت کان بچي ٿو ۽ پڻ پيدائشي علت کي هاجيڪار ٿيڻ کان پاڻ بچائي سگهي ٿو.

انسان جيڪڏهن حيوان ٿي هلندو ته عادت ۽ علت جو غلام ٿيندو، چاڪاڻ جو جانور پنهنجي عادت ۽ علت جو تابع آهي جيڪا اُن جي سرشت ۾ سمايل آهي. اڻ جي اها عادت ۽ علت جو ٻيا گاه چڏي جُوانسو گاه کائي؛ سائي ڪٽڪ ۾ چڏبس ته به چونڊي جوانسو چرندو.

شاهه عبداللطيف ڀوءِ ساڳي معنيٰ کي کولي ورجايو ته:

آڻي ٻڌم وڻ جاءِ، مانَ مُگريون چَري
ڪڌاتورو ڪرهو لڪيو لاڻي کاءِ
ان مَيي سندين ماء، ڳالهين مون ڳوڙها ڪيا.

-

کائي نه ڪنڊهار، چندن جا چوپا ڪري
اگر اوڏو نه وڃي، سَرڪنڊ لهي نه سار
لاڻِيءَ جِي لَغار، مَيو متارو ڪيو.

بيت جي معنيٰ:

ـــ علت چڏيس ئي نه، عادت ڪڏهين نه وڃي
ـــ اڻ کي سائي ڪٽڪ ۾ چڏيو ته به چونڊي جوانسو گاه کائيندو.

(2)

توڙي وڃي رُوَمَ، ناهه نَصيبُون اڳرو
ماني مٿي ٿوم، جنَن جو لکيو چِٽي ۾.

- ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (109)، سنتون ڪي واڻي (109)، ورهد (6)
- پڙهڻي. جيئن ته بيت ۾ سمايل خيال مشهور پهاڪي وارو ئي آهي، انهيءَ ڪري بيت جي پڙهڻي صحيح ائين ٿيندي جئن مٿي ڏني وئي آهي. چٺو= روز ازل وارو لکيو. ’چٺي ۾‘ ، يعني روز ازل واري لکيل چٺي ۾.
- معنيٰ:

ـــ جيڪڏهن (ڪو شوم) ڪٽي روم وجي، ته به پنهنجي نصيب کان اڳتي وڌي نه سگهندو:

ـــ (سندس واسطي کائڻ لاءِ) ساڳي ماني ٿوم سان هوندي، جيئن ان لاءِ روز ازل کان لکيل آهي.

(3)

سِيچاڻا تي سِينهَن، ڏونهَئِين وسَنِ جهنگ ۾،
سي کَڙ کاوَن ڪِيئَن، ماسُ جِنهِين کي لِکيو.

- ماخذ. جيپور گرنٿ-6 (113)، سنتون ڪي واڻي (113).
- پڙهڻي. پهرين سٽ ۾ ’تي‘ بدران ’آتي‘ ۽ ’ڏوهئين‘ بدران ’ڏُوئِن‘ آهي، ٻيءَ سٽ ۾ ’سي‘ بدران ’سو‘ ۽ جِنهين کي‘ بدران ’جنهين ڪو‘ آهي. اهي پڙهڻيون بيت کي راجستاني لهجي ۾ پڙهڻ سان رائج ٿيون.
- معنيٰ:

ـــ شهباز ۽ شينهن، ٻنهي جو گذر جهنگ ۾ آهي:
ـــ اهي گاهه (ڪڙ) ڪين کائيندا، جو انهن جو پيدائشي طعامو ئي گوشت آهي.
’شاهه‘ جي رسالي‘ ۾ ’سر سِينهن ڪيڏاري‘ جو بيت آهي ته:

نينهن سِيچاڙي سِينهن، ٿنهي قصد ڪباب سين،
رات ڪاڏائون ڏينهن، ته پڻ پوڙن بُڪيا.

(4)

ڪَڍي ڪاچُوراء، جَني ٻج نه پوکيو
راهون روحُ رُچَندِيُون تَني کي ڪِياء.

- ماخذ: حڪايت الصالحين (26)
- پڙهڻي. اصل ائين
- معنيٰ: ڪاچُورا= ڪک ڪَهچَر. راهُون= اَن جون راهُون، جهجهو ان. روح رچنديون= دل وڻندڙ. ڪياء= ڪيئن، ڪٿان (ملنديون).

ـــ جن ڪَک ڪهچر ڪڍي (زمين صاف ڪري، کيڙي) ٻج نه پوکيو
ـــ تن کي مَن وڻندڙ وڏيون راهُون اَنَ جون ڪيئن ملنديون!

(5)

هَر هَر فال ڪريندِيان، راڌي ڳِئي وِها

وج پُڇو سانوڻ سُتِيَان لابي لنگھڻ آ.

- ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (103)، سنتون ڪي واڻي (103)، ورهد (101).
- پڙهڻي. اصل ائين
- معنيٰ. وقت تي ڪم نه ڪرڻ واري عادت سببان نقصان سهڻ بابت هاريءَ جي غفلت جو مثال ڏنل آهي. غافل هاري، ٻني جي جهنگ وڍڻ، نار يا هرلي چاڙهڻ ۽ چالو ڪرڻ، هر ٻڌڻ ۽ ٻج گڏڻ وقت فالون پائيندا ۽ سوڻ ڳوليندا. جيڪڏهن واڌائي واري فال نه پئي، يا سوڻ سوَلو نه ٿيو، ته وري تاريخ مٽائيندا. ائين دير ڪندي ڪندي پوکڻ واري مند وڃائي ڇڏين، ۽ جڏهن پيا لابارا ڪن ته هي بک ۾ لنگھڻ ڪين. فال ڪرينديان= فالون ڪندڙ يا فالون وجهندڙ؛ راڌي= ٻج پوکڻ جي پوري مند يا مهل؛ سانوڻ سُتيان= سانوڻي جي مند ۾ (جيڪا پوکڻ جي پوري مند آهي) سمهندڙن، غفلت ڪندڙن ۽ پوک جي تياري نه ڪندڙن؛ لابي= لاباري جي وقت. لنگھڻ= بک، فاقو. معنيٰ ته:

— جيڪي (پوک جي ڪم ڪرڻ بدران) هر هر فالون پيا پائين (۽ وقت وڃائين) تن کان ٻج پوکڻ جي مند وهامي وئي (مهل هٿان هلي وئي)؛

ـــ سانوڻي جي مند ۾ سمهي رهندڙن کان وچي پڇو ته لاباري جي وقت (جڏهن ٻيا نئون انُ پيا پيهن، پچائين ۽ کائين) فاقو ڇا ٿيندو آهي!

## سورهيائي ۽ خود اعتمادي

(1)

تان تان سُورهيه سَڀڪو، جان جان مَه نه مِڙَنِ
رُڪَ وهنديءَ سامُهُون سُورهيه سي جاوَنِ.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (72)، سنتون ڪي واڻي (72)
• پڙهڻي. مٿين ماخذن جي پيٿ سان وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جئن مٿي ڏني وئي آهي.
• معنيٰ: ’مَهائين‘ معنيٰ وڏا سورهيه. ٻيءَ سٽ ۾ ’جاوَن‘ معنيٰ ’وجن‘.

ـــ تيسين تائين ته هرڪوئي سورهيه آهي (پاڻ کي سورهيه ٿو سڏائي) جيسين تائين (جنگ جي ميدان ۾) وڏا پهلوان نه گڏيا آهن (ساڻن منهن مقابل نه ٿيا آهن).
ـــ سورهيه اهي آهن جيڪي ترارين لڳندي (رڪ وهندي) سامهون وجن ۽ منهن مقابل ٿين.

(2)

ڏَرڻي چَڻُه مَ اِيئَن، پَنجَئي اَپَ ڪارَڙا
جِتِ پَڙَ مِڙندَا پِينئَن، تِتِ لَپِندي مُڙسانهِ ڪَرَ.

• ماخذ: حڪايت الصالحين (12)
• پڙهڻي. پهرين سٽ ۾ اصل ’ڏرٽي‘ (= اي ڏرٽي). وڌيڪ صحيح پڙهڻي ’ڏَرِ نِي‘ = جَهِل ني، چُپ ڪر.
• معنيٰ:
ـــ ماٺ ڪر! ائين نه چَئُه ته ڪو پنجئي اپ ڪارا آهن (سپ هڪ جهڙا آهن)
ـــ جتي وڏا پهلوان منهن مقابل ٿيندا، بهادر مڙسن جي خبر اتي پوندي!

(3)

ٻُڪَ پاڻِيءُ مَنجھ، ٻاپِيها ٻُڏِي مئا
جي تو پوي سَمجھ، تان تون ڳيرو نه ٿِيوين.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (71)، سنتون ڪي واڻي (71)
• پڙهڻي: ٻنهي ماخذن جي پڙهڻين جي پيٽ سان، وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. پهرين سٽ جي شروع وارن اصل لفظن ’نه ڪاء‘ تي (پهريين پيري رسالي ’مهراڻ‘ ۾ لکڻ وقت) غور ڪندي ’ٻه گا‘ واري صورت معلوم ٿي. پر هاڻي ٻيهر غور ڪندي هڪ صورت ’نِڪَ‘ واري صورت نظر آئي جو ’نه ڪا‘ (= نه ڪا) کي ’نِڪَ‘ پڙهي سگهجي ٿو. معنيٰ ’پاڻيءَ جي ننڍڙي اَڌ

يا ’وَهندي‘ . (ڪوهر، يا تڙ مان جڏهن ’ٻوڪي‘ سان پاڻي ڪڍجي ٿو ۽ ٻاهر هارجي ٿو ته ’نِڪَ ۾ پاڻي وهي ٿو. وڏيڪ بهتر اصطلاحي معنيٰ واري پڙهڻي (ٻه ڪا=) ’ٻُڪَ‘ ٿيندي ۽ اهائي رکي وئي آهي. آخري لفظ ’ٿيوين‘ بکر جي علائقي واري ٻولي مطابق آهي.

- معنيٰ: هن بيت جي معنيٰ ڳوڙهي آهي. ’ٻاپيها‘ = ٻيرا. ٻيري جو هڪ قسم ’ٻاپيهو‘ آهي، جيڪو عام ٻيري کان ننڍو ۽ وڏيڪ ڳاڙهيرڙو ۽ سهڻو هوندو آهي ۽ پڻ گهُگهلَندو ۽ مٺي ٻولي ڪندو آهي. هي سهڻو پکي آهي، پر آهي بالڪل نازڪ ۽ ضعيف. سخت گرمي به کيس ماري، ته سانوڻ جو مينهن به ان کي ماري، جو هن جا کنڀ پسن ۽ ٿورڙي پاڻي ۾ ڪِري ته به ڦٿڪي مري. هڪ آڳاٽي ’ڳاهه‘ ۾، ۽ پڻ ’شاهه جي رسالي‘ جي هڪ بيت ۾، لڪ ۽ گرمي سببان ٻاپيهي جي مرڻ ڏانهن اشارو آهي:

”ته ڪر لڳنِ لُڪَ، ٿر ٻاپيهو ٿي مران“.

ٻاپيهي جي گهگهلڻ بابت ڪنهن سالڪ چيو ته:

تون چونه گهُگهلِين ٻاپيها، جو ٿريئي ٿول سَرياءِ:

هيٺ جر، مٿي مجر، ٿِريا پرين پاس رهياءِ،

مون جئن ڪينِ وياءِ، سانگي لڳي سپرين!

انهن سپني سهڻاين هوندي به، ٻاٻيهو هڪ هيٺو ۽ ضعيف پکي آهي. قاضي قادن جي هن بيت ۾ توڙي هيٺ ٻين بيتن ۾، هيٺائي ڇڏي همت ۽ حوصلي ڪرڻ جي تعليم ڏنل آهي.

— ٻاٻيها ڳيرڙا ته ٿورڙي ٻُڪ پاڻيءَ ۾ ئي ٻڌي مئا!

— جيڪڏهن توکي ڪا پروڙ پوي ته هوند ڳيرو نه ٿئين (پر شهباز ٿئين)

(4)

جي اُترِ جي لاهه، سَجڻ سَبَ پَرکئِا

ري پنهنجي کَنِئَي، سُپَر ٻري نه باهِ.

- ماخذ: بيان العارفين (16)، ۽ شاهه جو رسالو (16)
- پڙهڻي. اصل ائين
- معنيٰ: ’لاهه‘ قاضي قادن جي اترئين بکر علائقي واري ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ ’لاڙ‘ (يا ڏکڻ).

— اتر توڙي لاڙ ۾، مون سڀ دوست آزمايا!

— پر پنهنجي ڪوشش ۽ ڪمائي کان سواءِ باهه پرجي نه ٻرندي (مچ نه کندي، ڪاميابي نه ٿيندي).

(5)

تکو تيِڏوئِي وَهي، جيڏو مُنه مِهراڻَ

ڏَيھ سَپوئي هِڪَڙو، ڏِير لَڏوسِين پاڻَ.

- ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (56)، سنتون ڪي واڻي (46)، ورهد (56).
- پڙهڻي. ٽنهي ماخذن جي پيٽ سان وڌيڪ صحيح ۽ صاف پڙهڻي ائين معلوم ٿئي ٿي جئن مٿي ڏني وئي آهي.
- معنيٰ. هن بيت جو مرڪزي مفهوم اهو آهي ته: ’جيڏو وڏو حوصلو اوتري حاصلات‘

ـــ درياء (مهراڻ) تيڏوئي تکو وهندو جيڏو وڏو اُن جو مُنهن هوندو:

ـــ جهان ساڳيو هڪ ئي آهي (جنهن ۾ ماڻهو سڀ هڪ جهڙا آهن، جهڙا ٻيا تهڙا اسين:) پر وڏي ڏيرج سان ’پاڻ‘ کي پروڙيوسون.

(6)

تارَنِ جيئن تَرِين، پُسائِين مَ مولهِيَا
پِڙُ مَ لڄَائِين، تنہ سچي دِيوانَ ۾.

- ماخذ: ورهد (86).
- پڙهڻي. ٻئي ڪنهن ماخذ ۾ هيءَ بيت ڪونهي جو ڀيٽي سگهجي؛ ’ورهد‘ جي اصل لکت مان اها پڙهڻي نڪري ٿي.

• معنيٰ. تارن جيئن= جيڪي وڏا تڪا تارو (ترندڙ) آهن تن وانگر.

مولهيا= پَٽڪا، مٿي تي مُوڙي ڪري ٻڌل ڪپڙا (تارو جڏهن ڪنهن وڏي پاڻيءَ مان تري ٻئي طرف ويندا آهن، تڏهن پنهنجا ڪپڙا جتي وغيره موڙي ڪري مٿي تي ٻڌي سوگها ڪندا آهن، ۽ ترڻ وقت پنهنجو سر مٿي اوچو رکندا آهن ته جيئن ’مولهيو‘ يا ’مولهاٺو‘ نه پُسي). پڙ= آزمائش وارو ميدان. ’سچو ديوان‘= (فيصلو ڏيندڙ). چڱن امينن جي مجلس، منصفن جي ڪورٽ.

ـــ (توکي گهرجي ته) تون تِکن تارُن وانگر تَرين ۽ مٿي تي ٻڌل پنهنجو مولهيو نه پُسائين:

ـــ جيئن انصاف ڪندڙ امينن جي ڪچهريءَ ۾، شرط ۽ مقابلي جو ميدان نه لڄائين (= ميدان ۾ پاڻ نه لڄائين).

# ٿُرَهي سندي تاتِ

(1)

جان جان ڪَنڌِيَ ڪانہَ، تان تون ٿُرَهي تاتِ ڪَر
ڪَپَرَ سَندِي دانہَ، مَتِ اوچتِي اُلَهي.

- ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (84)، سنتون ڪي واڻي (84)، ورهد (84).
- پڙهڻي. ڇئني ماخذن جي پيٽ سان، بيت جي وڏيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
- معنيٰ. جان جان ڪنڌي ڪانهہ= جيسين تائين جو ڪنڌيءَ لڳ ڪانهہ جا وڏا ٻُوڙا بيٺل آهن. تات ڪر= سنڀال ڪر. ’ٿُرهو‘ (ڪانهہ ۽ سَر جي ڪانن کي ڪاٺ جي ڪاين ۾ واڻي ٻڌي ٺاهيو ڇڻ ڪڪائين بيڙي آهي): اصطلاح طور ’بيڙي‘ . ڪپر جو ڪَڙڪو= ڪنڌيءَ لڳ پاڻي جي چاڙهہ ۽ وهڪري جوواڇٽ، درياءَ جو ڌڙڪو. مت= متان. الهي= لهي، مٿان اُٿلِي وَري، مٿان اُٿلي لپيٽ ۾ آڻي.

ـــ جيسين تائين جو (درياءَ يا واهُڙ جي) ڪنڌي لڳ ڪانهہ بيٺل آهن، تيسين تائين تون پنهنجي ٿُرهي جي سنڀال ڪر (ان کي ٺاهہ ۽ ٻڌُ)

ـــ متان (غفلت ۾ دير سببان تنهنجي مٿان) ڪپر اوچتو ڪڙڪو ڪري اچي ڪِري.

(2)

سَنجهي سِبِي ٽُرهڙو، غافلَ ڇو نه وِڌوءِ
جَڏهِين لَهرِين گمُ ٿِئين، تڏهين سَنپاريوءِ.

- ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (86)، سنتون ڪي واڻي (86)، ورهد (84).
- پڙهڻي. ٿنهي ماخذن جي پيٽ سان، بيت جي وڏيڪ صاف صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
- معنيٰ. اصل ۾، ٽُلَهڙو= ٽُرهڙو، ننڍڙو ٽُرهو. سبڻ= (ڪاٺين مان گهڙيل) سُوئن سان ڪانه جي ڪانن ۾ ڪاٺ وارن ڪايَن کي سِبي واڻي مضبوط ڪرڻ، ٽُرهي جو تَرُ بَڌڻ. لهرين گم ٿئين= لهرين ۾ لپيٽجي وئين.

ـــ اي غافل! سوير ئي، گهڻو اڳواٽ ئي، پنهنجو ننڍڙو ٽُرهو سِبي واڻي مضبوط ڇونه ڪيئي!
ـــ جڏهين درياءَ جي لهرين ۾ لپيٽجي وئين (۽ ٽُرهو ٽُٽَڻ لڳو) تڏهن وڃي سنپاريئي!

(3)

جي تَرُ ٽُٽو ٽُرهَڙي، سائِرَ مَنجهه ٿِيانهِ

ڪَرِ ٻانهان ڀاڙيچِيَان، مَ ڪَرِ سَڌَ ٻِيانہِ.

- ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (85)، سنتون ڪي واڻي (84)، ورهد (83)
- پڙهڻي. ٽنهي ماخذن جي پيٺ سان، بيت جي وڏيڪ صاف صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. پهرين سٽ ۾، اصل پڙهڻي ’تل‘ ۽ ’تُلهڙي‘ آهي (جن ۾ ’ر‘ جو اچار مٿجي ’ل‘ ٿيو آهي)، يعني ’تَرُ‘ ۽ ’تُرهڙي‘.
- معنيٰ:

ـــ جيڪڏهن (اتفاق سان) تُرهي جو تَرو ان وقت ٽٽي پوي جو تون وڏي پاڻي (سائر) ۾ هجين

ـــ ته به (پاڻي پنهنجي همت ڪر:) پنهنجي ٻانهنِ کي اوليون بناءِ (۽ پاڻهي پاڻ تري ڪناري تي سلامت پهچ) پر ٻين کي مدد لاءِ نه ٻاڏاءِ!

(4)

جان تُون تارُو پاڻ، تان پِي پُڇ تارُنِ ڪَلَ
تان تو ڪَنا سُڄاڻَ، وجي ڪَپَرَ آهِلِي.

- ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (87)، سنتون ڪي واڻي (87)، ورهد (85).

• پڙهڻي. ٿنهي ماخذن جي پيٽ سان، بيت جي وڏيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.

• معنيٰ:

پهرئين سٽ جي آخر ۾ اصل پڙهڻي 'تِڳان ڪل' يا 'تلڳان ڪل' آهي. 'تِلڳان' لفظ 'تن لِڳان' (= تن ڳِنا، تن ڪَنا) جو هلڪو اُچار ٿي سگهي ٿو، پر وزن جي لحاظ سان 'تِڳان'، پڙهي سگهجي ٿو. باوجود ان جي معنيٰ صاف نه ٿيندي: 'تن ڪان' يعني ڪنهن ڪان؟ غالباً اصل پڙهڻي 'تارُن ڪل' هئي: يعني جيڪي تارو آهن تن کان خبر پڇ.

ـــ جيتوڻيڪ تون پاڻ تارو آهين، ته به پين تارُن (سونهن ۽ ماهرن) کان پڇي پڪ ڪر

ـــ انهيءَ لاءِ ته اي سياڻا! تو مٿان ڪپر هٿي وڃي پاسي تي ڪِري (۽ تنهنجي مٿان نه پئي).

(5)

وِڄُ، بادَلَ ۽ واءُ، ڊِڄُ نه لَهرين لَڳِيو
سَڏَرَ سونهان چاءُ، بيڙي بَڏڻُ ناهه ڪو.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (91)، سنتون ڪي واڻي (91)، ورهد (90)

• پڙهڻي. ٿنهي ماخذن جي پيٽ سان، بيت جي وڏيڪ صحيح ۽ صاف پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني

وئي آهي. ٻيءَ سٽ ۾ اصل لفظ ’جاءُ يا جانء‘ آهي جنهن کي چاءُ (= ڪَٽُ) پڙهڻ سان معنيٰ وڌيڪ صاف بيهندي.

- معنيٰ. هيءُ بيت ’سمنڊ جي سفر‘ جي موضوع ۽ معنيٰ وارو آهي، جنهن ۾ ٻيڙي کي سنڀالڻ لاءِ ڪو چاڙهو مُعَلِم، ناکئو يا سونهون ڪَٽڻ ضروري آهي. شاه صاحب پوءِ هن موضوع کي وڌيڪ کوليو ۽ سُر سري-راڳ‘ ۾ خاص طرح سُر سامونڊري ۾ ان جا معنوي نقطا بيان ڪيا ته:

سُونهان سُڌيون ڏين، هن ديواني درياء جون
-
سونهَنِ جي صلاح، وٺ ته وِير لنگهي وڃين.

بيت جي معنيٰ:

ـــ ڪنوڻ، جهُڙ ۽ طوفان واري حالت ۾، وڏين لهرين لڳندي ڊچ نه:

ـــ همت وارو ناکئو سونهون ڪري پاڻ سان کڻ، ته ٻيڙي جي ٻڏڻ جي ڪو خطرو خوف باقي نه رهي.

(6)

جُنگُيون جوڻڪيون جِتِ، ٻُوهِٿَ ٻاتاڙا ٿِيَنِ
مِهَرَ تُنهنجِيَ تِتِ، مَڪُرِيان پِي پارِ پَوَنِ.

- ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (89)، سنتون ڪي واڻي (89)، ورهد (88).

- پڙهڻي. ٿنهي ماخذن جي پيٽ سان، بيت جي وڏيڪ صحيح ۽ صاف پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
- معنيٰ: پهرين سٽ ۾ اصل پڙهڻي جُنگِيئَون جوکِيئون... ٻُوهِٿَ‘ ، ۽ ٻيءَ سٽ ۾ ’مُڪَرِيان‘ آهي. معنيٰ جي لحاظ سان ’جنگيون جؤنڪُيون‘ پڙهڻ صحيح ٿيندو؛ ’جؤنڪيون‘ يعني وڏيون ۽ مضبوط (ٻيڙيون). ٻيو صحيح لفظ مَڪُري‘ آهي، جنهن جو جمع ’مَڪُريون‘ . ٻيڙيون هڪ ’ڏُنگيون‘ ٻيون جُنگيون‘. ’جنگيون‘ معني وڏيون شاهي ٻيڙيون، ميين شاهه عنات توڙي شاهه لطيف ’جُنگ‘ جهازن جو نالو آندو آهي:

متان ڪي من لوڏين، پسي جنگ جهاز
(ميون شاهه عنات)

ڪالهه وڏائين ڪن ۾ جاڏا جنگ جهاز
(شاهه لطيف)

جهوني جنگ جهاز کي، ڪوڏا هڻائج ڪِير
(شاهه لطيف)

’ٻُوهِٿ‘ جي معنيٰ تحقيق طلب آهي؛ ٿي سگهي ٿو ته اهو غوراب جو ڪو قسم هجي.

مٿينءَ وضاحت موجب بيت جي معنيٰ ٿيندي:

— (وڏين لهرين ۽ ويرن ۾) جتي وڏيون جُنگيون ۽ جَڙنڪيون ٻيڙيون توڙي شاهي ٻوهٽ (غوراب) سڀ خطري ۾ لڏن ۽ ٻڏن،
— اتي اي منهنجا موليٰ! تنهنجي رحم ۽ ڪرم سان ننڍڙيون ٻيڙيون شال پار پهچن!

(7)

پاڪِڙيَان ڊچڻ هوءِ، پَئُه پَلان ئي نه لَهي
تِتي ساٿُ سَندُوءِ، اَچِي سو لَڪَنِ لنگهيو.

- ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (90)، سنتون ڪي واڻي (90)، ورهد (89).
- پڙهڻي. ٽنهي ماخذن جي پيٽ سان، بيت جي وڌيڪ صحيح ۽ صاف پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
- معنيٰ: پاڪِڙي= ننڍي ٻيڙي (جمع) پاڪڙيون، ’پاڪڙيان‘ جمع واري صورت قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهي. پَلان ئِي= پَلن ڪي ئي، وڌيڪ وڏن شاهي (جهازن) ڪي ئي. ’پلان‘ جي جمع واري صورت قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهي. اصل ۾ ’لنگهيو‘ ۽ ’لڳيو‘ به جدا پڙهڻيون آهن. لڳيو= لڳو ۽ بيهي رهيو. جنهن ۾ ڊپ واري حالت، نه لنگهي سگهڻ واري معنيٰ سمايل آهي: يعني ته سفر جي مشڪل منزل جو ذڪر

آهي. ’لنگھيو‘ پڙهڻ سان، ان مشڪل مان نڪرڻ جي معنيٰ نڪرندي.

بيت جي معنيٰ ٿيندي ته:

— (سمنڊر جي سفر ۾) جتي ننڍڙيون ٻيڙيون (پاڪڙيون) ته ڊپ ۾ پريشان ٿين ٿيون، پر وڏن پلن غورابن ۽ جهازن کي به خوف ٿو ٿئي:

— تِتي تنهنجو ساٿ انهن سوڙهين نارِيُن ۾ اچي گهڙيو آهي (يا انهن مان اچي لنگهيو آهي).

(8)

ڀَنوَريان ڀَئُه ناهِ، سندي ٻِريان ٽُرَهي
نِگَهَندي نِگاه، پڌرو نيہ نه اوهِري.

• ماخذ: حڪايات الصالحين (10)
• پڙهڻي. اصل ائين
• معنيٰ. ڀَنوَرُ= وڏو ڪُنُ. ڀنوريان= ڀَنوَرَنِ کان، ڪُنن کان. نگهندي= نگاه ڪندي، ڏسندي. پڌرو= ظاهر ڏسندي. نيہُ= وچ وارو وڏو ڊگهو ڪاٺ، کُوهو.

— محبوبن جي ٽُرهي (ٻيڙي) کي، ڪُنن کان ڪو خطرو ڪونهي

— پر (سندن ٻيڙي آهستي وچي جو آءٌ بندر تي بيهي ان کي ڏسندي رهان:) جيسين تائين نگاھ پوي تيسين

تائين ڪُوهو پڌرو هجي ۽ اوهري نه وڃي (ٻيڙي نظر ڪان غائب نه ٿي وڃي!).

(9)

جي سو سُڃاتوءِ، جو سَرَ سندو پاتَڻِي
وَڄُ لَهِرين گڏِيو، ڪَپَرُ ڪِي نه ڪَندُوءِ.

- ماخذ: حڪايات الصالحين (21)
- پڙهڻي. اصل ائين
- معنيٰ. ’سر‘ جي عام فهم معنيٰ ’وڏو تلاء‘ ، پر قاضي قادن جي دور ۾ ۽ ان کان اڳ اصطلاحي جي طور درياء ۽ سمندر جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيو.

ــــ جيڪڏهن تو ان کي سڃاتو جيڪو پاڻ درياء جو پاتڻي (پتڻ اُڪاريندڙ) آهي

ــــ ته پوءِ پل وڏين لهرين وچان پيو وڄ: توکي خطرناڪ ڪپر به ڪو نقصان نه پهچائيندو.

قاضي قادن هيءُ بيت شيخ فريد جي هيٺئين بيت جي جواب ۾ چيو (جيڪو جيپور گرنٿ-6 ۾ سنتون ڪي واڻي ۾ نمبر 76 ۽ ’ورهد‘ ۾ نمبر 72 آهي؛ پڻ اهو گُرو گرنٿ يا آد گرنٿ‘ ۾ ٿوري تبديل سان شيخ فريد جي دوهن ۾ شام آهن):

ڏينہ لٿا، سَنجها پئي، اڳُون آئِي رات

ڪَڙا پُڪاري پاتڻِي، ’ٻيڙا ڪَپر وات‘

# ڪاهوڙي

(1)

ڏيهه ڏِهائين ناهِ، جتي پيرُ نه پَڪِيَان
تِتي ڪاهوڙيان، وَرَ ڏيئي وَڻَ چُوندِيا.

- ماخذ: بيان العارفين (20)، شاھ جو رسالو (20)
- پڙهڻي. اصل ائين
- معنيٰ. پهرين سٽ جي پهرئين اڌ کي ٻن صورتن ۾ پڙهي سگهجي ٿو: 1. ’ڏينهن ڏِينهائِين ناهه‘ ، يعني جتي چٽائي ناهي، روشني ناهي. 2. ’ڏيهه ڏيهائِي ناهه‘ = ماڻهن جي آباد وَسندِي ناهه، ڪا پَهَر ئي ناهِ. هي معنيٰ وڌيڪ صاف سهڻي آهي. ’پڪيان‘ (= پڪين جي) ۾ ’ڪاهوڙيان‘ واري سِٽاء قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهي. ڪاهو يا ڳهو، معنيٰ هڪ خاص قسم جي ننڍي ڪوڌر جنهن سان وڍجي، ڪوٽجي. ڪاهوڙي= ڪاهي يا کهي وارا اورچ پورهيت جن جو ڏٿ تي گذران. ور ڏيئي = وڏا ڦيرا گهمرا ڪري. وڻ

چونڊيا= وڻن جا گل، ڦَر ميوا (ڀُسي، ڏئونرا، پَڪا، سگڙ، ٻير) چونڊي. ڏُٿ پٽي، چاڙهي، چونڊي گڏ ڪيا.
ـــ جتي ڪا وسندي يا ڪا پهر ته ڪانهي، پر جتي پکين جو به پير ڪونهي.
ـــ تتي اَڻ ورچ جفاڪش ڪاهوڙين، وڏا ڦيرا ۽ وَر ڏيئي ڏُٿ چونڊي گڏ ڪيا.

(2)

آپيرِيَ ۾ پيرُ، ڪِنهِين لَڌو پيرِيئين،
تِنهِ پُون سندو پيرُ، ڪوڙين مَنجھ ڪو لَهي.

- ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (37)، سنتون ڪي واڻي (37)، ورهد (36)، جيپور گرنٿ-4 (51).
- پڙهڻي. چئني ماخذن جي پيٺ سان بيت جي وڏيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني ويئي آهي. (پڙهڻين ۾ جزوي اختلاف لاءِ ڏسو پاڳي-3 هيٺ انهن ماخذن ۾ ڏنل اصل پڙهڻيون).
- معنيٰ. اصل پهرين سٽ ۾ پهريون لفظ 'آپَري' آهي، پر صحيح 'اَپيري' ٿيندو، يعني اها جُوءِ يا اراضي جتي ڪوبه پيرو نه هجي، يا پيروئي نه لڳي. ٻيءَ سٽ جو اصل ٻيو لفظ 'پَوَ' آهي جيڪو 'پُون' (= زمين) پڙهڻ گهرجي. 'شاهه جي رسالي' جي هيٺين بيت ۾ قاضي قادن جي بيت جو عڪس موجود آهي:

ڪُپيرِيَ ۾ پيرُ، ڪِنين پاتو پيريين
جئائين مُنجهڻ ماڻهئين، تئائين سڄڻ سير
اِن پونءِ سندو پير، ڪوڙيين منجهان ڪو لهي.

بيت جي معنيٰ:

ـــ ان اوپري جُوءِ ۾ جتي پير جو نشان ئي نه لڳي (آپيري)، اُتي بالڪل ڪن ٿورڙن چاڙو پيرو ڪڍندڙن پيرو ڳولهي لڌو

ـــ اهڙي زمين جو نوع ۽ نمونو، ڪروڙن منجهان ڪو هڪ صحيح ڪري سگهندو.

# گهاتو

(1)

جو ڳِهڙي سو نـي، ڪو جو قَهَرُ ڪَلاچَ ۾
خبر ڪو نه ڏي، رَڇُ ڪُڇاڙي رَندِيو.

- ماخذ: تَذڪِره قُطبِيَہ (1)، شاھ جو رسالو (29)
- پڙهٽي. اصل ائين
- معنيٰ. 1. جو گهڙي= جيڪو اندر پاڻي ۾ گهڙي. نِيَڻُ= ڪٽي وڃڻ. سو نـي= تنهن کي هو (مڇ) ڪٽي پيو وڃي. ڪَلاچ= ڪلاچ جو ڪُنُ. 2. رَڇُ= وڏو چار.

ڪُڇاڙي= ڪنهن، ڪهڙي شيءَ. رنڊيو= وچ ۾ اٽڪاءِ ڪري جهليو.

هن بيت ۾ ’مورڙي ۽ مانگر مڇ‘ جي قصي جا اهڃاڻ سمايل آهن. ڪلاچ، يعنيٰ ڪَلاچي جو ڪُن جنهن ۾ ويٺل مانگر مڇ مورڙيي جا ڇهه ڀائر کاڌا. ڀريائين هڪ کاڌائين، ٻيو ان کي ڳولڻ ۽ ڇڏائڻ لاءِ لٿو ته ان کي کاڌائين- اهڙي طرح جيڪو ٻيو گهڙي تنهن کي مانگر مڇ ٻيو کائي- ’جو گهڙي سوني‘

ـــ ڪَلاچيءَ جي ڪُن ’ڪَلاچَ‘ ۾ جيڪو ٻيو گهڙي، تنهن کي مانگر مڇ ٻيو هيٺ ڇڪي ڳڙڪائي:

ـــ ڪوبه (جيئرو موٽي اچي) خبر ڪونه ٻيو ٻڌائي ته ڇار کي ڪهڙي شيءِ جهلي قابو ڪيو آهي!

(2)

اُباهي چَيَوِنِ جو، سو نه ڪَيائُون ڪَنِ

تان ئي پيئِي پَريانِ کان، گَهَنگَهَرِ گهاتُوڙنِ.

- ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (88)، سنتون ڪي واڻي (88)، ورهد (87).
- پڙهڻي. ٽنهي ماخذن جي پيٺ سان، وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. ٻيءَ سٽ ۾ ’پريان سان‘ بدران ’پَريان کان‘ (= پريين

پار ڪان، ڏٽي جي طرفان= تقدير ڪان) پڙهڻ صحيح ٿيندو.

- معنيٰ. مورڙيو ۽ سندس ڇهه ڀائر وڏا ڳهاتو هئا، يعني ته سمنڊ ۾ مڇي جي شڪار جا وڏا ماهر هئا. سندن پيءُ جو نالو ’اوباهيو‘ هو جيڪو وڏو تجربيڪار هو. تنهن پنهنجي پٽن کي سمجهايو ته: ’سمنڊ ۾ ٻين سڀني پاسن پل مڇيءَ جو شڪار ڪجؤ، پر فلاڻي هڪ ڏِس تي نه وڃجو‘ ؛ پر هڪ ڀيري هو پنهنجي پيءُ اوباهي جي چوڻ کي ڇڏي، انهيءَ ڏِس تي ويا ته جتي مانگر مڇ کين ڳڙڪائي ڇڏيو.

ـــ (سندن پيءُ) اوباهي جيڪي کين چيو سو ڪن نه ڪيائيون ( نه مڃيائون).

ـــ انهيءَ ڪري ئي ڳهاتوئن تي پريان تقدير ڪان وڏي تڪليف اچي وئي.

(3)

جتي گهورِئو ڳهاتُوئين، تتِي وارِيءَ ٻُٺِ

سَرُ سُڪو، سُونگي ڳِيا، سَهسين ساڻِي مُٺِ.

- ماخذ: شاهه جو رسالو (34)
- پڙهڻي. اصل ائين
- معنيٰ. گهورئو= شڪار لاءِ مڇي کي ڳوليو، وڏي پاڻيءَ ۾ مڇي جو شڪار ڪيو. ٻُٺ= واريءَ جا دڙا.

سر= درياء، ڍورو. سُڪو= سڪي ويو. سونگي= سونگ وڻڻ وارا، محصول اڳاڙڻ وارا. سهسين ساٿي مٺ= سوين هزارين ساٿين مان هاڻي ٿوررڙا (مُٺ پر) وڃي بچيا آهن.

— جتي (وڏو پاڻي هو ۽) وڏا ماهر مُهاڻا مڇيءَ جي شڪار لاءِ ڦِريا تتي واريءَ جا دڙا لڳا پيا آهن:

— درياء سُڪي ويو، محصول وٺڻ وارا ويا، ۽ سَوَن ساٿين مان هاڻي مُٺ پر وڃي بچيا آهن.

(4)

ڪُنَ ڪَلاچيءَ پارِ، سَڏُ نه سُڃي ساٿِئين

گهاتُوئين سندا مَڪُرا ڪَنه تَڙِ ٻِئي نِهارِ.

- ماخذ: بيان العارفين (19)، شاه جو رسالو (19)
- پڙهڻي. اصل ائين
- معنيٰ. پهرين سٽ ۾، ’ساٿئين‘ توڙي ’ساٿِئين‘ پڙهڻ صحيح ٿيندو. مَڪُرا= ٻيڙا.

— (هاڻي) ڪَلاچيءَ جي ڪُن طرف ته ڪنهن به ساٿي (يا ’ساٿي‘ ) جو سَڏُ ئي ڪونه ٿو سُڻجي:

— (تون) گهاتُوئن جا ٻيڙا، ڪنهن ٻئي تڙ تي وڃي ڳول.

(5)

ڪَلاچيءَ ڪُناءَ، موٽي ڪونه آئيو
ڪَنِي رَڇ وڃائيا، ڪَنِي توبَهه تاءُ

- ماخذ: بيان العارفين (18)، شاهه جو رسالو (18)
- پڙهڻي. اصل ائين
- معنيٰ. ڪناء= ڪُنَ مان.

ـــ ڪَلاچيءَ جي ڪُن مان، ڪوبه موٽي ڪونه آئيو.
ـــ (جيڪو ان ڪن ۾ پيو سو ويو: جيڪي اڃا ٻاهر هئا، تن مان به) ڪن پنهنجا رڇ وڃائي ڇڏيا ته ڪي توبهه ڪري تڪڙا پوئتي وريا.

# لڳو مڱڻو

(1)

جو رِڙهي پَر پيٽ، سو چَڙهي ۾ ڏولِيَان
لنگهڪڳي مٿي لَيٽَ، پَسو ڏاتَر جا ڪَئي!

- ماخذ: حڪايات الصالحين (7)
- پڙهڻي. اصل ائين
- معنيٰ. هن بيت ۾ ان لڳي مڱڻي ڏانهن اشارو آهي جيڪو محتاج هو ۽ پيٽ پر پيو رڙهندو هو؛ جنهن

ڪي ڳائڻ به ڪونه ايندو هو، ۽ جنهن کي پيا منگتا پاڻ سان وٺي به نه ويندا هئا: پر ان ڪي سخي (سبڙ چام) نه فقط پين کان وڌ وڌا انعام ڏنا پر ڪيس ڏوليءَ ۾ چاڙهيو. 'ڏوليان' قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهي. ليٿ= آر، وڏيڪ پيار

— (سخي جي سخا ته ڏسو!) جيڪو محتاج پيٺ پر پيو رڙهي سو به پيو ڏولين ۾ چڙهي!

— ڏسو ته: ڏاتار هن لنگهي مٿي ڪيڏو نه وڏو آرو (ليٿ) ڪيو!

(2)

لَڏوٽيُون گهورن کي جو ڎِهاڙيون ڏي

رِيَس — ئُون اِيندُوءِ راڇيو، ويهه مَ وِساري.

• ماخذ: حڪايات الصالحين (17)

• پڙهڻي. اصل ائين

• معنيٰ. لڏوٽيون= پَريل لَڏون (گهوڙن اٺن تي پَريل بَڌل سامان). گهورا= گهٽي چاه مان گهُرندڙ، پري کان اچي ڳولي لهندڙ ۽ سوال ڪندڙ. گهورن کي= گهرندڙ سوالين کي. ڏهاڙيون= روزانو. ريس-ئُون ايندءِ= رِيس مان ايندُئي، ريس ڪري آزمائڻ ايندُئي.

— اهو سخي جيڪو گهرندڙن کي مال متاع جون لَڏون پَري ٿو ڏئي

ـــ سو سردار ريس ڪري (توکي آزمائڻ خاطر ايندو ته تون هن کان ئي گهرندڙ آهين يا ڪنهن ٻئي کي به ٿو سوال ڪرين) ڪنهن وقت ايندئي: تون (ڪنهن ٻئي جي دَرِ وڃي) هن کي وساري نه ويهه.

## سِڪ ۽ سچائي

(1)

’تون‘ ’تون‘ تَڏَ ڪَرِين، لڳاءِ ڳَرِ ڦَندَ جيئن
سائين نه سَنپارين، جئان ئي رُوحَ سِرجِيَا.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (41)، سنتون ڪي واڻي (41)، جيپور گرنٿ-4 (9).
• پڙهڻي. ٻنهي ماخذن ۾ ڏنل پڙهڻين جي ڀيٽ سان صاف صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جئن مٿي ڏني وئي آهي. ٻيءَ سٽ ۾ ’جئان ئي‘ پڙهڻ سان معنيٰ صحيح بيهندي.

• معنيٰ: ڳر= ڳچي. ڦَندَ= ڳٽ، ڦاهي واري رسي جا ور وڪڙ، (اصطلاح طور) ساھ جي گهٽ. جئان ئي=جنهن کان ئي، جتان ئي.
- (يا الله تون! يا الله تون!) اها ’تون‘ ’تون‘ تڏهن ٿو ڪرين، جڏهن توکي ڳچيءَ ۾ ڳٽَ پيا آهن (دردن ۽ سورن توکي وڪوڙيو آهي، تنهنجو ساھ گهُٽيو آهي ۽ موت مٿان اچي بيٺو آهي).
- (جئن ئي روح سرجيا ته ’قالوابلىٰ‘ ’چيائون، يعني بيشڪ تون ئي اسان جو رب آهين‘ . ان ازلي حقيقت موجب) تون چو نٿو (پاڻمرادو، هر وقت ۽ هميشہ پنهنجي) سائين کي سنڀارين، جنهن جي طرفان روح پيدا ٿيا (جنهن روحَ پيدا ڪيا)!

(2)

جِتي سَچ سنسار سان، سي جي سائين ساڻ هوءِ
تو پڌر هي پيڙا تَري، جنہ ٿاءِ نِير نہ ڪوءِ.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (79)، سنتون ڪي واڻي (69)، ورهد (63).
• پڙهڻي. مٿين ماخذن ۾ ڏنل پڙهڻين جي پيٽ سان، صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
• معنيٰ:

ـــ (ماڻهوءَ جي) جيتري سچائي سنسار سان آهي، سا جي الله سائين ساڻ هجي
ـــ ته پوءِ جنهن جاءِ (ٺاءِ) تي پاڻي ناهي، تنهن پڌري پٽ تي به جيڪر پيڙو تري.

(3)

جنهين مَحبتَ منَ ۾، سي ميرائِي سُونهن
تن ۾ ٻَرن مَشعلان، سَنديان سُپيرين.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (66)، سنتون ڪي واڻي (66)، ورهد (60)، جيپور گرنٿ-4 (36).
• پڙهڻي. مٿين چئني ماخذن جي پڙهڻين جي پيٽ سان، صاف صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جئن مٿي ڏني وئي آهي.
• معنيٰ:
ـــ جن جي اندر ۾ محبت آهي، سي (جيتوڻيڪ ٻاهران بدن يا ڪپڙن ۾) ميرا آهن، ته به سهڻا پيا لڳن
ـــ چاڪاڻ جو انهن (جي اندر) ۾ سڄڻن (جي سڪ ۽ محبت) جون روشن شمعون پيون ٻرن.

(4)

ساڪِئو سائِي ڪَنِ، سُپيريان جي ڳالَهڙِي
هيڪڙيائي سِڪِيَا، ٻي نه اُڃَهي تَنِ.

• ماخذ: بيان العارفين (17)، شاهه جو رسالو (17).

• پڙهڻي. اصل ائين
• معنيٰ:
ــــ (سچيءَ سِڪ وارا حق جا طالب) هڪ سائينءَ واري اها ساڳي ڳالھ وري وري پيا ڪن:
ــــ هو اها هڪ ئي ڳالھ سڪيا. ۽ ٻي انهن کان ٿئي ئي ڪانه!

(5)

سِڪين جي ساجاءِ، ته ڪيها ڪامَڻ ڪارَڻِي
ويٺي ئِي ويل ڪَنهِين پِرين چَوندَئِي آءُ.

• ماخذ: حڪايات الصالحين (6)
• پڙهڻي: اصل ائين
• معنيٰ. ڪامڻ= مَندر، حيلا.
ــــ جي تون پيار واري پَر سڪين، ته پوءِ ڪهڙا حيلا حوالا!
ــــ ڪنهن وقت ويٺي ئي سڄڻ سڏيندئي ته 'اسان وٽ آءُ'

(6)

اَڄُ هُئي پيئَرَ لوءِ، ڪالھ ئِي وِيندِي ساهُرِين
جي گُڻ گهڻيري هوءِ، تو در ساهُرين مانُ ٿئي.

• ماخذ: ورهد (39)

• پڙهڻي: ٻيءَ سٹ جي پوئين پاڱي جي اصل صورتخطي مطابق ”تو درس مان ٿئي“ ”پڙهڻي بيهي ٿي، جنهن مان گمان ٿئي ٿو ته اصل پڙهڻي ”درسا (هرين) مان ٿئي“ هئي جنهن مان صحيح معنيٰ نڪري ٿي.

• معنيٰ: پيئر لوءِ= پِيئاڻو ڳوٺ، مائٽاڻو ماڳ. ڪالهه= سپاڻي.

— جيڪا اڄ پنهنجي مائٽاڻي گهر آهي سا سپاڻي ساهرين گهر ويندي.

— جي گهڻا چڱا لڇڻ هوندس ته ساهرين گهر به سندس وڏو مان ٿيندو.

## سسئي: لڳي وڃان پيرِ

(1)

اڄ جمَ ڪِي ماءُ، هِنيَڙو مان ڪُورُ ٿيو
جو نه پَئيم سَماءُ، ته صَحِيُ مِڙَندو سَڄڻين.

• ماخذ: شاهه جو رسالو (32).

• پڙهڻي. اصل ائين.

• معنيٰ. جم ڪي= جيئن نه ڪِين! ڪُور= بي نور، نابينا.

ـــ اي منهنجي ماءُ! اڄ جيئن نه ڪِين منهنجو هِنيو نابينا ٿيو هجي!

ـــ جو ڪا سُڌ ئي نٿي پويم ته سچ ڪو (هيءَ هنيو حياتيءَ هوندي) سڄڻن سان گڏبو!

(2)

لَڳِي وڃان پيرِ، دانهان ڪَندِي ڏونگرين
سوئِي سَڄَڻُ ميڙِ، جِنهِين مون هَئُون وئا ڪٽِي.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (40)، سنتون ڪي واڻي (40)، ورهد (51).

• پڙهڻي. اصل پهرين سٽ ۾ ''ڏونگر'' آهي، پر ٻولي توڙي وزن جي لحاظ سان صحيح 'ڏونگرين' ٿيندو. جيپور گرنٿ-6 (4) جي پهڻي 'مگرين' آهي. راجستاني محاوري ۾ 'مگرو' معنيٰ، رستو، ٻاڙهيرڙي رائي وارو پيچرو. هن سٽ ۾ 'دانهان' قاضي قادن جي بکر واري علائقي جي ٻولي مطابق آهي. ٻيءَ سٽ ۾ سنتون ڪي واڻي جي پڙهڻي ''جنهين

هئون ڏکٽي“ آهي جنهن ۾ لفظ ’هئون‘ کان اڳ لفظ ’مون‘ رهجي ويو آهي: يعني ’مون هئون‘ بدران فقط ’هئون‘ لکيو ويو آهي؛ جي ائين آهي ته پوءِ سچي معنيٰ ذيان ۾ رکڻ سان، ’ڏکٽي‘ بدران ’وئا کٽي‘ پڙهڻ صحيح ٿيندو. انهيءَ لحاظ سان سچو فقرو ٿيندو ”جنهين مون هئون وئا کٽي“ .

• معنيٰ:

— (جن ڏيرن ۾ ڏاگهن پنهونءَ کي نيو آهي تن جي) پيري پٺيان پَل ته لڳي وڃان (= تن جو پير وٺيو پئي وڃان، يا کنيو پئي وڃان) ۾ جبلن پهاڙن وچان ڪُوڪُون ڪندي وڃان.

— (اي ڏٽي منهنجا!) سو پيارو پرين مون کي ملاءِ، جنهن کي هتان مون کؤن جدا ڪري کٽي ويا آهن.

## ليلان: تو در وٽان ڪيئن!

(1)

توڙي تَڙين تِيئن، توهه تنهنجو آسرو

تو دَرِ وَٽا ڪيئن، اي (وَڙ) وَڏا راڄِيَا!

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (110)، سنتون ڪي واٽي (110)، ورهد (109).

• پڙهٽي. بيت جي هي پڙهٽي ’ورهد‘ مطابق آهي. ’سنتون ڪي واٽي‘ جي سڌاريل پڙهٽي هيٺينءَ طرح آهي:

توڙي (تون) نه ڏيئين، توءِ تنهنجو آسرو
تو در چڏيان ڪيئن، اي (وَڙَ) وڏا راڇيا.

هيءَ پڙهٽي به صحيح آهي، پر ’ورهد‘ واري پڙهٽي معنيٰ جي لحاظ سان وڌيڪ آهي؛ ٻيءَ سٽ ۾ ’تو در چڏيان‘ وارو خيال ايڏو اعليٰ ناهي جيڏو ’تو در وٽان‘ وارو آهي. ٻيءَ سٽ جي پڙهٽيءَ ۾ لفظ ’وَڙَ‘ ڪٿل آهي جنهن جي وڌائڻ سان وزن پورو بيهي ٿو. بيت ۾ ’ليلان چنيسر‘ جي ڳالهه واري تلميح آهي، ۽ بيت ليلان جي زباني چيل آهي جڏهن چنيسر ڪيس تڙايو هو.

• معنيٰ:

ـــ (اي منهنجا وَر چنيسر!) توڙي ڪٽي تون تڙائين، ته به مونکي تنهنجي ئي ٻاجهه جو آسرو آهي (ته مون کي بخش ڪندين ۽ پنهنجو ڪندين).

ـــ اي منهنجا وڏا وڙائتا راجا! مون کي ٻڌاءِ ته (ڪهڙو جَتن ڪريان جو) آءٌ تنهنجي در تي توکي وري وٽان!

# ماڻڪ ۽ موتي

(1)

جي ماڻِڪَ ميڙيامِ، ته ڪاڻِ ئِي اِنَ ڪوڙَ هُئا
سَهسين پَتين سڏڙا ڪارَڻِ سَرَ ڪَيامِ.

- ماخذ: حڪايات الصالحين (27)
- پڙهڻي. ڪاتب جي اصل لِکت هن طرح آهي:

جِي مَارِڪَ مِيَرامِ، تَکانَي اِن کُورَ هُوئا
سَهسِ بَتِ سَدرا کارَرِ سَر کِيَامِ.

- معنيٰ:

ڪاڻ= وڏي شهاهي پاڻي واري ڪَڏ. سَر= وڏو شاهي تلاء.

ـــ جي ماڻڪَ ميڙيان ها ته اُهي هِن (سِپن پَريل) ڪاڻِ يا ڪَڏ ۾ ئي گهڻا هئا:

ـــ (مون ڪي ته انهن سِپَين ۾ موتين پيدا ڪندڙ وڏي سَرَ چشمي جي طلب آهي جنهن) سرچشمي تائين پهچڻ خاطر مون سوين هزارين سڏ ڪيا.

(2)

ڪائو مُنهِ ڏيئي، پيٺا جي درياء ۾

پَسندا سيئي، ماڻِڪَ اڪڙين سين.

• ماخذ: شاهه جو رسالو، جيپور گرنٿ-6 (13)، سنتون ڪي واڻي (13)، ورهد (13)، جيپور گرنٿ-4 (16).

• پڙهڻي. دادو ديال جي روايت وارن مٿين چئني ماخذن ۾ اصل لفظ ’ڪايا‘ ۽ ’درياوَ‘ آهن. ’درياوَ‘ بدران ’درياء‘ پڙهڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو، ۽ ’ڪايا‘ جي بدران ’ڪائو‘ وڌيڪ صحيح ٿيندو. ڪائو جي سولي سهنجي معنيٰ آهي شيشو: يعني شيشي يا ڪائي جو ڪوپو جيڪو ٽوٻا منهن تي چاڙهي اندر سمنڊ ۾ هيٺ ويا. پر ’ڪائو‘ جي ٻي معنيٰ آهي سمنڊ يا درياء ۾ پاڻيءَ جي لاٿ، يا ماٺائي. ’پاڻيءَ جو ڪائو ڏيڻ‘ معنيٰ لهڻ، هيٺ ٿيڻ، ماٺو ٿيڻ. سانوڻ ۾ درياء ۾ پاڻي گهڻو هوندو آهي، ۽ سمنڊ ۾ به پاڻي جو چاڙهه هوندو آهي؛ سانوڻ گذرڻ ۽ سرء لڳڻ سان پاڻي ’ڪائو ڏيندو آهي‘ يعني لهندو آهي. شاهه جي رسالي جو بيت آهي ته:

”سُڪي ڍورُ ڍَيُون ٿِئو، ڪنڌيءَ ڏنو ڪائو
پاڻي پَٽيهل ۾ اڳيون نه آئو.“

بيڙياتا (بيڙين وارا) به سانوڻ جي موسم ۾ مڇي لاءِ، سِپن ڪڍڻ لاءِ، يا واپار لاءِ سمنڊ ۾ نه ويندا. سانوڻ

ڪان پوءِ جڏهن پاڻي ماٺو ٿيندو ۽ هيٺ ٿيندو تڏهن ٻيڙيون تيار ڪندا:
”ڏني ڏياري، ساموندين سڙه سنباهيا“
ڏياري چڙ سياري جي شروعات آهي. ان بعد پاڻي ڪائو ڏيندو ۽ ماٺو ٿيندو، ۽ ٻيڙياتا ٻيڙيون تاريندا (پاڻي ۾ وجهندا ۽ هاڪاريندا). انهيءَ صحيح موسم ۾ جيڪي سمنڊ ۾ ويندا سيئي سپون ڪڍندا ۽ سلامت رهندا. ٻيءَ معنيٰ ۾، جيڪي نئڙن ۽ هيٺاهين وڃندا سي ئي مرادون ماڻيندا. شاهه عبداللطيف، قاضي قادن جي مٿئين بيت کي وڌيڪ تفصيل سان ورجايو آهي:

ويا جي عميق ڏي، منهن ڪائو ڏيئي
تن سپون سوجهي ڪڍيون پاتاران پيئي
پسندا سيئي، امل اکڙين سان.

• معنيٰ. بيت جي معنيٰ ٿيندي ته:

— اهي ناکئا جيڪي پاڻيءَ جي ڪائي (لاٿ) ۾ درياء (سمنڊ) اندر گهرندا (يا منهن آڏو ڪائو ڏيئي ٿبي هٽندا)

— سيئي وجي ماڻڪ اکين سان ڏسندا (حاصل ڪندا).

(3)

پَگِهو سچو نه ٿئي، مَنُ موتاهَلُ گَجُ

ڪَنين سُٽيون نه مَنِيئي، اڪِين ڏٺو سَچُ.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (115)، سنتون ڪي واڻي (115).

• پڙهڻي. پهرين سٽ ۾ اصل پڙهڻي ’پڳا ساچا‘ آهي، ۽ آخري لفظ ’ڪَچ‘ آهي جيڪو صحيح ناهي چاڪاڻ جو ’موتي‘ سان ڪچ جي ڪابه نسبت ڪانهي. صحيح لفظ ’ڳچ‘ (= پڳل ڳچ آهي جيڪو سچو نٿو ٿئي. ٻيءَ سٽ جي پڙهڻي ’جيپورگرنٿ-6‘ مطابق آهي جنهن مان تصديق ٿئي ٿي ته اصل بيت سنڌيءَ ۾ هو. ’مَنيئي‘ قاضي قادن جي اتر واري ٻولي مطابق آهي.

• معنيٰ:

ـــ مَنُ (دل) ۽ ’موتي‘ (ٻنهي) جو پڳل ڳچ وري سچو نه ٿيندو.

ـــ ٻڌل ڳالهه تي اعتبار ناهي: اکين ڏٺل (پڳي جي سچي ٿيڻ) کي ئي سچو ڪري ڄاڻبو.

قاضي قادن هي بيت آڳاٽو چيو پر ان جو اثر گهڻو پوءِ تائين هلندو آيو آهي. ڪنهن سگهڙ (غالباً سانوڻ خاصخيلي) پنهنجي هڪ بيت ۾ چيو آهي ته:

پڳو سچو نه ٿئي، هڪ موتي ٻيو من
ڏيئي ريهه رُپي کي ڳنڍيو صرافن.

يعني من ۾ موتي پکا ته صحيح سچا نه ٿيندا؛ پر البت سلوڪ وارا سياڻا، محبت ۽ هدايت سان دليون ڳنڍي سگهندا جيئن ڪاريگر پڳل رپي کي ريه سان جوڙي سگهندا.

(4)

اَمُلُ اَساري پَئِي، پورِي پَڳُوءِ جِت
ڪوهُ نه رُنوءِ تِتِ، ٻئي اڌ هٿَ ڪري.

• ماخذ: شاهه جو رسالو (25)، جيپور گرنٿ-6 (99)، سنتون ڪي واڻي (99)، ورهد (97).
• پڙهڻي. ’شاهه جي رسالي‘ ۾ بيت جي پڙهڻي هيٺينءَ طرح آهي:

اَمُل اَساري پَئي پوري جت پَڳوءِ
ڪوهُ نه تِتِ رُنوءِ، ٻئي اڌ هٿ ڪري،

هن پڙهڻي جي پيٽ ۾ دادو ديال جي روايتن واري پڙهڻي وڌيڪ فصيح آهي، ۽ مٿي بيت پڻ ان مطابق ڏنو ويو آهي. دادو ديال جي روايتن وارن ٽن ماخذن مان جيپور گرنٿ-6 ۽ ورهد مطابق بيت جي پڙهڻي هيٺينءَ طرح بيهي ٿي:

پوري پڳوء جت، ماڻڪ اَساري پيو
ڪوه نه رُنوءِ تت، ٻئي ڳچَ هٿ ڪي.

اصل لکت ۾ ’ٻيئي گڇو‘ يا ’ٻيئي اگڇو‘ آهن، جن کي ’ٻيئي گڇَ‘ (=ٻيئي اڏ) پڙهي سگهجي ٿو. ’سنتون کي واٽي‘
مطابق، ڇپيل ڪتاب ۾ هيٺين پڙهڻي ڏني وئي آهي:

پوري پڳي جَت (جاتِ)، ماڻڪُ اَساري پَيو
ڪوهُ نه ڍُونڍَءِ تَتِ، تون ٻي- اُونگهيو هَٿِ ڪَرِ.

’ٻي اونگهيو‘ مان ’ٻئي اِڪيون‘ جو گمان ٿئي ٿو. پيٽ ۾، شاه جي رسالي واري پڙهڻي وڌيڪ صاف آهي، البت رسالي مان اهو معلوم نٿو ٿئي ته ڪو هيءُ بيت قاضي قادن جو آهي؛ اها ثابتي دادو ديال جي روايت وارن ماخذن مان ملي ٿي. بيت جي معنيٰ:
— اي اوڳي! تو پنهنجي غفلت ۽ ويسر جي ڪري جت املهه ماڻڪ پڳو
— اُتي ٻئي اڏ هٿ ۾ ڪٽي چونه رنوءِ! (تون ايڏي وڏي زيان جو احساس ڪندي روئين ته ها!)

(5)

پورِي پَڳُئِي جان، اَمُلُ اَساري پَئِي
سُرِي صرافين وانءُ، ٻئي اَڏَ هَٿِ ڪري.

• ماخذ: شاه جو رسالو (26)، جيپور گرنٿ-6 (100)، سنتون ڪي واٽي (100)، ورهد (97).

• پڙهڻي. ’شاه جي رسالي‘ مطابق بيت جي پڙهڻي هن طرح آهي:

اَمل اَساري پَئي پوري پَڳُئه جئين

وانءُ صرافن سيئن، ٻئي اڏ هٿ ڪري.

هن پڙهڻي جي پيٺ ۾ دادو ديال جي روايتن ۾ ڏنل پڙهڻي قاضي قادن جي اتر واري ٻوليءَ کي وڌيڪ ويجهي آهي، ۽ مٿي پڻ بيت ان مطابق رکيو ويو آهي. ’سنتون ڪي واڻي‘ مطابق ڇاپي ۾ ڏنل پڙهڻي هيٺينءَ طرح آهي:

پوري پَڳِي جاوَ، ماڻڪُ اَساري پَيو

سَري صرافين اَوَ، بي- اَينگهيو هَٿِ ڪَرِ.

جيپورگرنٿ-6 ۾ ’ورهد‘ جي اصل لفظن مان هيٺين پڙهڻي نڪري ٿي:

پوري پڳوءِ جانء، ماڻڪ اَساري پئي

سُري صرافين آء، ٻيئي ڳَچَ هٿ ڪري.

• معنيٰ:

ـــ اي اوڳي! پنهنجي ويسر ۽ غفلت ۾ پئي، تو جڏهن اَمُله ماڻڪ پڳو

ـــ ته پوءِ ان جا ٻئي اڏ ڳولي هٿ ڪري، سگهو صرافن وٽ وڃ (ته ٻئي اڏ ڳنڍي توکي سچو ڪري ڏين).

# ڪي ويجها ئي ڏور

(1)

ڪي ويجهائي ڏُور، ڪي ڏُور ئي (اوڏا) وَلَها
هو جي جَرَ سالورَ، لَڏِي نه (تن) ڪَنولانهِ ڪَرَ.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (19)، سنتون ڪي واڻي (19)، ورهد (19)، جيپور گرنٿ-4 (22).

• پڙهڻي. مٿين چئني ماخذن جي مختلف پڙهڻين کي پيٽڻ سان بيت جي وڌيڪ صاف ۽ صحيح معنيٰ ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. پهرين سٽ جي اصل پڙهڻين ۾ لفظ ’اوڏا‘ ڪٽل آهي پر قاضي قادن جي هن خيال کي شاهه عبداللطيف پنهنجي هيٺئين بيت ۾ تضمين طور ڪنيو آهي، جنهن ۾ لفظ ’اوڏا‘ موجود آهي.

ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور به اوڏا سپرين
ڪي چڙهن نه چت تي، ڪي نه وسرن مُور
مينهن ڪنڌيءَ جئن پور، تئن دل وراڪو دوست سين.

ٻيءَ سٽ جي اصل پڙهڻين ۾ لفظ (تن) ڪٽل آهي.
ڪَنوَلانهِ= ڪنولن جي، ڪنول جي گلن جي.

• معنيٰ. مرڪزي مفهوم اهو آهي ته ٻن ڌرين جي محبت جو مدار مفاصلي تي ناهي: ڪي پري رهندڙ به هڪ ٻئي کي ويجها آهن، ته ڪي گڏ رهندڙ به ڄڻ پري آهن.
— ڪي ويجها رهندڙ به ڄڻ پري آهن، ته ڪي پري رهندڙ پيار (ولها= گهوٺ) به (دل کي) وڏيڪ ويجها آهن:
— ڏيڏرن کي (باوجود ساڳئي تلاءِ ۾ رهڻ جي) ڪَنول جي گلن جي ڪا ڪَل (ڪَر) ئي ڪانهي!

(2)

ڪاغذ ڪاري اکرين، مون واچِيندو اَلَڌو
سڄڻ اَچي اکرين، مون لوڙيندو لڌو.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (44)، سنتون ڪي واڻي (43)، ورهد (42).
• پڙهڻي. ٽنهي ماخذن جي پڙهڻين ۾ فرق آهي. ’سنتون ڪي واڻي‘ ۾ پهرين سٽ جا آخري لفظ ’اِڻ وِڌو‘ آهن جن کي ’اَلَڌو‘ (اڻ لڌو= اَلڌو) پڙهي سگهجي ٿو. انهيءَ طرح، مٿين ماخذن جي پڙهڻين مان هيٺين روايتي پڙهڻي بهتر معنيٰ واري نڪري ٿي:

ڪاگد ڪالي اکرين، مئن واچيندو اَلَڌو
سَڄڻ اَچي اکرين، مئن لوڙِيندو لَڌو.

قاضي قادن جي اصل بيت جي سنڌي پڙهڻي ائين ٿي هوندي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.

• معنيٰ:

ـــ ڪاغذ ڪارن اکرن وارو آهي جنهن ڪي مون نرت سان نهاريو ته به (ان جو ڪو اکر يا لفظ) چٽي يا صحيح نموني ۾ مون نه ڏٺو

ـــ پر سچڻ اڇن اکرن (= آرِيڪٽن) وارو صاف سهڻي مهانڊي آهي، جنهن ڪي مون جڏهن گهريو تڏهن لڌو.

(3)

ڪاغَذ ڪالي اَکرين، مُتا مون سيٽِين

گُهورين گهٽين وڃائيا، اِن مَندين نيٽِين.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (43)، سنتون ڪي واڻي (43)، ورهد (41)

• پڙهڻي. مٿين ماخذن جي مختلف پڙهڻين جي پيٺ سان، بيت جي وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. پهرين سٽ ۾ ’ورَهد‘ جي پڙهڻي ’موتان مون سيٽِين‘ آهي جنهن مان صحيح پڙهڻي ”مُتا مون سيٽِين“ معلوم ٿئي ٿي.

• معنيٰ: مُتا معنيٰ موڪليا.

ـــ جيئن ڪاغذ پنهنجن ڪارن اکرن (لکت ۽ تحرير) سان مليل آهي ۽ ٻنهي جي وچ ۾ وٿي ڪانهي تيئن منهنجا سڄڻ به مون ساڻ آهن

ـــ (محبوبن پاڻ کي پنهنجي تحرير ۾ سَمائي) پنهنجو صاف لکيل ڪاغذ (خط) مون ڏي موڪليو

ـــ پر منهنجن نالائق اکين، ڪاغذ کي وري وري واجهائيندي، نهاريندي پڙهندي پِرينِ کي وڃائي ڇڏيو. يعني منهنجن نالائق نيڻن، پرين کي ظاهري طرح گهُرڻ ۽ ڏسڻ سان وڃايو (جو کين اندر جي نِرت ۽ نظر سان نه ڏٺائون). قاضي قادن جي هن بيت جي انهيءَ معنيٰ جي تصديق انهيءَ مان ٿئي ٿي جو ان دور جي ٻين صوفين درويشن پڻ انهيءَ حقيقت کي ويچاريو هو. ان وقت هاله ڪندي جي وڏي عالم ۽ صوفي مخدوم نوح پنهنجي جواني واري وقت ۾ الاهي مشاهدو ماڻيندي ائين پيئي پانيو ته: جيڪو الاهي ديدار کيس نصيب ٿئي ٿو، سو انهن ظاهري اکين سان ٿئي ٿو، ۽ چڙ ته هو الله کي پنهنجن اکين سان ڏسي ٿو (حالانڪ الله ڏسڻ کان پاڪ آهي). انهيءَ تي بوبڪن جو وڏو عالم مخدوم جعفر اچي مخدوم نوح سان مليو ۽ کيس حقيقت سمجهائڻ خاطر چيائين ته: اکيون بند ڪري ٻڌايو ته پوءِ به اوهان کي اهو الاهي جلوو نظر اچي ٿو؟ مخدوم نوح چيو ته: هائو. تڏهن مخدوم جعفر

چيس: ته پوءِ اهو ديدار تون انهن ظاهري اکين سان ڪونه ٿو ڏسين، پر اندر جي اکين سان ٿو ڏسين. انهيءَ حقيقت کُلڻ کان پوءِ مخدوم نوح چيو ته:

**”نه آيو جعفر، ته نوح ٿيو ڪافر“**

يعني جي (مخدوم) جعفر نه اچي ها ۽ اِها حقيقت نه سمجهائي ها ته جيڪر (مخدوم) نوح (پنهنجي غلط تصور سببان) ڪافر ٿي پوي ها! هن ساڳي معنيٰ ۾ ان وقت جي ڪنهن ٻئي سالڪ جو بيت آهي ته:

”پُوريون پرين پسن، اُپٽيان ته انڌيون“

يعني جڏهن اکيون پوريل آهن ۽ اندر ۾ جهاتي پائين ٿيون ته پرين کي ڏسن ٿيون، پر پٽجڻ کان پوءِ اهي دنيا جون ظاهري شيون ڏسن ٿيون ۽ الاهي ديدار کان محروم ٿي وڃن ٿيون.

(4)

سَرَ هيڪڙي وَسنِ، جَرَ ۾ نِيہ نه گڏئو

سارَ نه سالُورِن، مٿي ڪَنولُ ڦُلاريو.

• ماخذ: جيپور گنرٿ-6 (17)، سنتون ڪي واڻي (17)، ورهد (17)، جيپور گرنٿ-4 (20).

• پڑهڻي. مٿين ڇئني ماخذن جي مختلف پڙهڻين جي پيٽ سان بيت جي وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
• معنيٰ: سالورو= ڏيڏر. ڪنول= پبڻ جو گل، نيلوفر.
ـــ (ڪنول جو گل ۽ ڏيڏر) ٻئي ساڳئي هڪ ئي وڏي پاڻي ۾ ٿا رهن، پر پاڻ ۾ سندن نينهن نه لڳو آهي.
ـــ (پاڻيءَ ۾ هيٺ رهندڙ) ڏيڏرن کي اها سُڌ ئي ڪانهي ته ڪو مٿي ڪنول جو گل ڦُلاريل آهي.

(5)
جي لوڙِيندي نه لَهان، اَلوڙِيندي ڍير
توڙي ڏِسڻ سُونهڻي، اَنبان ٽُل نه ٻير.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (30)، سنتون ڪي واڻي (30)، جيپورگرنٿ-4 (39).
• پڑهڻي. ٽنهي ماخذن جي پيٽ سان وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
هي بيت سرائيڪي ۾ آهي. پر سٽاء ۽ معنيٰ جي لحاظ سان معياري آهي، پوئين سٽ ۾ سمايل معنيٰ مشهور

مثالن واري آهي ته ”ٿوهه ڏسڻ جا سهڻا“ يا ”انبن جو مٺ انبڙيون نه ٿينديون“ .
هيءُ بيت قاضي قادن جو تسليم ڪري سگهجي ٿو ۽ بالڪل ممڪن آهي ته قاضي قادن ڪي بيت سرائيڪي ۾ چيا هجن.

• معنيٰ.

— پيارا پرين جيڪي مونکي گهربل آهن سي نٿا ملن، باقي ٻيا اَڻ گهريا (ماڻهو) گهڻان ئي آهن

— اهي ڏسڻ جا ته سهڻا آهن، پر پياري پرينءَ برابر ناهن؛ ڳاڙها ته ٻير به آهن پر انبن جو مٺ ناهن.

(6)

جي سالُورو سُڌَ لَهي، ڪَنولان سَندِي ڪاءِ
ته پَيو پاتال ۾، هوند نه مِٺي ڪاءِ.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (18)، سنتون ڪي واڻي (18)،ورهد (18)، جيپور گرنٿ-4 (31).

• پڙهڻي. مٿين ماخذن جي مختلف پڙهڻين کي پيٽڻ سان، بيت جي وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.

• معنيٰ:

ـــ جيڪڏهن هيٺ ڏيڏر ڪي اها سُڌ پوي ته (ان ساڳي تلاءَ ۾) مٿي ڪنول گل به ٽِڙيل آهن
ـــ ته هوند سدائين تلاءَ جي تَري ۾ پيو مِٺي نه ڪائي!

# ڳَرا ڳُوڙها سپرين

(1)

ڏَرِ جِيُون ڏؤنسَ سَهَنِ، ڳوِرائي پَربَتَ جيُون
سيئِي سيڻَ ڪجَن، آئِيءَ واءَ نه ڏولٽا (يا، لُڏٽا).

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (94)، سنتون ڪي واڻي (94)، ورهد (93)، جيپورگرنٿ-4 (42).
• پڙهڻي. پهرين سٽ ۾ 'ڳورائي' بدران اصل لفظ 'ڳَر وائي' آهي، ۽ ٻيءَ سٽ جي آخر ۾ لفظ 'ڏولَنِ' آهي، پر 'ڏولن' بدران 'ڏولٽا' (= ڏولائي ۾ وجهڻ وارا) پڙهبو تڏهن وزن صحيح ٿيندو. 'ڏُلن' کي 'لُڏن' پڙهڻ پڻ صنعت تَقِليب (ڪنهن لفظ جي اڳِئين پوئين پاڱي جو هڪ ٻئي سان مٽجڻ) ۽ معنيٰ جي لحاظ سان صحيح ٿيندو.

• معنيٰ.

ـــ اهي جيڪي ڏرتيءَ وانگر ڏر جهلين (وڏو بار سهن)، ۽ جن ۾ جبلن واري ڳوُرائي هجي:

ـــ سيئي سيڻ (مِتُرَ) ڪجن، جيڪي مشڪل وقت ۾ (مدد ڪن ۽) ڏولائي ۾ نه وجهن: يا پڪا ٻانهن ٻيلي ٿي بيهن ۽ لُڏي نه وڃن.

(2)

جِنهِين مُک مَٽاءَ، اُمِي اُلَٿِي اَڪِڙئين

تِنهِين جي ڳالهاءَ، ماندوئي ساڃو ٿيو.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (28)، سنتون ڪي واڻي (28)، ورهد (28)، جيپورگرنٿ-4 (30).

• پڙهڻي. پهرين سٽ ۾ لفظ ’مرانءِ‘ آهي جنهن کي ’مَٽاء‘ پڙهڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو. ٻي پڙهڻي ’مُلاء‘ ( ’وٿان‘ ، ’ڪان‘ ) ٿي سگهي ٿي. ٻيو لفظ ’اَمِي‘ آهي، پر صحيح شايد ’اُمِي‘ (؟) ٿيندو: معنيٰ اوس، تپش، جلڻ، ساڙو، اُلٿي يعني لٿي.

• معنيٰ.

ـــ جن جي مُنهن جي مَٽيا جي ڪري اکين جو جَل ۽ سور لٿو (۽ اکيون ٺريون).

ـــ تن جي ڳالهاء (ٻڌڻ) سان ماندو وِساڻل هانءُ
وري تازو توانو ٿيو.

(3)

ڪَڏهين ٻيرين ٻُورُ، ڪَڏهين ڦُلُ نه هِڪَڙو
ڪڏهين پِريان پُورُ، ڪَڏهين سِڪان سَڌَ ڪي.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (52)، سنتون ڪي واڻي (52)، ورهد (48)، جيپورگرنٿ-4 (34)
• پڙهڻي. پهرين سٽ جي پڙهڻي جيپورگرنٿ-6 ۽ سنتون ڪي واڻي مطابق آهي. ورهد ۾ جيپورگرنٿ-4= ”پن نه هڪڙو“ . ٻيءَ سٽ جي پڙهڻي، ورهد ۽ جيپورگرنٿ-4 جي پڙهڻي موافق آهي، ۽ اها وڌيڪ موزون آهي.
• معنيٰ
ـــ ڪڏهين ڪنهن سال ٻيرين ۾ گهڻو ٻور (جو اهي ٻور سان پريل)، ته ڪڏهن هڪڙو ڦُل به نه (۽ اهي صفا خالي)
ـــ اهڙيءَ طرح، ڪڏهين پرين جو ’پُور‘ چڙهيل (سندن مهر ۽ شفقت جو نشو) ته ڪڏهن سندن هڪڙي سڌ لاءِ به سڪان!

(4)

ڳَنج ڏيئي جهَلِيو، جِنِهين روحَ رَساءُ
تِنهِين سَندي ٽُرهڙي سونهارِي سَپاءُ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (29)، سنتون ڪي واڻي (29)، ورهد (29)، جيپورگرنٿ-4 (32)
• پڙهڻي. پهرين سٽ ۾ اصل الفاظ ’ڪُنجي ڏيئي جهليو‘ آهن جن مان معنيٰ نڪري ٿي، پر پيڙين جي رَسَن کي ’ڳَنج ڏيئي جهليندا‘ ؛ ’ڪُنجي‘ آگبوٽن ۾ ٿي سگهي ٿي. مٿين ماخذن مان، ’جيپورگرنٿ-4‘ جي پڙهڻي ’ٽُرهڙي‘ آهي؛ ’سنتون ڪي واڻي‘ ۾ ’ٽُلِهڙي‘ آهي جيڪو پڻ ساڳيو ’ٽُرهڙي‘ آهي. ’ترهڙي‘ پڙهڻي صحيح آهي، معنيٰ ٽُرَهو يا پيڙي.
• معنيٰ:
ـــ جن رهبرن (ناکئن، معلمن، سونهن)، رُوح جي رسي کي چڪي جهلي سوگهو ڪيو.
ـــ تن جي پيڙي ۾ چڙهيل سنگت پڻ سونهاري آهي.

(5)

سَجَڻ ڏُجڻ ڏيک ڪي، چِت نه ڪِجي پَنگُ
لوئِي ٿِيئي پارچِي، لاکَ نه چڙهي رنگُ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (95)، سنتون ڪي واڻي (95).

• پڙهڻي. ٻنهي ماخذن جي پيٽ سان وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين ٻيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. پهرين سٽ ۾ اصل ''سَچڻ دُرجَڻَ'' آهي، ۽ 'درجڻ' کي سنڌي اُچار موجب 'ڏُرجڻ' ڪري پڙهبو. ڍاٽڪي ۾ پڻ 'ڏُرجڻ' (=دشمن) آهي. مگر صحيح سنڌي اُچار 'ڏُڇڻ' يا 'ڏُجهڻ' آهي. سرائڪي ۾ پڻ 'ڏرجڻ' يا 'ڏجهڻ' آهي. آخر ۾ اصل لفظ 'ڪيجي' آهي جنهن کي 'ڪِجي' پڙهڻ مناسب ٿيندو، چاڪاڻ ته ٻيءَ سٽ مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ بيت سنڌي ۾ چيل آهي.

• معنيٰ: چت= دل مَن. پنگ= پگهل شيءَ وارو پَڳُ. پارچي= ليڙون، ٽڪر ٽڪر. هن بيت جي معنيٰ ڳوڙهي آهي: مقصد آهي ته سڄڻ هر حالت ۾ سڄڻ آهي؛ جيڪڏهن ڪنهن وقت ان کي ڪاوڙ ۾ مخالف يا دشمن واري روپ ۾ ڏسجي ته به کيس 'سڄڻ' ئي ڪري سمجهجي؛ ائين بالڪل نه ڀانئجي ته ڪو هو سچ پچ دشمن ٿي بيٺو آهي.

ــــ سڄڻ کي (ڪنهن وقت ڪاوڙ ۾) دشمن واري حالت ۾ ڏسندي به دل تي (سندس باري ۾) ڪواُبتو خيال نه آڻجي:

— (لاک سان رڱيل) لوئي پراڻي ٿئي ته به لاک (ان تان پنهنجو) رنگ نه ڇڏي.

قاضي قادن جي وقت جو ٻيو هڪ وڏو شاعر جيڪو ذات جو 'پراڙ' هو، تنهن جو چيل هيٺيون بيت انهيءَ ساڳئيءَ معنيٰ وارو آهي. 'پراڙ' شاعر جو هيءُ بيت شاه عبدالڪريم پنهنجن نصيحت پرين مجلسن ۾ پڙهيو ۽ 'بيان العارفين' ۾ موجود آهي:

چندن چُور ڪرِيندي، رَتو مُنهُ ڪُهاڙَ
سَچڻ ڏُچڻ نه ٿِيي، جي رُسي سؤ وارَ
پَروڙئو پراڙَ، ته ڪَرهيندي قرب ٿئي.

(6)

ٿُنڌُ مَ ٿاءِ ڪُٿاءِ، بوڏ چَوَنِي جيءُ چَئُه
جي پانئِين پرينءَ مِڙان ته ڏوهَنئُن گُڻُ پانءِ.

• ماخذ: بيان العارفين (15)، شاه جو رسالو (15).
• پڙهڻي. اصل ائين
• معنيٰ. ٿاءِ= جاءِ، چڱو ماڳ. ڪُٿاءِ= ڪُجاءِ، بُري جاءِ. ٿُنڌڻ= مُنهن مٿو هڻڻ. ڏوهنئون= ٻنهيءَ کان (سرائڪي ڏونهين= ٻئي).

— جاءِ ڪُجاءِ (هرجاءِ جٿي ڪٿي) منهن مٿو نه هڻ، جُهڪ نه (فقط پنهنجي پِرينءَ آڏو نيازمندي

ڪر): پيارا پرين جي ’ٻوڏ‘ چَونَئِي ته به تون ڪينِ ’جِيءُ‘ چَئُه
ـــ جي تون چاهي ته پرينءَ سان ملان (پرين وٽ مقبول پوان) ته سندن ’ٻوڏ‘ ۽ ’جيء‘ ٻنهي کي ڳُڻ ڪري سمجهه.

(7)

هُنِ-ئونِ وِنڏا وِجُهه مَ تون، سيڻان ويَڻ مَ ڪَٿِ
پِيهِي مَنجه ڪٽيُون ڪَرِين، توءِ ڪُوٽِي ۾ هَٿُ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (78)، سنتون ڪي واڻي (78).
• پڙهڻي. مٿين ماخذن جون ذرا سنواريل پڙهڻيون هيٺينءَ ريت بيهن ٿيون:
جيپورگرنٿ-6: ائين آوندا وِج تون، سيڻان ويڻ مَ ڪَٿ
پيهي منجه ڪَٽو ڪري، تو پوٽي مون هٿ
سنتون ڪي واڻي: هَنءُ آءُ وَندا وَج تون، سيڻان ويڻ مَ ڪٿ
پيهي منجه ڪٽو ڪري، توکي ڪُوٽي مون هٿ
دوباره غور بعد بيت جي مٿي ڏنل پڙهڻي سامون آئي جيڪا وڌيڪ صحيح آهي. پهرين سٽ ۾ ضمير مخاطب آهي ته ٻيءَ سٽ ۾ به ساڳيو ضمير هئڻ

گهرجي، يعني ’ڪَرين‘ . ڪَٽو (هڪ ڪَٽو) بدران ’ڪٽيُون‘ (ڪٽن جا به ڪٽا ڪٽا) پڙهڻ صحيح ٿيندو. ’تو‘ بدران ’توءِ‘ (= ته پڻ)، ۽ ’مون هٿ‘ ڪي ’ ۾ هٿ‘ پڙهڻ سان صحيح معنيٰ بيهندي.
• معنيٰ هُن- ئون= انهن کان (پيارن سڄڻ کان.
وِنڌا= وِٿي، ويچو. سيٽان= سيٽن کي، پيارن کي.
ويڻ= سامهان جَوابي گفتا، اَڻ سُهائيندا ڳالهاء، مَ ڪٿ= نه سانباهہ، سامهان نه ڪر، نه چَئَه.
(اصطلاح طور) آڏو ٻول نه ٻولاءِ، شرط نه وجهه.
منجهه= اندر، پنهنجو اندر، پنهنجي جند جان.
ڪٽيون= ذرا ذرا. بيت جي معنيٰ:
- هنن (سڄڻن) وچان وٿي نه وجهه (پري نه ٿي)، پيارن سڄڻن سان ٻول نه ٻولاءِ، شرط نه وجهه؛ ـــ هنن لاءِ ته پنهنجو اندر پيهي ڪَٽيون ڪر (پاڻ ڳارِ، بس نه ڪر ۽ پيو قربان ٿي): جيڪڏهن تون پنهنجا اندر سندن واسطي پيهي ”ڏارو ڪرين، ته به (اجان وڏيڪ پيهڻ لاءِ) تنهنجو هٿُ هٿيي ۾ ئي هجي، (هٿيي مان هٿ نه ڪڍ، ۽ پيو پاڻ کي پيهه).

## اکيون

(1)

اکيون آڪاسانءِ، فوجون ڪري اُلَٿِيُون
سوڙهي ڳَلي منجهانءِ، سوجهي پِرين لَهندِيُون.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (21)، سنتون ڪي واڻي (21)، ورهد (21) جيپورگرنٿ-4 (24).
• پڑهڻي. ڇئني ماخذن جي پيٺ سان، وڏيڪ صاف ۽ صحيح پڑهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
• معنيٰ.
ـــ اکيون مٿان آسمان تان فوجون ڪري لٿيون (ائين جيئن ڪڪر قطارون ڪري آگمجي ايندا آهن)
ـــ (اهي پاڻيءَ سان پريل اکيون ڪڪرن وانگر) سوڙهين گهٽين توڙي گهرن ۾ هرجاءِ وسنديون ۽ پنهنجي سڄڻ کي ڳولي لهنديون.
اکيون جو فوجون ڪري لهڻ وارو جنگ ۽ حملي جو خيال، ۽ ڪڪرن وانگر 'آگمجي اچڻ وارو مثال، شاهه جي رسالي جي هيٺين بيت ۾ وڏيڪ ورجايل آهي:

اکين کي آهينِ، وڏا واجهه وڙهڻ جا
اُپيون منڊي مامرو، جهيڙو نه لاهينِ
جيئن سي ڪڪر اُپ ۾، تيئن آگمئون آهين
جهُڙ ڦُڙ نه لاهينِ، وسن سانوڻ مينهن جئن.

( سُر رپ)
آڪاسانہ، معنيٰ ’آڪاس مان‘ ، ’مثان آسمان کان‘ .
”اکين جو آڪاس تان فوجون ڪري لهڻ“ وارو
سَمانُ ۾ سهڻو خيال قاضي قادن انهيءَ لحاظ سان
آندو آهي، جو محبت واريون اکيون فراق سببان
پاڻيءَ سان ڀريل آهن، ۽ ڇڻ ڪڪر آهن جيڪي آگم
ڪري ايندیون ۽ هرجاءِ ۽ هر گهر ۾ گهر گهٽيءَ ۾
وسنديون ۽ پنهنجا سڄڻ ڳولي لهنديون. اکين جي
آگمجڻ ۽ وسڻ وارو خيال، قاضي قادن کان پوءِ
واري دؤر جي اعليٰ شاعري توڙي عوامي
شاعريءَ ۾ عام مقبول ٿيو. ’شاهه جي رسالي‘ جي
بيتن ۾ اهو خيال هن طرح سمايل آهي:

آگمِ ڪِئو اڇن، سڄڻ سانوڻ مينهن جيئن.
(سُر سرنگ)
-
لس پيارين لوڪ، آگم ڪِئو اکين سين.
(سُر سرنگ)
-
اکين جا آگم، مون تان لاهه مَ سپرين.
(سُر رپ)

(2)
اُپَرندي سِجان، پِرين جي نه پَسَندِيُون

ڪَڍِي ڪي ڪانگان، نِوالا نيڻ ڏيان.

• ماخذ: شاهه جو رسالو (38).
• پڙهڻي. اصل ائين. ’ڪانگان‘ (جمع واري صورت) قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهي. نِوالا= گِرَاهه، لُقما (کاڌي جا).
• معنيٰ.
ــــ (صبوح جو سوير) سج اپرند ساڻ جيڪي اکيون دلبر جو ديدار نه ڪن
ــــ تن نيڻن کي ڪڍي ڪانوَن کي گِراهه ڪري ڏيان.

(3)

جي اکڙينِ اَلذَ، ماءُ سي سڄڻ آئيا
ڳالهڙيون پِرينِ سان اوريان لَهي نه سڌَ

• ماخذ: حڪايات الصالحين (18)
• پڙهڻي. پهرين سٽ جي اصل پڙهڻي ۾ لفظ ’جي‘ رهجي ويل آهي (آڏو ايندڙ ’سي‘ مان اهو ظاهر آهي).
• معنيٰ.
ــــ اي ماءُ! اڄ اهي سڄڻ آيا آهن، جيڪي منهنجي اکڙين لاءِ اڻ لڀ آهن

ـــ (وڏي وچوڙي کان پوءِ) آءٌ پنهنجي اندر جون ڳالهيون پرين سان اوريان ٿي ته به منهنجي سَڏ ئي نٿي لهي.

(4)

جَڏهانڪُون پِريَنِ، بَڌو عَهدُ اَکينِ سين
تَڏهانڪُون تَرڪ ڪِي ننڊر مون نيٹنِ.

• ماخذ:، حڪايات الصالحين (9).
• پڑهڻي. اصل ائين
• معنيٰ.
ـــ محبوبن جڏهن کان وٺي اکين سان (اکين ملائڻ) جو انجام ٻڌو آهي
ـــ تڏهن کان وٺي منهنجي اکين ننڊر کي ترڪ ڪري ڇڏيو آهي.

(5)

توڙي هُئِنِ وَسيُون، مَئِنِ سَهسين ماڙُهوئين،
اکينِ کي مَتيُون، جِتي هوئِنِ مان پِرين.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (55)، سنتون ڪي واڻي (55)، ورهد (55).

• پڙهڻي. ’سنتون ڪي واٽي‘ جي اصل پڙهڻي ڪي سنوارڻ سان مٿين پڙهڻي نڪري ٿي. ٻيءَ سٽ جي پوئين اڌ جي اصل پڙهڻي ”اڪين ڪِينِ مَتاعُ“ آهي پر پهرين سٽ ۾ قافيي جي سٽاء مطابق ”اڪين ڪي متيون“ پڙهڻ مناسب ٿيندو. ’ورهد‘ جي لکت مان هيٺين پڙهڻي نڪري ٿي:

توڙي هوئنِ چاءُ، سئين سهسين ماڙُهوئين

اڪين ڪِينمِ ٿاءُ، جتي هوئِن مان پِرين.

• معنيٰ.

— جيتوڻيڪ ڪٿي (سانوڻ جا وڏا مينهن وسن ۽) وَسُون ٿي وڃن (۽ مال ۽ آبادي لاءِ) هزارين ماڻهو اچي مِڙنِ

— ته به (اتي جي لقاء بدران) منهنجي اکين ڪي اُتي نهارڻ جا پُور پَوَن جتي منهنجا سڄڻ هجن.

# ڪُهي ڪيا شهيد

(1)

ڪُهي ڪيا شَهيدَ، تو جي اکڙين سان

تَنِ تُنهنجِي تاتِڙِي، نه ڪو عيشُ (نه عيدَ).

• ماخذ: حڪايات الصالحين (14).

• پڙهڻي. ٻيءَ سٽ جي اصل پڙهڻي ۾، آخري الفاظ جن کي ڏنگين ۾ رکيو ويو آهي سي ڦاٿل آهن.
• معنيٰ.
ـــ تو پنهنجين اکين سان جن کي قتل ڪري شهيد ڪيو
ـــ تن کي ٿُنهنجي ئي تات آهي، ۽ نه کين عيش نه عيد ياد آهي.

(2)

ايءَ پَرِسندِي سَڄڻان- جي ڪُهنِ ۽ ڪوٺينِ

• ماخذ: حڪايات الصالحين (13)
• پڙهڻي. قلمي ڪتاب ۾ بيت جي فقط هيءَ هڪ سٽ سلامت رهي آهي جنهن جي پڙهڻي ائين ئي آهي.
• معنيٰ.
ـــ محبوبن جي اِهائي ريت آهي جو پاڻ ئي سڏين ۽ پاڻ ئي قتل ڪن.

(3)

جيڪُس نالائِق، آءُ سِيَاپِي سَڄَڻان
تيلاه منهنجِي سِڪ، سُپِريان کي ڪِي نه ڪَري.

• ماخذ: حڪايات الصالحين (8).
• پڙهڻي. پهرين سٽ ۾ اصل صورتخطي ’نالايق‘ آهي، جيڪا صحيح آهي. عام سنڌي اچار موجب هت ’نالائق‘ ڪري لکيو ويو آهي.
• معنيٰ: سياپو= نسب جي مرتبي ۽ مِٽريءَ ۾ برابري. سياپي سڄڻان= سڄڻن جي سياپي ۾.
ـــ لاشڪ آءُ سڄڻن (محبوبن) جي شان مانَ ۽ برابري جو لائق ناهيان
ـــ جو منهنجي سڪ سڄڻن تائين پهچي به ڪو اثر ئي ڪانه ٿي ڪري!

(4)

بَندِي سَپ قَرار، اسان لوچَڻ لوهَڙِيين
مٿي تَنَ تَرار، سَدا سُپيرينِ جِي.

• ماخذ: حڪايات الصالحين (23)
• پڙهڻي. اصل ائين
• معنيٰ. بندي= بند ۾ ڦاٿل، قيدي. قرار= آزار کان آجا. لوچڻ= پوڳڻ، ڦٿڪڻ، نجُهرڻ. لوهڙيين= لوهين ڪَڙِين زنجيرن ۾.

ـــ ٻيا قيدي ته سڀ آزار ڪان آجا آهن، باقي (بِره جي بند ۾ ڦاٿل) اسين ٻيا لوهين ڪَڙين زنجيرن ۾ ڦٿڪون نِجهُرون
ـــ (جو) اسان جي سر جي مٿان سدائين محبوبن جي ترار (وار لاءِ) تيار بيٺي آهي.

(5)

چوي سِپَڪوءِ، محبتي ماڻَ ٿيان
اِن درِ اگهيو سوءِ، جو سِيباڻو سڄڻان.

• ماخذ: حڪايات الصالحين (5).
• پڙهڻي. اصل ائين.
• معنيٰ. سپو ڪوءِ= سپڪو. اگهيو= مان وارو ٿيو، مقبول پيو. سيباڻو= وڻيو. سڄڻان= سڄڻن کي.
ـ سڏ ته هرڪوئي ٿو ڪري ته آءُ (محبوبن وٽ، سندن) ’محبتي‘ (عاشق) طور شمار ٿيان
ـــ پر سڄڻن جي اِن در تي مقبول اهو ٿو پوي جنهن مان کين آسيس ٿي اچي (سندن دلي کي ٿو وڻي).

(6)

جَڏَڻ منهنجا سُپرين ڏِٺُئي جيلاهِين
جوڙَ جَهَانان اکيُون توکي تيلاهِين.

• ماخذ: حڪايات الصالحين (16).
• پڙهڻي. اصل ائين
• معنيٰ. جَڏَڻ (قاضي قادن جي ٻوليءَ جو لفظ)= جڏهن. جوڙ جهانان اڪيون= جَهان ڪان اڪيون توڏانهن جوڙ ٿيون، ٻئي ساري جهان ڪان اڪيون ڦري توڏانهن جُڙي بيٺيون. توکي= تولاءِ، توڏانہ.
ـــ اي منهنجا پيارا پرين! جيئن جو تو مون ڏي مِهر جي نظر ڪئي
ـــ تيئين ئي ٻئي ساري جهان ڪان اڪيون ڦري توڏانهن جُڙِي بيٺيون.

(7)

سَڏَ سپئي ڪَرِينِ، پِريان جي پِرَيتَڻَي
سچڻ تني سامُهُون جي جِيءُ جُهومي ڏِينِ.

• ماخذ: حڪايات الصالحين (99).
• پڙهڻي. اصل ائين.
• معنيٰ. پِرِيَتَڻو= پرين ڏانهن ڇڪيندڙ، پيار، عشق.
ـــ محبوبن جي پيار ماڻڻ جي سڏ تي سپني (عاشقن) ڪي آهي

ـــ پر سچڻ تن کي سامهون ۽ ويجهو ٿين جيڪي
کين پنهنجي جند جان گهوري ٿا ڏين.

(8)

سُتي، ويٺي، اُٿيي، ڳالهائيندي، ڳِيندي
اَسان تُسان جي تاتِڙِي واتڙيين ويندي.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (6)، سنتون ڪي واڻي (6)، ورهد (6)، جيپورگرنٿ-4 (10).
• پڙهڻي. مٿين چئني ماخذن جي لکتن مان، ٿوري فرق سان، هيٺين پڙهڻي نڪري ٿي:
ستو ويٺو اٿيو ڳالهائيندو ڳيندو
اسان تسان جي تاتڙي واتڙيين ويندو.
ظاهر آهي ته اصل بيت ائين هوندو جئن مٿي ڏنو ويو آهي.
• معنيٰ.
ـــ (اي منهنجا سائين، اي منهنجا پرين!) ستي، ويٺي، اٿيي، ڳالهائيندي، ڳائيندي
ـــ واٽن تي هلندي، اسان کي ته اوهان جي ئي تات تاري آهي.

جي تو لائي رَچمچ

(1)

جي تو لائِي رَچِمَچِ، ته چِپَڻُ لِڪَڻُ لاه
زَهَرُ هَلاهلُ هَٿِ ڪر، ڪارَڻ پريان ڪاء.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (54)، سنتون ڪي واڻي (54)، ورهد (52).
• پڙهڻي. مٿين ماخذن جي پڙهڻين جي پيٽ سان، بيت جي صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
• معنيٰ. رچمچ= مجازي عشق، محبت جي راند.
زهر هَلاهِل= اهو زهر جيڪو ماري
— جي تو نينهن لاتو آهي ته پوءِ لِڪڻ چپڻ ڇڏ (۽ نسنگ نِروار ٿي بيهه)
— (محبوب جي توکي آزمائين ته) قاتِل زهر هٿ ڪر ۽ محبوبن خاطر کاءُ.

(2)

سوئيرِيَان سَنِهڙو، جُه تَنُ ڪيوءِ نه تِيئَن
توکي اَکڙُينِ ۾، پِرِين پائيندا ڪيئَن.

• ماخذ: شاهه جو رسالو ( ) جيپورگرنٿ-6 (52)، سنتون ڪي واٽي (52)، ورهد (49).
• پڙهڻي. بيت جي پڙهڻي، دادوديال جي روايت وارن ٽن ماخذن مطابق آهي. ’شاهه جو رسالو‘ ۾ بيت (سنواريل سٽاء ۽ پڙهڻي موجب) هيٺينءَ طرح آهي:

سوئيريان ئي سنهڙو جان تَنُ ڪيوءِ نه ايئن
پِرين پائِيندا ڪِيئن، توکي اکڙين ۾.

• معنيٰ. ’سوئيريان‘ يعني سوئيري کان، سُرمي کان. ’جُہ تَن‘ = جيئن جو پنهنجو تن يا جسم. ٻيءَ سٽ ۾ اصل پڙهڻي مطابق ”پرين پائيندو ڪيئن“ پڙهي سگهجي ٿو، پر جيئن ته قاضي قادن اڪثر پنهنجي پرين کي ادب وچان جمع جي صيغي سان ياد ڪيو آهي، انهيءَ ڪري هتي به ’جمع‘ جي صورت ۾ ’پرين پائيندا ڪيئن‘ پڙهڻ وڌيڪ موزون ٿيندو.
ـــ جيسين تائين جو تو پنهنجي جسم (تن) کي پيهي سرمي کان به وڌيڪ سنهڙو نه ڪيو آهي
ـــ (تيسين تائين) پرين توکي پنهنجين اکڙين ۾ ڪيئن پائيندا (توکي ونين ۾ ڪيئن وهاريندا، اکين ۾ جاءِ ڪيئن ڏيندا!)

(3)

پَئُه پَڏَرِ سيڻانِ، لِڪجُ لِڪَندين ڪيتَرو،
ٻُڏا چاءُ سَندانِ، ڪوڏَئُون سَڄا مِيهَڻا.

• ماخذ: حڪايات الصالحين (23).
• پڙهڻي. اصل ائين
• معنيٰ. پَئُه پَڏرِ= پڏر ۾ پَئه، پڌرو ٿيءِ، ظاهر ٿيءُ. سيڻانِ= ساڻن. لڪج لڪندين= لڪي لڪندين. ٻُڏا= ٿورا، احسان. چاءُ= کڻ. ڪوڏئون= ڪوڏ مان، چاه مان.
ـــ تون سندن محبت ۾ پڌرو ٿي بيه: لڪي ڪيترو لڪندين!
ـــ تون سڀ طعنا مهڻا (جيڪي توکي ماڻهو ڏين ٿا) سي سندن (محبوبن جا) ٿورا ڄاڻي پنهنجي سر تي کڻ (سَهه).

## عشق جي آتش ۾ اُج

(1)

اُلان جيهِي اُل، ٿُسان نه اسان جيتري
پِريان جامِعُ اُل، تِنہ سان پيائيي اُلِئَنِ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (39)، ستون ڪي واٽي (39).
• پڙهڻي. مٿئن ٻنهي ماخذن ۾ ڏنل پڙهڻين جي پيٽ سان، صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين ٻيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. پهرين سٽ ۾ ’اُلان‘ ( ’اُلَ‘ جي جمع واري صورت) قاضي قادن جي ٻڪر واري ٻولي مطابق آهي. ’اُلو‘ يا ’اُلُون‘ جو جمع پڻ ’اُلا‘ يا ’اُلان‘ ٿيندو. ’تسان‘ (سرائيڪي) توڙي ’پِريان‘ ٻئي لفظ قاضي قادن جي ٻولي جا آهن.
• معنيٰ. هن بيت ۾ الهي عشق جي مُور ۽ منڍ يا سرچشمي واري سهڻي معنيٰ سمايل آهي. مطلب آهي ته: اوهان کي به عشق جي تاء جي سختي، سوز ۽ آتش آهي؛ پر جيتري بيحد گهڻي اچ اسان سِڪايلن کي آهي اوتري اوهان کي ناهي. پر راڳو ائين چوڻ سان پنهنجي ذات جي وڏائي ۽ تعريف ٿئي ها: انهيءَ ڪري ٻيءَ سٽ ۾ اصلي حقيقت کي بيان ڪيو ويو ته: اها اچ (سِڪ) پِرين جي پار جي آهي ۽ اتان ئي مليل آهي. انهيءَ عشق جي سوز جو سرچشمو، مور ۽ منڍ خود پِرين پاڻ آهن، جن کان ئي پوءِ ٻين کي اها پِيَاسَ ۽ اهو سوز (هرهڪ جي وِت ۽ سَت آهر) مليو آهي.

ـــ عشق جي سوز جي سٽين واري اها آتش جيتري اسان کي آهي اوتري اوهان کي ناهي:
ـــ (حقيقت ۾) پرين پاڻ ئي انهيءَ آتش ۽ اڄ جو سرچشمو آهي، جنهن سان ٻين کي به (هرهڪ جي وت ۽ ست آهر اهو) سوز لڳي ٿو.

(2)

جي مَنَ مانهِ سي نانهِ، جي نانهِ سي ڏِسڻِ گهٽا
موڙهو منجهه وَڳانهِ، هينڙو نولي ڊورَ جئن.

• ماخذ: شاهه جو رسالو (36)
• پڙهڻي. اصل ائين
• معنيٰ. مانهہ، نانهہ ۽ وڳانهہ وارن اُچارن جي آخر ۾ ’ه‘ جي ٺيڪ، قاضي قادن واري دور جي ٻولي مطابق آهي، ۽ پڻ ’وڳانهہ‘ (=وڳان ۾) جي جمع واري صورت قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهي. جي نانهہ= جيڪي ڪجهه به ناهن، جن ۾ ڪا مَٽيا ڪانهي. ڏِسِڻِ گهٽا= ڏسجڻ ۾ گهٽا، ڏسجن گهٽا. موڙهو= موڳو ٿيو، منجهيو. نولو ڊور= ٻاهريون نئون ڊور.
بيت جي معنيٰ:

ـــ جيڪي (سڄڻ) منهنجي من ۾ آهن سي موجود ناهن، ۽ جيڪي ڪجھ به نه آهن (عام روانجي ماڻهو آهن) سي گهڻان ئي پيا ڏسجن

ـــ منهنجي حالت ان نولي ڀور واري آهي جيڪو ڪنهن ٻئي ڏڻ جي وچ ۾ پئي اچي مُنڊو آهي.

(3)

جي مَنَ مانهہ سي نانهہ، جي نانهہ سي ڏسڻ گهڻا
تني ڪبو ڪانهِ، جن ڳڏيي گوندرُ نه لَهي.

- ماخذ: شاھ جو رسالو (37)
- پڙهڻي. اصل ائين
- معنيٰ. پهرين سٽ لاءِ ڏسو مٿئين بيت هيٺ ڏنل معنيٰ. ڪبوڪانهہ= ڇا ڪبو! گوندر= وڇوڙي ۽ فراق وارو غم.

ـــ جيڪي (پرين) منهنجي من ۾ آهن سي موجود ناهن، ۽ جيڪي ڪجھ به نه آهن (عام ماڻهو آهن)، سي گهڻا ئي پيا ڏسجن

ـــ تن (ماڻهن کي) ڇا ڪبو جن کي ملڻ سان فراق وارو غم نه لهي.

(4)

جُہ مِهراڻ موج ڪئي، ته ڇاڳر سَهي نه سَٽَ
اِيئن پِريان سندي ڳالهڙِي، رَهي نه اندر گهَٽَ.

• ماخذ: شاهه جو رسالو (28)، جيپورگرنٿ-6 (38)، سنتون ڪي واڻي (38)، ورهد (37).
• پڙهڻي. بيت جي مٿي ڏنل پڙهڻي جو مدار ’شاهه جي رسالي‘ جي پڙهڻين تي آهي. شاهه جي رسالي جي آڳاٽن قلمي نسخن ۾ (جيڪي سر سسئي سان شروع ٿين ٿا) بيت جي پڙهڻي ٻن جدا نمونن سان ڏنل آهي. ٻن دستخط رسالن مطابق:

سپيريان جي ڳالهڙي، اندر رهي نه گهٽ
جُہ مهراڻ موج ڪِي، ته چاڳر سهي نه سَٽ.

چئن ٻين دستخط رسالن موجب:

اندر رهي نه گهٽ، سپيريان جي ڳالهڙي،
چاڳر سَهي نه سَٽ، جہ مهراڻ موج ڪي.

جيپورگرنٿ-6، سنتون ڪي واڻي ۽ ورهد جون پڙهيون اڳوڻي صورتخطيءَ سببان منڌل آهن. مجموعي طور سان، انهن جي پيٺ مان هيٺين وڏيڪ صاف پڙهڻي نڪري ٿي:

جي مِهراڻ مَيا ڪري ته ساڳر سهي نه سٽ
ايئن پريان سندي ڳالهڙي رهي نه اندر گهٽ.

’چاڳر‘ معنيٰ ’تانگهو پاڻي‘ ، جيڪو سمنڊ جي ڪناري لڳ واهڙن ۾، يا درياء لڳ ڍنڍن ۾، يا ٻي ڪنهن گهڻي ايراضي ۾ چَر مثل پکڙيل هجي. جڏهن

چاڙهه اچي ٿو، تڏهن مهراڻ جو پاڻي اٿلي چاڳر واري اراضي کي ٻوڙي ڇڏي، ۽ پڻ سمنڊ جي ڪناري وارن واهڙن توڙي ڪناري لڳ سمنڊ جي پاڻي کي به ڏکي پوئتي ڪري ڇڏي. رسالي جي ”سر گهاتو“ ۾ پڻ هي لفظ آيو آهي:

چاڳر ڇڳيرن، گهور نه اچي گهاتوئين.

يعني: جيڪي وڏا گهاتو آهن ۽ اونهي اوڙاهه کي گهوريندڙ (مڇي جي شڪار لاءِ ڦيرا ڏيندڙ) آهن، تانگهو پاڻي (چاڳر) تن بهادرن (ڇڳيرن) جي گهور لائق ناهي. شعر جي سهڻائي جي لحاظ سان، يا ان وقت ۾ رائج اُچار جي لحاظ سان، ٿي سگهي ٿو ته قاضي قادن ’چاڳر‘ بدران ’ساڳر‘ لفظ آندو هجي.

• معنيٰ.

— جيئن جو درياء ۾ چاڙهه اچي ٿو ۽ پاڻي جي پلٽ ٿئي ٿي ته ان جي آڏو ٻيا سڀ تانگها پاڻي ڏکجي لڙهي وڃن ٿا

— تيئن جڏهن سڄڻ جي يادگيريءَ جو پُور دل تي چڙهي ٿو ته اندر ۾ سمائجي نٿو سگهي (۽ بي اختيار روئڻ راڙو، دانهون فرياد نڪري وڃن ٿا).

پٺاڻي صاحب چيو ته:

جڏهن پوي ٿي ياد، صحبت سپيرين جي،
فريادون فرياد، ناگـهَ وڃن نڪرئو.

(5)

ماءَ! مُصَلي ويرِ، هاڻي ويئي وِسري
عيدَ ڪَرِينڊِي ڪير، مان ڪي سڄڻ گڏيو.

• ماخذ: جيپور گرنٿ-6 (58)، سنتون ڪي واڻي (58)، ورهد (57).
• پڙهڻي. مٿين ٽنهي ماخذن جي پيٺ سان، صاف صحيح پڙهڻي ايئن بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
• معنيٰ.
ـــ اي ماءُ! مُصلي تي بيهڻ (نماز پڙهڻ) واري مهل ئي هاڻ منهنجي دل تان لهي وئي؛
ـــ (جنهن کي پنهنجو پرين پاڻ ملي ويو سا پرين کان پاسي ٿي عيد ڪيئن ڪندي!) مون کي پنهنجو پرينءَ ملي ويو، هاڻي عيد ڪير ڪندي!

## محبت کي ڏَڪِ

(1)

روئِي مَ ڪَرِ پَڌرو، هَٿَ مَنجهيئِي حالُ
جان جان پِريان نه مِڙين، تَنُ ڪاٽي جيئَن ٻالِ.

ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (46)، سنتون ڪي واٽي (46)، ورهد (44).

• پڙهڻي. ٿنهي ماخذن ۾ ڏنل پڙهڻين جي پيٽ سان، صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. پر ٿنهي ماخذن ۾ پهرين سٽ جو آخري لفظ ’جال‘ آهي جنهن مان پڻ معنيٰ نڪري ٿي؛ پر شعر ( ’هٿ‘ ۽ ’حال‘ جي هم آواز شروعات) توڙي معنيٰ جي سهڻائي جي لحاظ سان، اصل ۾ اهو لفظ ’حال‘ ٿي سگهي ٿو ۽ مٿي بيت ۾ پڻ ’جال‘ بدران ’حال‘ رکيو ويو آهي. ٻيءَ سٽ ۾ ’ٻال‘ قاضي قادن جي سرائيڪي- آميز ٻوليءَ مطابق آهي.

• معنيٰ

— (سڄڻ جي سِڪ جو، يا فِراق وارو) حال پنهنجي روئڻ سان ظاهر نه ڪر، بلڪ پنهنجي اندر ۾ ئي رهاءِ

— جيسين تائين جو تون پرينِ کي نه ملين تيسين تائين (سندن سڪ ۽ سوز ۾) پنهنجو پاڻ کي پيو ڪاٺيءَ وانگر ٻار.

(2)

پِريان سَندِي ڳالهڙِي، مَرُ مَنجهين ئي هوءِ

ٻُڌائي ٻِيَنِ کي، ڪيهو ڪاڄُ سَرِيوءِ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (48)، سنتون ڪي واٽي (48)، ورهد (45).
• پڙهڻي. ٽنهي ماخذن جي پيٺ سان، صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
• معنيٰ. ’ٻُڌائي‘ يعني ’ٻين کي ٻُڌائي‘ . ’سريوءِ‘ (ماضي)= توکي حاصل ٿيو.
— پرين جي پچار پل ته تنهنجي اندر ۾ ئي هجي
— ٻين کي ٻڌائڻ سان توکي ڇا حاصل ٿيو! (= ٻين کي ٻڌائيندين ته تنهنجو ڪهڙو مقصد پورو ٿيندو).

(3)

سَڄڻَ منجِھ هُئامِ، مون ويٺي واءُ ٿِيا
هيڏان هوڏانهن هَٿڙَا، هِيئِين جاڙ وِڏامِ.

• ماخذ: بيان العارفين (4)، شاهه جو رسالو (4)، جيپورگرنٿ-4 (15).
• پڙهڻي. بيت جي پڙهڻي ’بيان العارفين‘ مطابق آهي. جيپورگرنٿ-4 جي پڙهڻي هن طرح آهي:
پِرين پاڻ لڪائِيَا مون مَن منجهيئي
هيڏي هوڏي هٿڙا وِڏا هُنهيئي.
هن پڙهڻي مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪيئن قاضي قادن جا بيت دادو ديال جي فقيرن جي زبان تي چڙهيا ۽ بدليا.

هي بيت ’ستون ڪي واٽي‘ ۾ ٻين ماخذن ۾ ڪونهي ۾ فقط جيپورگرنٿ-4 جي گڏ ڪندڙ سنت کي مليو. ان مان ظاهر آهي ته دادو ديال جي فقيرن جون روايتون جدا جدا آهن.

• معنيٰ. مون ويٺي= مون کين نه سڃاتو، بي خبري ۾ ويٺو رهيس. واء ٿيا= غائب ٿيا، پري ٿي ويا، منهنجي بي خبريءَ ۾ پري ٿي ويا

ـــ پرين مون منجهئي هُئا:

ـــ مون کين ڳولڻ لاءِ اجايو هيڏانه هوڏانه (پاڻ کان ٻاهر) هٿ هنيا.

(4)

سُورُ جِنهِين کي هوءِ، لِيهان تِنهِين اُپِرَن
ڪاٺي ڪو ڏٺوءِ، دانهان ڪندو سُورَ ٻِنِ!

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (42)، سنتون ڪي واٽي (42)، ورهد (40).

• پڙهڻي. ٽنهي ماخذن ۾ ڏنل پڙهڻين کي پيٽڻ سان، صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين ٻيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.

• معنيٰ.

— جن کي سور ٿئي ٿو تن کي ئي هاءِ هاءِ واريون ڪَهلُون پون ٿيون
— بنا سور جي تو ڪٿي ڪو دانهون ڪندو ڏٺو!

(5)

اَونهان اَندرَ ماهَ، ٻاهَرِ ڏَڪَ نه پَڌرا
ويجُ ڪَرِيندو داهَ، پسڻ سان وايوڙيَا.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (50)، سنتون ڪي واڻي (50)، ورهد (47).
• پڙهڻي. ٽنهي ماخذن جي پيٺ سان، وڏيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. ٻيءَ سٽ جي اصل پڙهڻي ۾ 'ويد' ۽ 'پَسان سي' آهي: 'ويد' بدران 'ويج' پڙهڻ بهتر ٿيندو، جو اهو آڳاٽو سنڌي اُچار آهي؛ 'پسان سي' جي بدران 'پسڻ سان' پڙهڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو. وايوڙيا= وايوڙيل، ڦٽيل، وڍيل.
• معنيٰ.
— گهاءِ (ڏڪَ) بدن (ماه) ۾ اندر هيٺ اونهان آهن، جيتوڻيڪ ٻاهران اهي ظاهر ناهن:

— (حالت اهڙي دردناڪ آهي) جو ويچ (حڪيم) پڻ اهڙن ڦٽيلن (وايوڙين) کي ڏسڻ ساڻ پريشان ٿي دانهن ڪندو!

(6)

وِچاران بِي بَٿِ، تَؤ جَلُ ٻاهرِ نِڪري
اَسانهِنجي هَٿِ، ڪامَڻُ لُوسَڻُ مَنجھ ٿيو.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (49)، سنتون ڪي واڻي (49)، ورهد (46).
• پڙهڻي. ٽنهي ماخذن جي پڙهڻين کي پيٺڻ سان، بيت جي وڏيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. اصل لکت ’تون جهل‘ بدران ’تَؤ‘ ’جَلُ‘ (=تپش ۽ ساڙيا باھ) پڙهبو ته وڏيڪ صحيح ٿيندو. ٻيءَ سٽ جي ٻي پڙهڻي ’اسان هَڇُون هٿ‘ ٿي سگهي ٿي پر ’اسانهنجي هٿ‘ پڙهڻ سان بيان وڏيڪ فصيح ٿيندو.
• معنيٰ.
— بَٽِي، نهائين يا آوِي (جيڪا ٻاهران ڍڪيل آهي) جي اندران به بعضي باھ جو تؤ ۽ ڇپيون ٻاهر نڪرن ٿيون

ـــ پر اسان جي جسم (جو اهو حال آهي جو ان) جو سڄو سڙڻ ۽ پچڻ اندرئي اندر ۾ آهي (۽ ٻاهر ٻاڦ ٻه ڪانه ٿي نڪري).

(7)

روز محشرَ ڏِينهڙي سَتَر سِجَ تَپَنِ
سَپَوئي جُهڙَ پانئيان، جي مون پِرين مِڙَنِ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (53)، سنتون ڪي واڻي (53)، ورهد (50).
• پڙهڻي. اصل ٻيءَ سٽ ۾ ’جَر‘ (= پاڻي) آهي جنهن کي ’جُهڙَ‘ ڪري پڙهبو ته صحيح ٿيندو.
• معنيٰ.
ـــ محشر جي ڏينهن پل ڪٽي (هڪ بدران) ستر سِجَ اپرن ۽ تپي تاءُ ڪن
ـــ ته پڻ (اهو) سڄو جُهڙ ڪري پانئيان جيڪڏهن (ان ڏينهن) مون کي پِرين ملن.

## حقيقي سڄڻ

(1)

حقيقي مون سيڻ، وَسن شهر حَقيق ۾،
ڳالهِين چون حَقِيقِيَان، چوَنِ حَقِيقِي ويڻ.

ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (26)، سنتون ڪي واڻي (26)، ورهد (26)، جيپورگرنٿ-4 (28).

• پڙهڻي. چئني ماخذن جي پيٽ سان، وڏيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.

• معنيٰ.

ــ منهنجا سچا سڄڻ (سدائين) رهن ٿي سچ جي شهر ۾

ــ اهي جيڪي چون، سو سڀ حق طرفان يا حق مطابق آهن؛

- يا -

هو هرڪنهن کي (حق ۽ انصاف) جون نصيحتون ڪن ۽ حق جا گفتا چون.

(2)

شَفِيقي مون سيڻ، وَسن شَهرِ شَفيق ۾،
ڳالهِ چون شَفيقَان، چون شفِيقي ويڻ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (27)، سنتون ڪي واڻي (27)، ورهد (27)، جيپورگرنٿ-4 (29).

• پڑھٽي. چئني ماخذن جي پيٺ سان، وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙھٽي ائين بيھي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آھي.

• معنيٰ. ’شفيقي‘ = ’شفيقن وانگر‘ يا ’شفيقن جھڙا‘ . ’شفيق‘ معنيٰ پياري سڳي ڀاءُ وانگر پيار ڪندڙ. انھيءَ لحاظ سان ئي (عربي فارسي ۾) ’اَخي شفيق‘ محاورو مشھور آھي ۽ سنڌي ۾ پڻ نھايت پيار ڪندڙ ڀاءُ کي ’شفيق ڀاءُ سڏيو ويو. ’سيڻ‘ جي لفظي معنيٰ آھي ’پيءُ- ماءُ جيڪي پنھنجي نياڻي جو سڱ ڏين‘: جيڪو سڱ وٺي ان کي ’سياءُ‘ چئبو ۽ جيڪو سڱ ڏئي سو ’سيڻ‘ سڏبو. ’سيڻ‘ جي اصطلاحي معنيٰ سچا سڄڻ يا وڏي قرب وارا مِٽرَ. ’وسن‘ معنيٰ سدائين گھڻو رھن؛ ’ويڻ‘ معنيٰ ’سامھون گفتو‘ ميار وارو ڳالھاء ، ڏکيو ڏوراپو. انھيءَ لحاظ سان بيت جي معنيٰ ٿيندي:

ـــ منھنجا پيارا سڄڻ وڏي پيار وارا آھن، ۽ سدائين پيار واري شھر ۾ رھندڙ آھن:

ـــ ڪا ڳالھ ٿا ڪن ته به قرب وچان ٿا ڪن، ۽ جيڪڏھن ڪو ڏوراپو ٿا ڏين ته به پيار ۽ قرب سان ٿا ڏين.

(3)

پاڙي ۾ وَڻُ هيڪَڙو، سو مون گهٽو سُهاءِ،
ٿار وِهاري سَجَڻان، چَڙِي پِي وَڻراهِ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (57)، سنتون کي واڻي (57)، ورهد (55).

• پڙهڻي. ٿنهي ماخذن جي پيٺ سان وڏيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. پهرين سٽ ۾ اصل عبارت 'پاڙي ۾ بَڙُ هيڪڙو' آهي جنهن کي 'پاڙي ۾ وڻ هيڪڙو' پڙهڻ وڏيڪ صحيح ٿيندو. 'پاڙي جو وڻ' يا 'پاڙي ۾ وڻ' وارو سنڌي محاورو آڳاٽو آهي. ٻيءَ سٽ ۾ اصل لفظ 'وِلاسي' آهي، جيڪو ڍاٽڪي- راجسٿاني لفظ 'ٻلهاسي' (=وهاري) جي برابر آهي. ظاهر آهي ته اصل سنڌي لفظ 'وهاري' هو جنهن کي 'وِلاسي' ڪري پڙهيو ويو. 'چڙي' يا 'چڙهي' معنيٰ هڪ ڪاني يا اڪيلو وڻ.

• معنيٰ.

— پاڙي ۾ هڪڙوئي وڻ آهي، پر اهو مون کي گهڻو وڏيڪ ٿو سِيبائي

— اهو هڪڙو ئي وڻ، جيڪو سڄڻ کي پنهنجي ٿڌي ڇانوَ ۾ ويهاري ٿو، سو اڪيلوئي (چڻ ته) وڏي وڻراه آهي.

# هنجھ: اعليٰ ڪردار

(1)

اَچا ٻَگھ مَ پَسُ، وَرُ ميرا هنجھڙا
رَتا جي خالق سين، تَني لڳي مَ ڪَسُ.

- ماخذ: حڪايات الصالحين (15)
- پڙهڻي. اصل ائين
- معنيٰ.

ـــ ٻَگن کي اڇو ڏسي انهن تي هِرکي نه پَئُه، هنجھڙا ميرا ئي سَهي پر پَلَ ته هجن.
ـــ هنجھ جيڪي پنهنجي خالق سان رَچي راس ٿيا آهن تن کي شال ڪو ٺِڪو نه لڳي!

(2)

سَرُ سُڪِي کَڙيُون ٿيو، اُڏَڻ لڳي کيہِ
ماناسَر جي هنجھڙي لَڏي چڏيو ڏيہِ.

- ماخذ: شاھ جو رسالو (35)
- پڙهڻي. اصل ائين

• معنيٰ. سر= وڏو تلاء، ماناسر= ’مانا سر‘ نالي وڏو شاهي تلاء، وڏو مانائتو تلاء. ڪڙيون ٿيو= ڪَڙا ٿيو، سُڪي ويو ۽ باقي تري ۾ مٿي ۽ پتر وڃي بچيا. اڏڻ لڳي= اڏامڻ لڳي. ڪيھ، ڪِھ= سنهي مٿي. بيت جي معنيٰ:
— (مانا سر جو) وڏو شاهي تلاء سُڪي پتر ۽ ڪڙا ٿي ويو، ۽ تري ۾ مٿي اڏامڻ لڳي
— تڏهن ’ماناسر‘ جي هنجهڙي، اتان اڏامي ان پيٽيءَ کي ڇڏيو.

(3)

هُنَ سَرَ سندا هَنجهَڙا، اِتي ئي آهينِ
ڳالهِين رب پَرِتِيَان جو مَنگي تنھ ڏينِ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (16)، سنتون ڪي واڻي (16).
• پڙهڻي. اصل ائين
• معنيٰ. پانئجي ٿو ته قاضي قادن هيءَ بيت ڪنهن ٻئي سالڪ جي چيل هيٺيين بيت جي جواب ۾ چيو:

وڃي آيو ڪير، ڪنھ ڏٺو مُنھ لاهُوتيين،
اچي ڪندو ڪير، ڳالهِين رب پَرتيان.

[جيپورگرنٿ-6 (15)، سنتون ڪي واٽي (15)، جيپورگرنٿ-4 (18).]
قاضي قادن جي بيت ۾ لفظ ’ڳالهِين‘ (= ڳالهيون) آهي جيڪو روهڙي ڊويزن جي اوپر – اترئين پاڱي (خاص طرح گهوٽڪي، ميرپور ماٿيلي ۽ اُباوڙي جي ڀراڙي واري سنڌي) جي ٻوليءَ ۾ اجان تائين ڳالهائجي ٿو. بيت جي معنيٰ ته:
ـــ هُن تلاء (الاهي راز وارو پيو جهان) جا هنجهه هتي پڻ موجود آهن؛
ـــ جيڪو ڪانئن رب جي پرتلن (پلارن درويشن ۽ ولين) جي ڳالهين جي گهر ڪندو تنهن کي ئي هو ٻڌائيندا.

---

ائين ٿو معلوم ٿئي ته ڀرين سٽ جي معنيٰ وارو پيو ڪو آڳاٽو بيت پڻ هلندڙ هو، جنهن جي هڪ سٽ ميين شاهه ڪريم هن طرح پڙهي ته:

”ڪِہ سَر سندا هنجهڙا، ڪيٿي ٿا چُٽن“

ساڳي معنيٰ ۾ پيو هڪ بيت پڻ آڳاٽي وقت کان سنڌ ۾ هلندڙ هو، جنهن جو جواب پٿائي صاحب ڏنو. اڳ ڪنهن درويش چيو ته:

”هُو جي رڱ رڱين، سي کَتي کُنپ کٽي وئا“

پٿائي صاحب جواب ڏنو ته:

اڃان پڻ آهين، هوندا ڪلجڳ تائين ڪاپڙي
لالائي جو، لطيف چئي، هو لاڳ چڱو لائينِ
ٿا نِيَت مقابل نِينِ، ماڻهو ميرا ڪپڙا.

(4)
دِل اَندرِ دَرياءُ، پُڇين ڪِيان سَمُوندرَ ڪَلَ
ماڻِڪَ اِي سَرياءِ، چُڱِي چوڪا نه ڪَڍِين!

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (12)، سنتون ڪي واڻي (12)، ورهد (12)، جيپورگرنٿ-4 (14).
• پڙهڻي. چئني ماخذن جي پيٽ سان، صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. پهرين سٽ ۾ اصل الفاظ ’درياوَ‘ ۽ ’ڪِيا سَمندرَ ڪَلَ‘ آهن. ’درياء‘ پڙهڻ بهتر ٿيندو ۽ ’ڪِيا‘ بدران ’ڪِيان‘ (معنيٰ ’چو‘ ، ڪنهن ڪان) پڙهڻ صحيح ٿيندو؛ وزن جي لحاظ سان ’سمونڊر‘ ڪري پڙهبو. ٻيءَ سٽ ۾ اصل الفاظ ’سرياو‘ (توڪي سريا) وڏيڪ صحيح ٿيندو، جو مٿي پڻ جمع بدران واحد آيل آهي. ٻيءَ سٽ ۾ لفظ ’چوڪي‘ آهي، پر جيئن ته ’ماڻڪَ‘ جمع ۾ آهن، ته هي لفظ پڻ ’چوڪي‘ بدران ’چوڪا‘ پڙهڻي صحيح ٿيندو.
• معنيٰ.

ـــ (اي هنجهه) درياء تنهنجي دل جي اندر آهي، ٻاهر سمنڊر ڇو پيو پڇين!

ـــ ماڻڪ اِهي اتي ئي تو وٽ موجود آهن؛ سهڻا سٺا چونڊي ڇو نه ٿو ڪڍين!

ي وئي آهي. پهرين سٽ ۾ اصل الفاظ ’درياوَ‘ ۽ ’ڪِيا سَمندرَ ڪَلَ‘ آهن. ’درياء‘ پڙهڻ بهتر ٿيندو ۽ ’ڪِيا‘ بدران ’ڪِيان‘ (معنيٰ ’ڇو‘ ، ڪنهن ڪان) پڙهڻ صحيح ٿيندو؛ وزن جي لحاظ سان ’سمونڊر‘ ڪري پڙهبو. ٻيءَ سٽ ۾ اصل الفاظ ’سرياو‘ (توکي سريا) وڏيڪ صحيح ٿيندو، جو مٿي پڻ جمع بدران واحد آيل آهي. ٻيءَ سٽ ۾ لفظ ’چوکي‘ آهي، پر جيئن ته ’ماڻڪَ‘ جمع ۾ آهن، ته هي لفظ پڻ ’چوکي‘ بدران ’چوکا‘ پڙهڻي صحيح ٿيندو.

- **معنيٰ.**

ـــ (اي هنجهه) درياء تنهنجي دل جي اندر آهي، ٻاهر سمنڊر ڇو پيو پڇين!

ـــ ماڻڪ اِهي اتي ئي تو وٽ موجود آهن؛ سهڻا سٺا چونڊي ڇو نه ٿو ڪڍين!

# سُتا اُٿي جاڳ

(1)

سُتا اُٿي جاڳُ، راتِڙين سَيَئي وِهاڻِيَان
مَٿَئِن ٿيو اَپاڳُ، پرين وِسارُيئِي مُڪِري.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (92)، سنتون ڪي واٽي (92)، ورهد (91).

• پڙهڻي. ٿنهي ماخذن جي پڙهڻين جي پيٽ سان، بيت جي وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. پهرين سٽ جي شروعات واري اصل صورتخطي مان ٻه پيون پڙهڻيون به نڪري ٿيون. 1. سُتو هَتو جاڳ‘ 2. ’سُتو هُون ته جاڳ‘ . ٻنهي جي معنيٰ ساڳي آهي= ’تون ستو رهيون! اٿي جاڳ جو رات وهامي وئي آهي‘ . البت قاضي قادن کان پوءِ واري دور ۾ ’ستا اٿي جاڳ‘ فقرو وڌيڪ معروف رهيو آهي، جنهن مان گمان ٿئي ٿو ته اهو فقرو اصل ۾ قاضي قادن جي بيت جو هو، ۽ هن بيت ۾ اهو ساڳيو قائم رکيو ويو آهي. ٻيءَ سٽ جي آخري لفظن جي اصل صورتخطيءَ مان ائين لڳي ٿو ته چڻ انهن جي پڙهڻي ”پرين وسارڻ مَ ڪر“ آهي، پر بيان ۾ اها فصيح ناهي: جيڪڏهن انهن لفظن کي ”پرين وِسارِيُئِي مُڪِري“ پڙهجي ته معنيٰ وڌيڪ صاف ٿيندي. ’مڪرڻ‘ جو مفهوم قاضي قادن جي دور جي ٻئي هڪ بيت (’ستون ڪي واٽي‘ نمبر 14) ۾ پڻ موجود آهي. ’مُڪرڻ‘ معنيٰ وعدي تان ڦري وڃڻ، اصل ناتا وساري بدلجي وڃڻ.

• معنيٰ.
ـــ اي غفلت جي ننڊ ۾ ستل غافل! اٿي جاڳ جو سڀ راتيون وهامي ويون (وقت سڄو غفلت ۾ گذري ويو ۽ عمر پوري ٿي وئي)!
ـــ تنهنجو پاڳ ڦٽو جو اصل وعدي تان ڦري پنهنجي پرينءَ کي وسارِيُئي (پيدا ٿيڻ وقت روحن پنهنجي خالق کي پنهنجو ربُ ڪري مڃڻ جو وعدو ڪيو هو).

(2)

سُتُون سَڄي راتِ، مُنهُن ڍَڪي مُئِن جِيئَن
نه تو سَمَرَ تاتِ، نه جهورِي تو آه ڪا.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (83)، سنتون ڪي واڻي (83)، ورهد (81).
• پڙهڻي. ٿنهي ماخذن جي پيٺ سان بيت جي وڏيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
• معنيٰ. صاف آهي ته:
ـــ تون سڄي رات منهن ڍڪي مئلن وانگر سمهيو پيو آهين

ـــ توکي نڪي سفر لاءِ سمر گڏ ڪرڻ جي ڳڻتي آهي ته نڪي وري ڪا ٻي اَڻ تڻ آهي.

(3)

سُتُون ڪيهي ساءِ، تو مَٿي ڪَپَرُ گُڙي
هَڻُ تِتائِين ڪاءِ، جتي ٿُهِنجو تَڪِيو.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (82)، سنتون ڪي واڻي (82)، ورهد (80).
• پڙهڻي. ٽنهي ماخذن جي پڙهڻين جي پيٽ سان، بيت جي وڏيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
• معنيٰ، هي بيت اويسرن ۽ غافلن لاءِ هدايت طور چيل آهي، ۽ هڪ اهڙي غافل ۽ اويسري کي مخاطب ٿي چيل آهي جيڪو پائيندڙ درياءَ جي ڪنڌيءَ تي بي اونو ٿي سمهي پيو آهي. ڪپر گُڙي= ڪپر ڪَڙڪو ڪري (پائيندڙ وقت جڏهن ڪَپر ڪِرڻ وارو هوندو آهي ته وڏو آواز ٿيندو آهي)
ـــ اي غافل! تنهنجي مٿان ته ڪپر پيو گُڙي؛ پوءِ تون ڪهڙي آسري تي مٿي ننڊ ۾ ستو پيو آهين!
ـــ درياءَ (جو وهڪرو) ته ان جاءِ تان پيو زمين پائي (ڪائي) جتي تون (ستل) آهين!

(4)

ٻِيان ڪُون ڪِيا روئيي، ڏک آپڻي ڪُون رو
ٻنڌ سَمل، ٿي ساخِتِي، اِٿ نه رَهسِي ڪو.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (81)، سنتون ڪي واڻي (81)، ورهد (78).
• پڙهڻي. ٽنهي ماخذن جي پڙهڻين جي پيٽ سان، بيت جي وڏيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. پهرين سٽ هندي آميز آهي پر مجموعي طور سان بيت جي ٻولي سرائيڪي آهي جيڪا پڻ بکر علائقي جي ٻولي هئي. فارسي لفظ ’ساختي‘ قاضي قادن جي علمي ڄاڻ جو نشان آهي.
• معنيٰ.
— ٻين (جي وجڻ) تي ڇو ٿو روئين، تُون پنهنجي (وڃڻ جو) ڏک ۽ غم ڪر.
— سمر ٻڌ، تيار ٿي، جو آخر هلڻو آهي ۽ هت ڪوبه ڪونه رهندو.

(5)

مَنجهِين مائو ناه ڪِين پَسَڻ کي گهاٽي
ڏُنِي ڪُسُونبي رَنگ جِيُون، وِينڌَئي وِهاٽي.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (96)، سنتون ڪي واٽي (96)، ورهد (94).

• پڙهڻي. ٿنهي ماخن جي پڙهڻين جي پيٽ سان، بيت جي وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.

• معنيٰ. مائو= مقدار، وزن، جَٿاء. پَسڻ ڪي گهاٽي= جيڪو ڏسڻ ۾ گهاٽو آهي. دُني= دنيا. ڪسونبو= ڪهنبو. وهاٽڻ= زهر ڏيئي مارڻ.

— جيڪو ڏسڻ ۾ گهاٽو آهي (ٻاهران، پري کان، گهاٽو نظر ٿو اچي)، سو اندران مائيدار ڪونهي (اندران بي مقدار آهي)

— (هي ٻاهرئين ڏيکاء واري) دنيا ڪنهبي جي رنگ وانگر آهي (جيڪو جٽادار ڪونهي): اها ڪنهن وقت (بي وفائي ڪري) توکي وهه ڏيئي ماريندي.

(6)

جان جان سونه پَسن، جنهن ڪارڻ جوڳي ٿيا
تان تان سَناسين، وَرِهه وِهامي راتڙي.

• ماخذ: حڪايات الصالحسين (19).

• پڙهڻي. اصل ائين

• معنيٰ.
ـــ هُو جيسين تائين اُهو وڏو سائين (وڏو هادي) نه ڏسن جنهن جي (سڪ ۽ هدايت) سببان طالبا ۽ ڳولائو (جوڳي) ٿيا آهن.
ـــ تيسين تائين انهن تارڪن فقيرن کي هڪ رات به ورهيه جيڏي ٿي گذري.

(7)

جوڳي جاڳايوسِ، سُتو هوسِ ننڊر ۾
تِهان پوءِ ٿيوسِ، سَندي پِريان پيچري.

• ماخذ: بيان العارفين (7)، شاه جو رسالو (7)، جيپورگرنٿ-6 (36)، سنتون ڪي واڻي (36)، ورهد (35).
• پڙهڻي. بيت جي مٿين پڙهڻي ’بيان العارفين ۽ شاه جي رسالي مطابق آهي. دادو ديال جي روايت وارن ماخذن ۾ بيت هيٺينءَ طرح ڏنل آهي جنهن جو ٻيءَ سٽ ۾ تبديل ٿيل آهي جيڪا معياري ناهي.
سُتو هئوس ننڊ ۾، جوڳي جاڳايوسِ،
مَرُ وڃايائين مون مَنان، تَتُ ويکايوس.
• معنيٰ. جوڳي= جوڳ جو وڏو ڄاڻو ۽ عامل= وڏو هادي مرشد.

ـــ آءٌ غفلت جي ننڊر ۾ ستل هئس جو مون کي وڏي هادي مرشد جاڳائي سجاڳ ڪيو
ـــ ان سجاڳيءَ کان پوءِ ئي آءٌ محبوبن واري واٽ سان لڳس.

## پهرين پاڻ وڃاءِ

(1)
پيرِين پاڻُ وڃاءِ، پاڻ وڃائي هوءُ لَهُ
ٿُهان ڏار نه سُپرين، مُنهُ مَنجهئِين پاءِ.

• ماخذ: بيان العارفين (10)، شاھ جو رسالو (10)، جيپورگرنٿ-6 (34)، سنتون ڪي واڻي (34)، ورهد (33)، جيپورگرنٿ-4 (47).
• پڙهڻي. بيت جي مٿين پڙهڻي ’بيان العارفين‘ مطابق آهي. دادو ديال جي روايت وارن گرنٿن ۾ خاص طرح ٻيءَ سٽ جي پڙهڻي ۾ هيٺينءَ طور فرق آهي:
تن اندر منه پاءِ، تانهُون اندر سپرين
جيپورگرنٿ-6 (34)

-

من اندر منھ پاءِ، توئي اندر سپرين
سنتون ڪي واٽي (34)

-
تن اندر منھ پاءِ، تانئو اندر مون سپرين
ورھد (33)

-
تن اندر منھ پاءِ، تان توئي اندر سپرين
جيپورگرنٿ-4 (47)

• معنيٰ.
— پھريائين پنھنجو پاڻ وڃاءِ (پنھنجي نفس کي مار) ۽ پاڻ وڃائي پوءِ ھو (محبوب) ڳولي لھ.
— پيارو سڄڻ توکان ڌار ناھي، تون پنھنجو پاڻ ۾ نھاري ڏس.

(2)

جِيئَن ڦِقِرُ ماهَ ۾، اِيئَن روزا عيدَ نمازَ
اڄان آهي ڪا ٻِئي، اَللہ سَندِي حاجَ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (59)، سنتون ڪي واٽي (59)، ورھد (59).
• پڑھٽي. ٽنھي ماخذن جي مختلف پڑھٽين جي ڀيٽ سان، بيت جي وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڑھٽي ائين

بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. ٻيءَ سٽ ۾ اصل پڙهڻي ”اڃا آهي ڪاءِ ٻي الھ دي حاج“ ؛ پر جيئن ته هي سچو بيت صاف سنڌي ۾ آهي انهيءَ ڪري سرائيڪي لفظ ’دي‘ بدران ’سندي‘ ڪري پڙهڻ سان سٽ جو وزن پورو بيهندو.

• معنيٰ. معنيٰ صاف آهي. هيري ٺَڪُر ’قاضي قادن جو ڪلام‘ (ص29) ۾ به سهڻي ڪري لکي آهي ته:

— ”جيئن ماس (بدن) اندر ڦُڦڙ آهن (جي صاف هوا اندر کڻي رت کي صاف ڪن ٿا)، تيئن ئي روزا، عيد ۽ نماز آهن (انهيءَ جو ڪم به تن من کي صاف ڪرڻ آهي).

— پر الله سان ملڻ وارو عمل يا ڪم اڃا ڪو ٻيو آهي.“

شاھ صاحب جو هيٺيون بيت پڻ انهيءَ خيال کان متاثر ٿي چيل آهي ته:

روزا نمازون اِي پڻ چڱو ڪم
اُو ڪو ٻئو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ کي.

(3)

رَبُ سُڃاڻڻ سُنڙو، پاڻُ سڃاڻڻ ڏک
تان تان ڪج مَ سُکُ، جان جان پَسين پاڻَ کي.

• ماخذ: ملفوظات خزانة الحڪمت (4).
• پڙهڻي. اصل ائين
• معنيٰ.
ـــ رب کي سڃاڻڻ سولو آهي پر پاڻ کي سڃاڻڻ وڏو ڏاکڙو آهي
ـــ تيسين تائين سُک نه ڪج جيسين تائين (حق ڏانهن متوجهه نه ٿيڻ بدران) تنهنجي نظر پنهنجو پاڻ تي آهي.

(4)

توکي تتوڙائين، ’لا‘ سين لاٿائُون
اجان پڻ ’آئون‘ ، واريو وِجهين وچ ۾.

• ماخذ: گلزار ابرار (2)، بيان العارفين (9)، شاهه جو رسالو (9)، ملفوظات خزانة الحڪمت (6).
• پڙهڻي. اصل ائين
• معنيٰ.
ـــ ٿُنهنجي ته اصل ڪان وٺي ’لا‘ سان نَفَيِ ڪيائون
ـــ پر تون اجان به ’آئون‘ (پاڻ) کي آڻيو وچ ۾ وجهين.

(5)

’لا‘ لاهِيندي ڪَن کي، ’لا‘ مُورِهِين ناهِ

بِاللهِ ري پِريانء، ڪَٿُ نه ڏِسي ڪِي ڀيو.

• ماخذ: گلزار ابرار (3)، بيان العارفين (6)، شاهه جو رسالو (6)، ملفوظات خزانة الحڪمت (2).
• پڙهڻي. اصل ائين
• معنيٰ.
- ’لا‘ ڪنهن جي نَفِي ڪندي (ڪنهن جو خاتمو آڻيندي)! ’لا‘ ته مُنڊان آهي ئي ’ڪانه‘ :
ـــ قسم الله جو ته سواءِ پرين جي ڀيو ڪجهه ڏسجي ئي ڪونه ٿو (يعني غير الله ته آهي ئي ڪونه، پوءِ ’لا‘ ڪنهن جي نَفِي ڪندي).

## پهرين پاڻ پرک

(1)
پِهرِين پاڻُ پَرَک، پِرين پَرکڻ سؤکَڙا
دَرُ پِي سوئِي رَکُ، جِتان ڏِکائون لَهِين.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (33)، سنتون ڪي واڻي (33)، ورهد (32)، جيپورگرنٿ-4 (46).

• پڙهڻي. ڇئني ماخذن جي پڙهڻين جي پيٽ سان، بيت جي وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. پهرين سٽ جو آخري اصل لفظ ’ساڪڙا‘ آهي،جنهن کي ’سؤڪڙا‘ پڙهڻ بهتر ٿيندو. ٻيءَ سٽ ۾، اصل پڙهڻين مطابق، پويون فقرو ڇڻ ’جتان ڏڪا نه لهين‘ آهي، پر ’ڏڪا لهڻ‘ جو اصطلاح سنڌي ٻولي ۽ ادب جي روايت ۾ موجود ڪونهي؛ معنيٰ جي لحاظ سان، سهڻائي تڏهن ٿيندي جڏهن ڇئجي ته ’جتان ڪي ڪجهه لهين‘ ، يعني جتان توکي ڪجهه حاصل ٿئي. ٿي سگهي ٿو ته اصل پڙهڻي ”ڏُڪانو“ هجي: ’ڏُڪ‘ معنيٰ ’ديد‘ يا ’نظر‘ ، شايد قاضي قادن جي وقت ۾ ’ڏُڪانو‘ جي معنيٰ ديدار يا نظارو هجي. پر وڌيڪ موزون پڙهڻي ’جتان ڏِڪائون لهين‘ ٿيندي: ’ڏِڪائون‘ ( ’ڏِڪَ‘ جو جمع) معنيٰ شاديون مراديون، خوشيون ۽ نعمتون.

• معنيٰ.

ـــ پهريائين پاڻ کي سڃاڻ (جيڪو ڏکيو مرحلو آهي)؛ پرينِ کي سڃاڻڻ سولو آهي.

ـــ در به اهوئي جهل، جتان توکي نعمتون نصيب ٿين.

(2)

اسين سِڪُون جَن کي، تان سي اَسين پاڻَ

هاڻي وچ گمانَ، سَهِي سُڃاتا سُپِرين.

• ماخذ: گلزار ابرار (4)، بيان العارفين (8)، شاهجو رسالو (8).
• پڙهڻي. ’گلزار ابرار‘ ۾ هن بيت جو مفهوم فارسي نثر ۾ بيان ڪيل آهي. بيان العارفين ۾ اصل ائين.
• معنيٰ.
ـــ اسين جن لاءِ سِڪون پيا سي ته اسين پاڻ آهيون،
ـــ اي گمانَ، اي شَڪ شُبها! تون پڇي پري ٿيءُ، جو محبوبَ صحيح طرح سڃاڻجي ويا آهن.

(3)

پاڻِي وانگي رَنگَ ۾، پاڻو واڻُ رَتاسِ
رَڱيندڙُ آ پاڻُ ڏٺي، سَپِي رنگَ سَنداسِ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (106)، سنتون ڪي واڻي (106)، ورهد (103).
• پڙهڻي. ٽنهي ماخذن جي پڙهڻين کي پيٽڻ سان، بيت جي وڏيڪ صاف ۽ صحيح پڙهڻي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏنو ويو آهي.
• معنيٰ. هن بيت جي معنيٰ سهڻي پَر ڳُوڙهي آهي. صوفين درويشن جي تعليم مطابق، طالب کي پنهنجي

هستي وڃائڻ گهرجي ۽ پڻ پاڻ کي نانهه (مخفي) ڪري ’مطلوب‘ (محبوب) ۾ فنا ٿي (سمائجي) وڃڻ گهرجي. انهيءَ معنيٰ کي سولو ڪري سمجهائڻ خاطر ’پاڻي‘ جو مثال ڏنل آهي ته ڪيئن ’پاڻي‘ پنهنجي صورت کي وڃائي ٻي هر صورت واري رنگ ۾ رچي ٿو وڃي. پوئين ويجهي دؤر ۾، فقير خير محمد هيسباڻي پنهنجي بيت ۾ هن معنيٰ کي ائين سمجهايو ته:

پَسو جو پاڻي، هر رنگ ۾ رَلِي وڃي
’طالب‘ کي ’مطلوب‘ جي اها اهڃاڻي
سمجهه دل سياڻي، خاصن لئي خير محمد چئي.

قاضي قادن جي مٿئين بيت ۾ هيءَ ساڳي معنيٰ سمايل آهي، پر اها وڌيڪ سهڻي ۽ اعليٰ سطح واري آهي:
ــــ آءٌ پاڻي وانگر هر رنگ ۾ پاڻهي پاڻ رچي ويس ــــ (حقيقت ۾) رڱيندڙ به پاڻ ڏٺي آهي، ته رنگ به سڀ سندس ئي آهن.

(4)

نه سو لاهه، نه سِري، نه اورارِ، نه پارِ
مُوڙهو وَتِين جنهه کي، سو مَن منجهه نهارِ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (11)، سنتون ڪي واٽي (11)، ورهد (11)، جيپورگرنٿ-4 (13).
• پڙهڻي. چئني ماخذن ۾ پهرين سٽ ۾ اصل پڙهڻيون لاهو، سِرو، ’اُروار‘ آهن؛ صحيح لاه، سِري، ’اورارِ‘ ٿيندا. ’لاهو‘ يا ’لاه‘ معنيٰ لاڙ يا ڏکڻ (وارو پاسو). شاه ڪريم جي بيت جي سٽ آهي ته ”جي اُتر جي لاه، سڄڻ سپ پرکئا“ . ’اورار‘ معنيٰ درياه جو اوريون پاسو، ۽ ’پرار‘ يا ’پار‘ معنيٰ درياه جو پريون طرف.
• معنيٰ.
— هو (پرين) نه لاڙ ۾ آهي ته نه سري ۾، نڪي درياه جي هنِ پر آهي، ته نڪي هُن پر:
— جنهن لاءِ تون حيران پريشان ٿي پيو ڦرين، سو پنهنجي من اندر ڳولي ڏس.
پٺائي صاحب ان ساڳئي خيال کي هيٺين بيت ۾ آندو آهي ته:

”لِڪو ڪونه لطيف چئي، ٻاروچو ٻئي پار،
نائي نيڻ نهار، ته تو ۾ ديرو دوست جو.“

(5)

لِيهان لَکَ ڪَيامِ، پَسَڻُ کي پاڻان پِرين
سوجهي سيڻَ لَڌامِ، مَنَ مَنجهين ئِي سُپِرين.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (45)، سنتون ڪي واٽي (45)، ورهد (43).
• پڙهٽي. مٿين ماخذن جي مختلف پڙهٽين جي پيٽ سان، بيت جي وڌيڪ صاف ۽ صحيح پڙهٽي ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي.
• معنيٰ.
ـــ مون پنهنجي پرين کي پاڻ کان (پاڻان) ٻاهر ڳولڻ ۽ ڏسڻ لاءِ لکين تڪليفون ڪيون
ـــ آخرڪار (اندروني نِرت ۽ سُرت سان) جانچي نهاري مون پنهنجا پرين پنهنجي اندر ۾ ئي لڌا.

# الست ارواحن کان

(1)

پَهرين ئِي پيامِ جو مون ساهُ ئي سيڻانِ

هنِيَڙو هيجَ پنڌ ڪَري، لڳو ڪَہَ ڪيڻانِ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (10)، سنتون ڪي واٽي (10)، ورهد (10)، جيپورگرنٿ-4 (12).

• پڙهڻي. مٿين ماخذن جي مختلف پڙهڻين مان هيٺيون پڙهڻيون بيهن ٿيون جن مان معنيٰ نڪري ٿي:

پَهريون ئي پرِيامَ جا مون سان ئي سُوَڙان

(شروع کان ئي منهنجي پِرين جا مون سان سندن سُوَڙَ (چڱاوَڙ، وڏا وَڙَ ٿيا)

پهريون ئي پِريامَ جان مون سائين سيِڻيانِ

(شروع کان ئي منهنجا پِرين جئن جو منهنجا سائين ۽ سيڻ (سڄڻ) آهن)

پهريون ئي پيامِ جو مون ساه ئي سيڻانِ

(مندِ کان ئي جو منهنجو ساه ئي ساڻن گڏ پيو، ساڻن گڏ سِرجيو)

انهن پڙهڻين مان آخري پڙهڻي وڌيڪ معنيٰ واري آهي: ’سيڻان‘ معنيٰ ساڻن؛ اهو لفظ ٻيءَ سٽ واري قافيي ’ڪيڻان‘ سان پوري پچ کائي ٿو.

— ازل کان ئي جئن جو منهنجو ساه ساڻن گڏ سرجيو — سو منهنجو هنيو (دل) هيج ۽ خوشيءَ مان وڏي ڪشالي سان پنڌ ڪري سندن پٺيان لڳو.

(2)

جان (ئي) پاران پَڌرو، ٻُڌائون (سو) سَڏُ

مون هِنيَڙو تان ئي ٿِيو سُپيريان سان گڏ.

• ماخذ: جيپورگرنٿ-6 (9)، سنتون ڪي واٽي (9)، ورهد (9)، جيپورگرنٿ-4 (11).
• پڙهٽي. مٿين ماخذن جي مختلف پڙهٽين جي پيٽ سان، بيت جي وڌيڪ صاف ۽ صحيح معنيٰ ائين بيهي ٿي جيئن مٿي ڏني وئي آهي. ٻيءَ سٽ ۾ اصل پڙهٽي ”تان ئي ڪيو“ آهي جنهن کي ”تان ئي ٿيو“ پڙهڻ صحيح ٿيندو.
• معنيٰ.
— جئن ئي روحن پريان رب جي طرفان ”اَلست بِرَبَڪُم“ وارو سڏ ٻڌو
— منهنجو هنيو تنهن وقت کان وٺي سڄڻن سان گڏجي هڪ ٿيو.

(3)

لائي لامُ الف سان، ڪاتِبُ لِکي جيئن،
مون هِنيَڙو پريان سان لڳو آهي تيئن.

• ماخذ: شاهه جو رسالو (24)، جيپورگرنٿ-6 (8)، سنتون ڪي واٽي (8)، ورهد (8)، جيپورگرنٿ-4 (8)
• پڙهٽي. هيءُ بيت شاهه جي رسالي ۾ موجود آهي ته:
”ڪاتبُ لِکي جيئن، لايو ’لام‘ ’الف‘ سين،

اسان سَچڻ تيئن رهيو آهي روح ۾.“

ڪن رسالن ۾ ”ڪاتب لکن جيئن“ آهي. هن مان ظاهر آهي ته سنڌ ۾ هلندڙ قاضي قادن جي بيتن جي روايت موجب، پهرين سٽ ۾ ’ڪاتب لکي جيئن‘ يا ’ڪاتبَ لکن جيئن‘ آهي. ’لام کي الف سان لائي لکڻ‘ وارو مثال پنهنجي پرين سان ويجهائي لاءِ آندل آهي. الف- بي ۾ جڏهن ’آ- با- ٻا- پا‘ واري پَٽي لکجي ٿي ته ٻين سڀني اکرن جي ڀيٽ ۾ ’لا‘ ۾ ئي ’لام‘ سان ’الف‘ بالڪل ڳنڍيل صورت وارو آهي. ’الله‘ لکڻ ۾ ته ’الف‘ بلڪل ’لام‘ ۾ ئي سمايل آهي. پڻ ’ڪتابت‘ ۽ ’خوشخطيءَ‘ جي ماهرن ڪاتِبن، ’لا‘ ۾ ’لام‘ ۽ ’الف‘ کي سهڻي سٽاء سان لائي لکيو.

• معنيٰ.

ـ جيئن وڏا خوشنوِيس ڪاتِبَ، ’لام‘ کي ’الف‘ سان لائي لڳائي ٿا لکن

ــ تيئن ئي منهنجي دلڙي به دلبر سان لڳل آهي.

(4)

جِنہ سَرِ سَندو نُور، جيلاه سو سُونهون ٿئي
تيلاه لَڀن سُپرين، ڳالھ لَهِجي مُورُ.

• ماخذ: بيان العارفين (21)، شاھ جو رسالو (21).

• پڙهڻي. اصل ائين

• معنيٰ. سر= وڏو تلاء، درياء، سمنڊ. (اصطلاح طور) سرچشمو، مَنَبع. نُور= تجلو، شُعاع. سرسندو نور= روشني جي مَنبع وارو تجلو يا شعاع. الله تعاليٰ ئي ڪُل روشني جو منبع آهي (الله نور السماوات و الارض). سونهون= رهبر. جيلاه= جڏهن. تيلاه= تڏهن. لپن= ملن. مُور= منڍ، مول متو، حقيقت.

ـــ روشني جي اصل سرچشمي (الله تعاليٰ) وارو تجلو يا شعاع جڏهن رهنما ٿئي ٿو.

ـــ تڏهن ئي اهي حقيقي سپرين ٿا ملن: ڳالهه جو مُول متو سچاڻجي ته پوءِ اصل ڳالهه ائين ئي آهي، حقيقت ائين ئي آهي.

# پاڳو ٽريو:
# ضميمو
# مختلف ماخذن ۾ ڏنل بيتن جو تفصيل

هن پاڱي هيٺ، جن ڏهن اصل ماخذن جو ذڪر ’پاڱي پهرئين-2‘ ۾ ڪيو ويو آهي، تن ۾ قاضي قادن جا بيت (۽ انهن سان گڏيل پيا بيت) جئن ڏنل آهن تئن ڏنا رکيا آهن. هيءُ ’ضميمو‘ انهيءَ لاءِ شامل ڪيو ويو آهي، ته جئن قاضي قادن جي بيتن کي اصل ماخذن جي حوالن سان سڃاتو وڃي ۽ پڻ اصل ماخذن واريون

جدا جدا پڙهڻيون سامهون اچن. پاڳي ٻئي هيٺ ’رسالي‘ جي بيتن جي تصديق لاءِ انهن اصل ماخذن جا حوالا لازمي آهن. البت ’رسالي‘ ۾ شامل سپني بيتن کي، اصل ماخذن واري صورتخطي بدران نئين سر صاف ٻولي، معنيٰ ۽ مفهوم جي لحاظ سان سنواري رکيو ويو آهي.

## سنڌ جي روايت وارا ڇهه ماخذ

### 1- تذکره قطبيه

’تذکره قطبيه‘ ۾ هيٺيون بيت بنا نالي ڏنل آهي، پر اهو بيت قاضِي قادن جي حياتي واري دور ۾ سنڌ جي ذاڪرن سماع جي محفل ۾ ڳايو ۽ ان دور ۾ ئي ملفوظات طور قلمبند ٿيو. هن بيت وارو موضوع قاضي قادن جي ٻين بيتن ۾ پڻ موجود آهي. ڪلاچي جي ڪُن ۾ ويٺل مڇ جي انسان جي اندر واري سرڪش نفس سان تمثيل جي شروعات قاضي قادن جي هيٺئين بيت سان ٿئي ٿي.

جو گهِڙي سو نيِ، ڪو جو قهر ڪَلاچَ ۾
خبرَ ڪونه ڏي، رَڇُ ڪچاڙي رَنڊِيو.

# 2- گلزار ابرار

گلزار ابرار جي مصنف محمد غوثي چاڻايو آهي ته قاضي قادن جا چيل بيت ”گهڻا آهن“ ، جن مان هن نموني طور هيٺين چئن بيتن جو مفهوم فارسي نثر ۾ لکيو. اهي بيت هيٺ ائين لکيا ويا آهن جئن ’بيان العارفين‘ ۾ ڇپيل آهن. آڏو ڏنل صفحا ”شاه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام“ (مرتب ڪيل ڊاڪٽر عمربن محمد دائودپوٽو، ٻهريون ڇاپو، 1356 ه/1937ع) جا آهن.

1

ڪَنز، قُدوري، ڪافِيا، ڪِ ڪونه پَڙهئومِ (ص 26)

سو پارُ ئي ٻئو ڪو، جِئان پِرين لَڌومِ.

2

توکي توڙائين، ’لا‘ سين لاٿائون (ص 93)

اڃان پُڻ آئون، واريو وجهين وِچ ۾.

3

’لا‘ لاهيندي ڪَنِ کي، ’لا‘ مُورِهين ناه (ص 94)

بالله ري پِرِيانه، ڪَٿُ نه ڏسي ڪي ٻئو.

4

اسين سِڪون جن کي، تان سي اسين پاڻِ (ص 93)

هاڻي وچ گُمانَ، سَهي سُڃاتا سُپرين.

## 3- بيان العارفين

ڪتاب ’بيان العارفين و تنبيہ الغافين‘، جنئن مٿي پاڱي-1 ۾ (صفحا38-14) وضاحت ڪئي وئي آهي، شاه عبدالڪريم جي’ملفوظات‘ آهي، يعني اهي ارشادات ۽ ابيات جيڪي سندن واتان پڌا ويا. ڊاڪٽر دائودپوٽي مرحوم ان ۾ شامل سنڌي بيتن وارو مواد ”شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام“ جيڻالي سان شايع ڪيو جنهن مان اها غلط فهمي پيدا ٿي ته جڻ اِهي سڀ بيت شاهه عبدالڪريم جا آهن. ڊاڪٽر مرحوم پاڻ اهڙي گمان هيٺ ڄاڻايو ته سواءِ ڪن ٿورڙن بيتن جي پيا سڀ بيت شاه ڪريم جا آهن. لکيائين ته: ”شاه ڪريم جو نظمي ڪلام ڪو گهڻو ڪونهي فقط 94 بيت آهن. يقين سان چئي نٿو سگهجي ته انهن 94 بيتن مان ڪيترا خود سندس آهن، ڇاڪاڻ جو ’بيان العارفين‘ واري (مصنف محمد رضا) ڪن ٿورن هنڌن کان سواءِ ڪٿي به ائين صاف نه ڄاڻايو آهي ته اهي بيت خود شاه ڪريم جا آهن... بهرحال جنهن صورت ۾ اسان کي انهن بيتن جي صحت ۽ سقم سڃاڻڻ بابت پيو ڪو سَجُھ ڪونهي، تنهن صورت ۾

اهي بيت شاه ڪريم جا ئي سمجهڻ گهرجن... شاه ڪريم سنڌ جو پهريون وڏو شاعر به هو. چورانوي بيت (يعني، 189 نظمي سٽون) اگرچه گهٽا نه آهن ته ٿورا به ناهن“ [(1)](#).

انهيءَ گمان هيٺ ته سڀ بيت شاه ڪريم جا سمجهڻ گهرجن، ڊاڪٽر صاحب پاڻ ڪن بيتن بابت پنهنجي طرفان لکيو ته ”جيئن پاڻ فرمايو اٿس“ جيتوڻيڪ اصل فارسي متن ۾ ائين چاٽايل ڪونهي ته ڪو اهو بيت شاه عبدالڪريم پاڻ چيو. مثلاً هيٺئين بيت لاءِ مقدمي ۾ ڊاڪٽر مرحوم لکيو ته ”جيئن پاڻ فرمايو اٿس“:

ڪنز قدوري ڪافيا جي پڙهي پروڙين سَڀَ
ته ڪَر منڊي ماڪوڙي کُوهه ۾ پيئي ڪچي اَپَ“

(مقدمو، ص22)

حالانڪ اندر متن ۾ اصل مصنف محمد رضا اهڙا الفاظ ڪين لکيا آهن. غور ڪبوته اهو موضوع ۽ مضمون ئي قاضي قادن جو آهي جيئن سندس پين بيتن مان معلوم ٿئي ٿو. بيان العارفين ۾ جيڪي بيت آهن سي بيشڪ شاهه عبدالڪريم پڙهيا، يعني سندس زباني بيان ٿيا: پر اها ڳالهه تحقيق طلب آهي ته ڪهڙا بيت خود سندس پنهنجا چيل آهن ۽ ڪهڙا بيت قاضي قادن جا يا ڪن پين سالڪن جا چيل آهن.

هيٺئين تفصيل موجب، ’بيان العارفين‘ ۾ ايڪيھ (21) بيت اهڙا آهن جن مان ڏھ (10) بيت يقيني طور، ۽ يارهن (11) بيت ترجيحي طور، قاضي قادن جا تسليم ڪري سگهجن ٿا.

**(الف)** محمد رضا جي يادگيري موجب، هيٺين ستن بيتن بابت ميين شاه ڪريم نالو وٺي چيو ته اهي قاضي قادن جا آهن. آڏو ڏنل صفحن جا نمبر ”شاه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام“ (مرتب ڪيل ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو) مطابق آهن ۽ پڻ ساڳي صورتخطي ۾ رکيا ويا آهن.

1

ڪَنزُ، قُدورِي، ڪافِيا، ڪِ ڪو نه پَڙهئوِمِ (ص 26)

سو پارُ ئِي ٻِئو ڪو، جئان پِرِي لَڌومِ.

2

لوڪان نَحُو صَرفُ، من مُطالِعَ سُپرين (ص 27)

سوئي پَڙهئو سو پَڙهان، سوئِي سو حَرفُ.

3

سيئِي سيلَ ٿِئامِ، پَڙهئامِ جي پاڻ لَءِ (ص 28)

اَکَر اڳِيان اُپِرِي واڳُون ٿِي وَرِئامِ.

4

سَڄَڻَ مَنجِهه هُئامِ، مُون ويٺي واءُ ٿئا (ص 36)
هيڏان هَوڏان هٿڙا، هِيَئين جاڙ وِڏامِ.

5

سائِرَ ڏيئي لَتَ، اُوچي نِيچي ٻوڙئي (ص 88)
هيڪَائِين هيڪُ ٿِئو، ويئي سَڀَ جِهَتَ.

6

”لا“ لاهِيندي ڪَنِ ڪي، ”لا“ مُورِ هِين ناهِ (ص 94)
ٻِلا ري ٻِريانہ، ڪَٿُ نه ڏسي ڪِي ٻِئو.

7

جوڳِي جاڳايوسِ، سُتو هُئَسِ نِنَڊَ ۾ (ص 113)
تِهان پوءِ ٿِيوسِ، سَندي ٻِريان پيچَري.

**(ب)** هيٺين ٽن بيتن بابت ٻين ماخذن مان تصديق ٿئي ٿي ته اهي قاضي قادن جا آهن.

8

اسين سِڪئون جن کي، تان سي اسين پاڻ (ص 93)
هاڻي وَج گمانَ، سَهِي سڃاتا سُپرين.

(هيءُ بيت ’گلزار ابرار‘ مطابق قاضي قادن جو آهي)

9

توکي توڙائين، ”لا“ سين لاٿائون (ص 93)
اڄاڻ پڻ آئون، وارِيو وِڃهين وِڄَ ۾.

(هيءُ بيت ’گلزار ابرار‘ مطابق قاضي قادن جو آهي.)

10

پيرين پاڻُ وِڃاءِ، پاڻُ وڃائي هُوءُ لَہُ (ص 37)

ٿُهان ڏارَ نه سُپِرِين، مُہُ مَڃِهئِين پاءِ.

هيءُ بيت دادو ديال جي روايت وارن چئني گرنٿن ( ’جيپورناٿ-6 (34)، ’سَنتون ڪِي واڻي‘ (نمبر 34)، ورهد (33)، جيپورگرنٿ-4 (47) موجب قاضي قادن جو آهي.

**(ج)** هيٺيان يارهن بيت ٻولي، موضوع، اسلوب بيان، فهم ۽ فڪر ۾ قاضِي قادن جي بيتن سان ملن ٿا، ۽ اهڙي ويجهائي جي ڪري قاضي قادن جا مڃي سگهجن ٿا جيستائين جو ڪنهن ٻئي جا ثابت ٿين.

11

تُون ڃَئُه اَللهُ هيڪڙو، وائِي ٻِي مَ سکُ (ص 4)

سَچو اَکَرُ مَنَ ۾ سوئِي لِکيو لِکُ.

(هيڪڙائي ۽ توحيد وارو موضوع ۽ بيت جي سٽاء قاضي قادن جي بيتن مطابق آهي)

12

وائِي ٻِي مَ پُلُ، مِروئان موران، پکٽان (ص 5)

بِلَا سَندو سَڄٽي، هُو هُلاچو هُلُ.

(مروئان، موران، پکٽان جمع واري صورت قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهي؛ البت قاضي قادن جو لفظ ’پکيان‘ آهي.)

13

متيون ميڙي ڪانءِ، واڇا ڪجِي وِچ پَوءُ (ص 6)

جو تو سائِرُ پانئِيو، سو هُرُ ٻوئي ناهِ

( ’سائر‘ جو ذڪر قاضي قادن جي موضوع مطابق آهي)

14

ڪَنزُ قُدُورِي ڪافيا، جي پڙهِي پَروڙين سَڀُ (ص 25)

ته ڪَرَ مَندي ماڪوڙِي ڳُوهَ ۾ پيئي ڪَڇي اَڀُ.

(ڪنز، قدوري، ڪافيا جو ذڪر قاضي قادن جي معنوي موضوع مطابق آهي)

15

ٿُندُ مَ ٿاءِ ڪُٿاءِ، ٻوڏُ چوني جيُ چَوَ (ص 49)

جي پائين پِريَ مڙان، ته ڏُوهنئون ڳُڻَ پانءِ.

( ’ڏوهنئون‘ (=ٻنهيءَ کان) قاضي قادن جي ٻوليءَ مطابق آهي)

16

جي اُتَرَ جي لاه، سَڄڻ سَڀ پَرڪِئا. (ص 53)

ري پاجي ڪَنِئي، سُپَرَ ٻَري نه باهِ.

( ’لاه‘ جو لفظ قاضي قادن جي اتر واري ٻولي مطابق آهي)

17

سا ڪِئو سائِي ڪَنِ، سُپيريان جي ڳالهڙِي (ص 69)
هيڪَڙيائي سِڪِئا، ٻِي نه اُڃَهي تَنِ.
( ’سُپيريان‘ جو لفظ ۽ بيت جو اسلوب قاضي قادن جي اسلوب بيان مطابق آهن)

18

ڪَلاچَي ڪُناءَ، موٽي ڪونَ آئِيو (ص 77)
ڪِنين رَچَ وڃائِيا، ڪِنين توبَه تاءُ.
(’ڪلاچيء جي ڪُن‘ وارو موضوع قاضي قادن جو آهي)

19

ڪُن ڪَلاچِيَ پارِ، سَڌُ نه سُڃي سائين (ص 78)
گهاتُوئين سَندا مَڪُرا، ڪِي تَڙِ ٻِي نِهارِ.
( ’ڪلاچي‘ جي ڪُن وارو موضوع قاضي قادن جو آهي)

20

ڏهُ ڏِهائين ناهِ، جِتي پيرُ نه پَکَيان (ص 74)
تِتَي ڪاهوڙِيان، وَرَ ڏيئي وَڃَ چُونڊِئا.
( ’پکيان‘ ۽ ’ڪاهوڙيان‘ جمع واري صورت قاضي قادن جي ٻولي جي آهي)

21

جي سَرَ سندو نُور، جيلاهَ سو سُهُون ٿِيي (ص 96)
تيلاه لپن سُپرين، ڳال لَهجِي مُورُ.

( ’ڀھريان سٺ واري مفھوم جو ’جواز‘ ٻيءَ سٽ ۾‘ قاضي قادن جي اسلوب بيان مطابق آھي. لفظ ’سپرين‘ به قاضي قادن جي بيتن جو خاص لفظ آھي.)

## 4- شاھ جو رسالو

’شاھ جي رسالي‘ جي مختلف قلمي نسخن ۽ ڇاپن ۾ قاضي قادن توڙي ٻين سالڪن ۽ شاعرن جا بيت شامل آھن، پر جيئن ته قاضي قادن جي بيتن ۾ نالو موجود نه ھو، انھيءَ ڪري سندس اُھي بنا نالي بيت سڃاڻپ ۾ نه آيا. موجوده تحقيق جي روشني ۾، انھن کي ٻن طرحن سان پرکيو ويو آھي: ھڪڙا اھي جيڪي ٻين ماخذن ۾ قاضي قادن جا ڪري مڃيل آھن، ۽ ٻيا اھي جيڪي ٻولي، موضوع، اسلوب بيان، فھم ۽ فڪر ۾ قاضي قادن جي ڄاتل سڃاتل بيتن سان ملن ٿا. انھن جملي بيتن کي ھيٺين ٽن ڀاڱن ۾ وراھي سگھجي ٿو.

**(الف)** قاضي قادن جا اھي بيت جيڪي شاھ صاحب کي شاھ عبدالڪريم روايت ذريعي معلوم ٿيا: يعني قاضي قادن جا اھي بيت جيڪي ’بيان العارفين‘ ۾ موجود آھن ۽ پڻ شاھ جي رسالن ۾ موجود آھن. اھي

بيت جملي ايڪيھ (1-21) آهن جيڪي مٿي ’بيان العارفين‘ جي عنوان هيٺ تفصيلوار ڏنل آهين.

**(ب)** هيٺيان اٺ بيت جيڪي ’شاهہ جي رسالي‘ ۾ بنا نالي ڏنل آهن، سي ٻين ماخذن جي تصديق سان قاضي قادن جا آهن. انهن مان نمبر 8 قاضي قادن جي دور واري ’تذڪره قطبيہ‘ ۾ موجود آهي، ۽ باقي ٻيا دادو ديال جي روايت وارن گرنٿن ۾ قاضي قادن جا چاڻايل آهن.

22

تون چئہ الله هيڪڙو، وائي ٻي مَ وارِ
سوئي ڏيو ٻارِ، جو نہ اُجهامي ڪَڏهين.

(هيءُ بيت شاه جي رسالي جي مستند ۽ جامع متن جي جلد- 10 ”رسالي جو ڪلام“ ۾ سر ڪلياڻي جي داستان-1 جو پهريون بيت آهي؛ ’جيپورگرنٿ-6‘ ۾ ’سنتون ڪي واڻي‘ ۾ (نمبر7 طور) موجود آهي)

23

ايڪ قصر در لَڪَ، ڪورين ڪَڙِس ڳُڙڪِيُون
جيڏانہ ڪريان پَرڪَ، تيڏانہ صاحبُ سامَهُون.

(شاه جو رسالو، مستند ۽ جامع متن، جلد-10 ”رسالي جو ڪلام“ ، سُر ڪلياڻ، ’جيپور گرنٿ-6‘ ۾ ’سنتون ڪي واڻي‘ ۾ نمبر 31 طور موجود آهي)

24

ڪاتِبَ لِکَن جيئِن، لائـي ’لام‘ ’الف‘ سين
اسان سڄڻ تِيئن، رهيو آهي روح ۾.

(هيءُ بيت پُل مان رسالي جي جامع مستند متن جلد پهرين ۾ سر يمن، داستان-5 هيٺ بيت نمبر 21 طور رکيل. ان کان پوءِ جلد-7 (ضميمو صفحا 11-14) ۾ درستي ڪئي وئي آهي ته هي بيت شاه جو ناهي. ’جيپورگرنٿ-6‘ ۾ ’سنتون ڪي واڻي‘ ۾ نمبر8 طور موجود آهي)

25

اَملُ اَساري پَئي پورِي جِت پَڳوءِ
ڪوهُ نه تِتِ رُنوءِ، ٻئي اَڏَ هَٿَ ڪري.

(شاه جو رسالو، جامع ۽ مستند متن، ’رسالي جو ڪلام‘ سر بروو داستان-3، بيت نمبر5؛ ’جيپور گرنٿ-6‘ ۾ ’سنتون ڪِي واڻي‘ ۾ نمبر 96 طور موجود آهي)

26

اَمُلُ اَساري پَئي پوري پَڳُئه جيئن
وانءُ صرافن سيئن، ٻئي اَڏَ هٿِ ڪري.

(شاه جو رسالو، جامع مستند متن، جلد- 10، ”رسالي جو ڪلام“ ، سر بروو، داستان-3، بيت نمبر6؛ ’جيپور گرنٿ-6‘ ۾ ’سنتون ڪي واڻي‘ ۾ نمبر97 طور موجود آهي)

27

سوئيريان ئي سَنهڙو جان تَنُ ڪيوءِ نه اِيئن

پِرين پائيندا ڪِيئن، توکي اَکڙينِ ۾.

(شاه جو رسالو، جامع مستند متن، جلد- 10 ”رسالي جو ڪلام“ ، سر آسا، داستان-2، بيت نمبر6؛ ’جيپورگرنٿ-6‘ ۽ ’سنتون ڪِي واڻي‘ ۾ نمبر51 طور موجود)

28

اندر رَهي نه گهٽَ، سُپيريان جي ڳالِهڙي

چاڳِرَ سَهي نه سَٽَ، جُهُ مِهراڻَ موجَ ڪئي.

(شاه جو رسالو، جامع مستند متن، جلد-10، ”رسالي جو ڪلام“ ، سر آسا داستان-5، بيت نمبر2؛ ۽ ’جيپور گرنٿ-6 ۽ ’سنتون ڪي واڻي‘ نمبر37)

29

ڪوجو قَهرُ ڪَلاچَ ۾، جو گهِڙي سو نـي

خبرَ ڪونه ڏي، رَچُ ڪُچاڙي رَندِيو.

(شاه جو رسالو، جامع ۽ مستند متن، ”رسالي جو ڪلام“ ، سر گهاتو، بيت نمبر7؛ ’تذڪره قطبيہ‘ ۾ ڏنل جيڪو قاضي قادن جي دور جو؛ ساڳيو موضوع جنهن بابت قاضي قادن جا چيل پيا بيت

**(ج)** هيٺيان بيت فقط ’شاه جي رسالي‘ ۾ آهن ۽ بنا نالي آهي، پر ٻولي، موضوع، اسلوب بيان، فهم فڪر ۾ قاضي قادن جي چيل ٻين بيتن سان ملن ٿا ۽ قاضي قادن جا چيل تسليم ڪري سگھجن ٿا.

30

ڪوڙين ڪتابان پڙهين جُزان جانڪِيتان
سُوڌي ساڃاءِ نه ٿئي، پَهٽي ري پِريان.

(بنا سوچ سمجھ جي ڪتابن پڙهڻ وارو موضوع قاضي قادن جو آهي؛ پهرين سٽ جي مفهوم جو ٻيءَ سٽ ۾ جواز قاضي قادن جي اسلوب بيان مطابق آهي. بيت جي پڙهٽي ’شاھ جي رسالي‘ ، جي وڏيڪ آڳاٽن قلمي نسخن، (سٽ ٺٺ ش) مطابق آهي (ڏسو جلد-10، صفحا 269- 270).. پوئين دور جي رسالن ۾ پوئين سٽ کي بدلائي لکيو ويو: ”پهٽي ري پيان، سوڌي ساڃاءِ نه ٿئي“ . ’رسالي جو ڪلام‘ ، نمبر-18 آهي)

31

سوئي هيڏان، سوئي هوڏان، سوئي من وسي
تهين سندي سوجهري، سوئي سو پسي.

(هيءَ بيت قاضي قادن جي دور واري دوهي جي صورت ۾ آهي، ۽ موضوع ’وحدت ۽ ڪثرت‘ آهي، هيءُ بيت شاھ جو رسالو، جامع مستند متن، ’رسالي

جو ڪلام‘ سُر ڪلياڻ، فصل-2 جو بيت نمبر-11 آهي)

32

اڄ جِمَ ڪِي ماءُ، هِنيَڙو مان ڪُور ٿيو
جو نه پئيم سماء، ته صَحي مِڙندو سڄڻين.

( ’هنيڙو مان‘ ، يعني ’منهنجو هنيو‘ ، قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهي. هيءَ بيت شاھ جو رسالو، جامع مستند متن، ’رسالي جو ڪلام‘ ’سُر ڪنڀات‘ هيٺ فصل-2 جو بيت نمبر-4 آهي)

33

ڪَئين جي ڪُرنشون رِءِ سائينءَ جي ساڃاءِ
سيڪئو سيڪين هَٿڙا ڪَرَ اُجهاٽيءَ باهِ

(قاضي قادن جي ’اسلوب بيان مطابق پهرين سٽ جي مفهوم جو ٻيءَ سٽ ۾ جواب ڏنل آهي. هيءُ بيت شاھ جو رسالو، جامع مستند متن، ’رسالي جو ڪلام‘ سر بروو‘ فصل-2، جو بيت نمبر 15 آهي.)

34

جتي گهورئو گهاتوئين تِتي واريءَ بُٺِ
سَرُ سُڪو، سُونگِي ڳِيا، سهسين ساٿي مُٺ.

(گهاتوئن جو موضوع قاضي قادن جو آهي، ۽ پڻ ’سونگي ڳيا‘ وارو فقرو قاضي قادن جي ٻولي مطابق

آهي. هيءُ بيت شاهه جو رسالو، جامع مستند متن، ’رسالي جو ڪلام‘ سر گهاتو هيٺ، بيت نمبر-1 آهي.)

35

سَرُ سُڪِي ڪڙيون ٿيو، اُڏڻُ لڳِي ڪيھ
ماناسَر جي هَنجڙي لڏي چڏيو ڏيھ.

(سَر ۽ هنجهن وارو موضوع قاضي قادن جو آهي. هيءُ بيت شاهه جو رسالو، جامع مستند متن، ’رسالي جو ڪلام‘ سُر ڪارايل هيٺ، فصل-2 جو بيت نمبر-14 آهي.)

36

جي مَنَ سي نانہِ، جي نانہِ سي ڏِسڻ گهٽا
مُوڙهو منجھ وَڳانہِ، هِنيَڙو نولي ڍورَ جئن.

( ’ڏسڻ گهٽا‘ ۽ ’وڳانہ‘ قاضي قادن جي ڪن بيتن ۾ گجرات- راجستان جي لجهي واري ٻوليءَ جي اهڃاڻن مطابق آهن. هيءُ بيت شاهه جو رسالو، جامع مستند متن، ’رسالي جو ڪلام‘ سُر معذور هيٺ، فصل-5 جو بيت نمبر-6 آهي.)

37

جي من مانہ سي نانہ، جي نانہ سي ڏسڻ گهٽا
تَني ڪِبو ڪانہِ، جَنِ گڏيي گُوندَرُ نه لهي.

(مانهہ، ڪانهہ قاضي قادن جي ٻوليءَ جا اهڃاڻ آهن. هيءُ بيت شاهه جو رسالو، جامع مستند متن، ’رسالي جو ڪلام‘ سُر معذور هيٺ، فصل-5 جو بيت نمبر7 آهي.)

38

اُپرندي سِجان، پِرين جي نه پَسنديُون
ڪَڍِي ڪي ڪانگان، نيوالا نيڻَ ڏِيَان.

( ’ڪانگان‘ (جمع واري صورت) قاضي قادن جي ٻوليءَ مطابق آهي. هيءَ بيت شاهه جو رسالو، جامع مستند متن، ’رسالي جو ڪلام‘ سُر آسا ۾، فصل-2 جو بيت نمبر-1 آهي.)

## 5- حڪايات الصالحين

هن ڪتاب جا ٻه قلمي نسخا موجود آهن: (الف) سنڌي ادبي بورڊ جي ڪتبخاني وارو نسخو، (ب) ڊاڪٽر نواز علي شوق وارو نسخو. هيٺ (الف) ۽ (ب) جا اشارا انهن ڏانهن آهن.

• هيٺين ٽن بيتن مان پهريون بيت (الف) ۽ (ب) ٻنهي ۾ آهي، ۽ ٻيو ۽ ٽريو (ب) ۾ آهن. اهي ٽريئي بيت دادُو ديال جي روايت (جيپورگرنٿ-6‘ ’سنتون ڪِي واڻي‘ وغيره) مطابق قاضي قادن جا آهن.

1

سَنهون سوئيراءُ، جان تَنُ پنهنجو نه ڪَرِين

سَچَڻَ اڪڙين ۾ تو پائِيندا ڪيئن

(جيپور گرنٿ-6 ۽ سنتون ڪي واڻي، نمبر51)

2

روز مَحشر جِتَهِين سَهسين سِج تَپَنِ

سپيئي جُهڙُ پانئيان جي مون پرين مِڙن.

(جيپور گرنٿ-6 ۽ سنتون ڪي واڻي، نمبر52)

3

مُنهِ ڪائو ڏيئي، پيٺا جي سَموندر ۾

ماڻِڪَ اڪڙين سين، پَسندا سيئي.

(جيپور گرنٿ-6 ۽ سنتون ڪي واڻي، نمبر13)

• هيٺيان ٽري بيت (الف) ۽ (ب) ٻنهي ۾ آهن: اهي ٻولي ۽ اُسلوب بيان جي اعتبار سان قاضي قادن جا معلوم ٿين ٿا:

4

اَسين ٻانهان تون ڌڻي، پاڻو پاڻ هِي چاڻُ

مَندي ٿُر ميزاڻُ، ليکو ڪندين ڪَنِ سين.

( ’پاڻ پاڻهي چاڻ‘ يا ’پاڻو پاڻ هي چاڻ‘ (الف) مطابق آهي. اها سٽاء قاضي قادن جا اسلوبُ واري آهي جئن ’سنتون ڪي واڻي‘ نمبر5 ۾ آهي).

5

چَوي سَپوڪوءِ، مَحبتي مان ٿِيان

اِنَ دَرِ اگهيو سوءِ، جو سيباڻو سڄڻان.

(پهرين سٽ ۾ ’مان‘ ۽ ٻيءَ سٽ ۾ ’سڄڻان‘ (جمع) واري ترڪيب قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهن).

6

سِڪين جان ساجاءِ، ته ڪيها ڪامڻَ ڪارَڻي

ويٺي ئي ويلَ ڪَنهين، پرين چونديئي آءُ.

(پهرين سٽ جي مفهوم جو جواز ٻيءَ سٽ ۾، قاضي قادن جي اسلوب مطابق آهي).

• هيٺيان ڇهه بيت فقط (الف) ۾ آهن، ٻولي ۽ اسلوب بيان ۾ قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهن.

7

جو رِڙهي پَرِ پيٺ، سو چَڙهي ۾ ڏولِيَان

لَنگهي مٿي ليٺ، پَسو ڏاتَرَ جا ڪَئي.

(آڳاٽي نسخي (ب) جي پڙهڻي ’ڏوليان‘ آهي؛ جمع واري اها سٽاء قاضي قادن جي ٻوليءَ مطابق آهي).

8

جيڪُس نالائق، آءٌ سِياپي سڄڻان

تيلاه منهنجي سِڪِ، سپيريان کي ڪين ڪري.

( ’سڄڻان‘ ۽ ’سپيريان‘ جي جمع واري سٽاء قاضي قادن جي ٻوليءَ مطابق آهي).

9

جَڏاهَڪُون پِريَنِ، ٻڌو عهد اکينِ سين
تَڏاهَڪُون تَرڪ ڪِي ننڊر مون نيڻن.

(جڏهاڪون، تڏهاڪون قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهن).

10

پَنوريان پَوَ ناهِ، سندي پِريان ٿُرَهي
نِگهندي نِگاه، پَڌرو نيہُ نه اوهري.

(پنوَريان، پريان، ترهو قاضي قادن جي ٻولي جا الفاظ آهن).

11

ڏَرَٽي چَئو مَ ايئن، پنجئي اُپَ ڪارِڙا
جِت پَڙَ مِڙندا پينء، تتي لَپيندي مُڙسانہ ڪَرَ.

(پوئين سٽ ۾ 'مڙسانہ ڪر' (مڙسن جي خبر) قاضي قادن جي گجراتي لهجي واري ٻولي مطابق آهي).

12

جاڏهُون وڃي لوڪُ، گهڻو وڃي تاڏَهُون
سِسي ٿورو ٿوڪ، لَٿي ته قربان ٿي.

(جاڏهون، تاڏهون قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهن).

• هيٺيان تيرهن بيت فقط (ب) ۾ آهن، ۽ اهي ٻولي، اسلوب بيان، موضوع ۽ معنيٰ جي اعتبار سان قاضي قادن جي مجيل بيتن مطابق آهن.

13

اِيَ پَرِ سَندِي سَڄَڻان جي ڪُهَن ۽ ڪوٺِينِ

ڪتاب جي شروعاتي صفحن تي ڏنل پهرين ٽن اڀورن بيتن مان آخري بيت جي فقط هي هڪ سٽ سلامت آهي جيڪا بيت جي پهرين يا پوئين سٽ ٿي سگهي ٿي. ’سڄڻان‘ (جمع) قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهي.

14

ڪُهي ڪَيا شَهيدَ، توجي اکڙين سان

تَنِ تَهَنجِي تاتِڙي، نَه ڪو عَيشُ (نه عِيدَ).

(پهرين سٽ ۾ ڪاتب ’ڪَهَيءَ ڪيا شهيد‘ لکيو آهي جنهن کي ’ڪُهي ڪيا شهيد‘ پڙهڻ بهتر ٿيندو. پڻ ڪاتب ’اکين سان‘ لکيو آهي جنهن مان وزن ۾ نقص اچي ٿو؛ ’اکڙين سان‘ صحيح ٿيندو. ٻيءَ سٽ ۾ ٻيو لفظ ’تَهجي‘ لکيل آهي جنهن کي ’تَهَنجي‘ (=توهانجي) پڙهڻ صحيح ٿيندو. ڏنگين ۾ (نه عيد) وارو اضافو ڊاڪٽر نواز علي شوق طرفان ڪيل آهي ۽ اهو معنيٰ جي لحاظ سان مناسب آهي. ’عيدَ‘ ۾ دال تي زبر آهي ۽ پهرين سٽ ۾ به ان سان ملندڙ قافيو ’شهيدَ‘ (دال جي زبر سان) صحيح ٿيندو. ٻيءَ سٽ ۾ ”تَن تَهنجي تاتڙي“ مان تصديق ٿئي ٿي ته هي اسلوب بيان قاضي قادن وارو آهي)

15

اَچا ٻَگهہ مَ پَسُ، وَرُ ميرائي هَنجَهڙا
رَتا جي خَالِق سِين تَنِي لَڳِي مَ ڪَسُ.

( 'رَتا جي خالق سين' وارو اسلوب قاضي قادن جو آهي، ٻيءَ سٽ ۾ اصل پڙهڻي 'مَ لڳِي ڪس' آهي جنهن کي، وزن جي لحاظ سان، 'لڳِي مَ ڪس' پڙهڻ صحيح ٿيندو).

16

جَڏَڻ منهنجا سپرين، ڏنئي جيلاهين
جوڙ جَهَانا اڪڙيون توکي تيلاهين.

( 'جَڏَڻ' لفظ قاضي قادن جي اترئين علائقي جي ٻوليءَ جو آهي).

17

لَڏُوٽيُون گهورَنِ کي جو ڏِهاڙيون ڏي
رِيس ئون اِيندُئي راڇيو، ديهہ مَ وساري.

(پهرين سٽ ۾ ڪاتب "لَدُوريون ڪُورِنِ خِي" لکيو آهي جنهن کي 'لَڏوٽيون گهورن کي' پڙهڻ صحيح ٿيندو. هيءُ بيت سخيءَ جي سخاوت جي حوالي سان چيل آهي. گهورن کي، يعني جيڪي گهورا آهن، گهرندڙ ۽ سوالي آهن تن کي 'لڏوٽيون' ايتريون گهڻيون قيمتي شيون ۽ سوغاتون ڏئي جو اُهي لڏون

ٻڌي ڪٽجن. ’راڇيو‘ لفظ قاضي قادن جي بيان ۽ معنيٰ وارو آهي).

18

(جي) اڪڙين اَلّذَ، ماءُ سي سَڄَڻ آئَيا
ڳالهِڙيون پِرين سان اوريان لَهي نه سَڌَ.

(ڪاتب جي لکت صاف آهي؛ البت پهرين سٽ ۾ لفظ ’جي‘ ڊٿل آهي جيڪو وزن جي لحاظ سان اتي هجڻ ڪپي). لفظ ’اَلّذ‘ (اڻ لپ) ۽ اسلوب بيان قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهن.

19

جان جان سو نه پَسَنِ، جَنهِ ڪارَڻ جوڳِي ٿِيَا
تان تان سَناسين، وِرِه وِهامي راتِڙِي.

(ڪاتب جي لکت صاف آهي: البت پهرين سٽ ۾ ’جا جا‘ ۽ ٻيءَ سٽ ۾ ’تا تا‘ لکيو اٿس، ’راتڙي‘ کي ’ت‘ جي ’زبر‘ سان لکيو اٿس، ’جان جان‘ توڙي ’راتڙي‘ قاضي قادن جي ٻولي مطابق آهن، ۽ ’جوڳ‘ واري تلميح پڻ قاضي قادن کان شروع ٿي).

20

جي سو سُڃاتوءِ، جو سَرَ سَندو پاتڻي
وَڃ لَهرن گڏيو، ڪَپَرُ ڪِينَ ڪَندوءِ.

(سر، ڪَپر ۽ پاتڻي قاضي قادن جي موضوع جا الفاظ آهن).

21

سَڏَ سَيَئي ڪَرِين، پِرَيان جي پِرَيَتَّي

سَچڻُ تَني سامُهُون، جي جيءُ جُهومي ڏِينِ.

(پهرين سٽ جي شروع ۾ ڪاتب جي لکت ”سَڏَ سَيئين ڪرِينِ“ آهي جنهن ڪي ’سَڏَ سيئي ڪرين“ پڙهڻ سان صحيح معنيٰ بيهندي. هن بيت ۾ ’ڪرين‘ ۽ ’پريان‘ لفظن سان بيان جي سٺاء، ۽ پڻ پهرين سٽ جو جواز ٻيءَ سٽ ۾، قاضي قادن جي ڪلام مطابق آهن).

22

بَندِي سَپ قَرارَ، اسان لوچڻ لوهڙيين

مَٿي تَن تَرارَ، سَدا سُپيرينِ جِي.

(پهريون سٽ ۾ ’لوهڙيين‘ (=لوه جي هٿڪڙين، پيڪڙن، ڪانن، زنجيرن) پڙهڻ وڌيڪ مناسب ٿيندو. ’لوهڙيين‘ (تصغير واري صورت) توڙي ’سپرين‘ قاضي قادن جي اسلوب بيان مطابق آهن).

23

يَئُه پَڏَرِ سيٺانِ، لِڪِجُ لِڪَندين ڪيتَرو

بُڏا چاءُ سندانِ، ڪوڏُئون سَچا مِيهٽا.

(اصل ۾ ڪاتب ٻي سٽ هن طرح لکي آهي: ”بُدا چاءُ سَندان کُودَءُ سحا مِيهَرا.“ هيءُ بيت قاضي قادن جي فڪري موضوع مطابق آهي. دادو ديال جي روايت ۾ (جيپور گرنٿ-6 ۽ سنتون ڪي واڻي، نمبر 53) ۾

قاضي قادن جو هيٺيون بيت ساڳئي موضوع وارو آهي:

جو تو لائي رَڇَمڄُ، ته ڇپڻ لِڪڻ ناه
زهر هَلاهل هٿ ڪَر، ڪارڻ پريان ڪاءِ.

24

ڪَڍِي ڪاڇُوراءِ، جَني ٻِجُ نه پوکِيو
راهيون رُوحُ رُڇَنديون، تني کي ڪِياء؟

(ڪاتب جي لکت صاف آهي. ٻيءَ سٽ ۾ آخري لفظ کي 'ڪُراء' (گجراتي)، يا اڃان بهتر ته 'ڪِياء' (سنڌي)، پڙهڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو. هن بيت جو فڪري موضوع قاضي قادن وارو آهي. دادو ديال جي روايت ۾ ( 'جيپورگرنٿ-6' ۾ سنتون ڪي واڻي، نمبر100) هيٺيون بيت ساڳئي موضوع وارو آهي:

هر هر فال ڪرينديان، راڌِي ڳَئي وهاءِ
وڄ پُڇو سانوڻ سُتِيَان، لابي لنگهڻ آه.

25

جي ماٺڪَ ميڙيامِ، ته ڪاڻِ ئي ان ڪوڙَ هُئا
سَهسين پَتين سَڌَڙا ڪارَڻِ سَرَڪَيَامِ.

(ڪاتب جي اصل لکت هن طرح آهي:

جي مَارِڪَ مِيرامِ تَکانَي اِن کُورَ هُوئا
سَهسِ بَتِ سَدرا گَارَرِ سَرِ کِيَامِ.

هيءُ بيت قاضي قادن جي ڪلام جي بيتن جي لفظي ۽ معنوي سٽاء مطابق آهي. مثلاً هيٺيان بيت جيڪي ميين شاه ڪريم قاضي قادن جا ڪري پڙهيا:

ڪَنز قُدوري ڪافيا، ڪي ڪين پڙهيام
سو پارُ ئي ڪو ٻئو، جيان پرين لڌام

—

سَچڻ منجه هئام، مون ويٺي واء ٿئا
هيڏان هوڏان هٿڙا، هِيئين جاڙَ وِڌام.

---

(1) ”شاھ عبدالڪريم بلڙي واري جو ڪلام“ ، مقدمو، صفحا 26-27.

## 6- ملفوظات خزانة الحڪمت

1

توڪي توڙائين، ’لا‘ سين لاٿائون
اجان پڻُ ’آئون‘ ، واريون آڻين وچ ۾.

( ’گلزار ابرار‘ ۾ هن بيت جي مفهوم، فارسي نثر ۾ ڏنل آهي، ۽ بيت قاضي قادن جو ڄاڻايل آهي).

2

’لا‘ موراهين ناهِ، ’لا‘ لاهيندي ڪَن ڪي
’بالله‘ ري پريانہ، ڪَٿُ نہ ڏسجي ڪي ٻيو.

( ’گلزار ابرار‘ ۾ هن بيت جو مفهوم فارسي نثر ۾ ڏنل آهي، ۽ بيت قاضي قادن جو ڄاڻايل آهي).

3

پريان سندي ڳالهڙي مَرُ منجهيئي هوءِ
ٻڌائيندي ٻين کي کهڙو ڪاڄ سڌوءِ
هن به ڪين ڏنوءِ، هيڏان پڻ هورو ٿيئين.

(’پريان‘ قاضي قادن جي ٻوليءَ مطابق آهي. فقط ڀهريون ٻه سٽون قاضي قادن جي اصل بيت جون معلوم ٿين ٿيون؛ آخري سٽ ڪنهن سالڪ پوءِ ملائي).

4

رب سڃاڻڻ سٿرو، پاڻُ سڃاڻڻ ڏک
تان تان ڪج مَ سُک، جان جان پسين پاڻ کي.

(موضوع ۽ مفهوم قاضي قادن جي بيتن موافق آهن).

# دادو ديال جي روايت وارا چار ماخذ

## 6-جيپور گرنٿ

هن گرنٿ ۾ پُراڻي ديوناگري صورتخطي ۾ جيئن بيت لکيل آهن تيئن انهن کي اصل اچارن موجب سنڌي صورتخطي ۾ نقل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي

وئي آهي ته جيئن اصل پڙهڻين کي پروڙڻ ۾ مدد ملي. ڪٿي ڪٿي اصلوڪا اچار سمجهڻ مشڪل هئا چاڪاڻ جو ساڳيا لفظ جدا جدا نمونن سان پڙهجي ٿي سگهيا. ڪي اهڙيون جُدا پڙهڻيون هيٺ حاشين ۾ ڏيکاريون ويون آهن.

—

## ”ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي سنڌي اور ساڌان ڪي ساکي ايڪنِي“

[1]

جيران جبران آئيتان، اکر انت نه پار
هڪڙي ئي ايمان ۾، لهنس سپ سار.
[زيران زبران آيَتان، اکر انت نه پار
هڪڙي ئي ايمان ۾، لهنس سپ سار]

[2]

جُو جُو بارهه لک، ڪوڙِي ڪُتيبان جي پڙهي
ايهه سبائي سِڪِ، جا جا پريا نه مڙِي.
[جون جون پاڙهه ۽ لِڪَ، ڪوڙين ڪُتيان جي پڙهين
ايءَ سَپائي سِڪَ، جان جان پريان نه مڙين]

[3]

ڪَنج ڪَنجُوريان ڪافيان ڪِي ڪِينَ پَڙهيام
سو ڏيهوئي ڪو ٻيو، جائي پري لَڌام.

[ڪَنز، قُدوريان، ڪافيان، ڪِي ڪين پڙهام
سو ڏيهہ ئي ڪو ٻيو، جان ئي پرين لڌام]

[4]

پَڍِندو پيئِي ٻيو، ڪوڙِين لک قُرانَ
لَکِي لوڪ نہ سگهيو، پاٽِي اندر پانَ.
[پڙهندو پئي ويو، ڪوڙين لَک قُرآن
لَکِي لوڪ نہ سگهيو، پاٽي اندر پانَ]

[5]

گهُر گهُرهي نَوَ ڪينهہ، سائين تو ديدار کي
ڪيهي هُج ڪرينهہ، سُونپي پَنجُو رب ڏا.
[گُهرَ گهُري نہ ڪِينِ، سائين تو ديدار کي
ڪيهي حُجَ ڪَرينِ، سي پِي پنهنجي رب ڏانہ]

[6]

سُتو ٻيٺو اُوٺيو، ڳالهائيندو گيندو
اسان اُوئان جي تاتِڙي، واتڙيين ويندو.
[سُتو، ويٺو اُٿِيو، ڳالهائيندو، ڳِيندو
اسان اوهان جي تاتڙي واتڙيين ويندو]

[7]

اکر ٻيا وِسار، الف انگ هِي ياد ڪرِ
سو تو ڏيوو ٻال، جو نہ اُجَهي ڪڏَهي.
[اکر ٻيا وسار، الف انگ هي ياد ڪر
سو تون ڏيئو ٻارِ، جو نہ اُجهي ڪڏَهين]

[8]

لائي لام الف سان ڪاتِب مِليي جيئَه

مُو هيئڙو پِريا سان لڳو آهي تيئَه.

[لائي 'لام' 'الف' سان ڪاتب لِکي جيئن

مون هينئڙو پريان سان لڳو آهي تيئن]

[9]

جو پاڻ جِيُو پڌرو، ٻُڌا آءٌ سَڏ

مُو هيئڙو تان ئِي ڪِييو، سُپِرِيا سُون گڏ.

[جئن پاڻ جيئون پڌرو ٻڌا آءٌ سَڏ

مون هينئڙو تان ئي ڪييو سُپيريان سون گڏ]

[10]

پِهروئِي پِريام جا، مُو سا ئي سِوَڙان

هيئڙو هيج پنڌ ڪري، لڳو ڪَه ڪوڙَران

[پِهروئي پِريام جا، مون سان ئي سُوَڙان

هينئڙو هيج پنڌ ڪري لڳو ڪَه ڪِيڏان]

[11]

نه سو لاهم نه سِپي، نه اُروار نه پار

مُو ڍُو وَتي تِن ڪي، سو مَنِ منجھ نِهار.

[نه سو لاهم نه سپي، نه اورار نه پار

مون ڍُونڍتي تن کي، سو من منجھ نهار]

[12]

دِل اندر دَرياوَ، پُوڇي ڪا سَمندءَ ڪَل

ماڻڪ اِيھ سَرِياوَ، چُگي چوکي نه ڪٽي.
[دل اندر درياوَ پُوچي ڪيا سَمندءَ ڪَل
ماڻڪ اِيءَ سَرِياوَ، چڱي چوکي نه ڪٽي]
[13]
ڪايُو مُھ ڙي ئي وا جي درياوَ ۾
پَسندا سيئِي ماڻِڪ اکڙِيُنِ سِي.
[ڪايُو مُنھ ڏيئي، ويا جي دَرياوَ ۾
پَسندا سيئي، ماڻِڪَ اکڙين سين]
[14]
دَرِ پُورا ذَرا گُرِ سَگُرا، حقيقتا هنجھ
ڪوڙي هندا ڪَڻ چُگي سَرَ پاڻِي جي منجھ.
[دَر پُورا ذَرا گُر سَگُرا، حقيقتا هنجھ
ڪوڙين هنڌان ڪَڻ چڳي، سَر پاڻي جي منجھ]
[15]
وَجي آيو ڪيرُ، ڪِننھ ڏنو مُو لانھُو......
اَچي ڪندو ڪيرُ، ڳالِهي رَب پَرتيا.
[وجي آيو ڪير، ڪنھ ڏنو مُنھ لاھُوتيين
اچي ڪندو ڪيرُ، ڳالهين رَب پَرتِيان]
[16]
اُڻ سَر سندا هنجھڙا اِتي ئي آهِين
ڳالهِي رب پرتيا، جو منگي سو ڏينھ.
[اُن سَرِ سندا هنجھڙا اتي ئي آهِينِ

ڳالهين رب پَرتيان جو منگي سو ڏينِ]
[17]
سَر هيڪڙي وَسَمِ، جَرَ ۾ جِيوَنهَ گَڏيو
سارِ نه سالُورنِ، مٿي ڪَنوَرُ ڦُلاريُو.
[سَرِ هيڪڙي وَسَنِ، جَرَ ۾ جِيوَ نه گڏِيو
سارِ نه سالُورَنِ، مٿي ڪَنور ڦلاريو]
[18]
جي سالُورئو سُڌِ لَهي، ڪَنَورا سندِي ڪائِي
تو پي يو پاتالا ۾، اُوَ نه مِٿي يائي.
[جي سالُورو سُڌِ لهِي ڪَنوران سندي ڪاءِ
تو پِيو پاتالَ ۾، اُوءِ نه مٿي ياءِ]
[19]
ڪي ويجهائِي ڏُور، ڪي ڏُورِئِي وَلَها
هائي جَڙ سالُور، لَڏِي نه ڪنوراه ڪَرِ.
[ڪي ويجهائي ڏُورِ، ڪو ڏورِ ئي وَلهَا
هاءِ جَرَ سالُورَ، لَڏِي نه ڪنوراه ڪَرِ]
[20]
اڪِي اندر سَڏِيو، جاڳِي پس جُوانُ
منجهي ٽِي مَڪو ٿيو، منجهَي ٽي مُلتانَ.
[اڪين اندر سَرِيو جاڳي پَسُ جُوانَ
منجهيٽي مڪو ٿيو، مَنجهيٽي ملتانَ]
[21]

اَنِڪي آڪاساوَ، ڦَوجُو ڪَري اُلٿيُو
سوڙي گَلي مَنجهاوَ، سوجهي پِري لهنديُون.
[اَنڪين آڪاساوَ، فوجون ڪري اُلَٿِيُون
سوڙهي ڳِلي منجهاوَ، سوجهي پرين لَهندِيُون]
[22]
دادوُ اکيون پسڻ ڪي پري پري اُلٿُيو منجھ
جتي ويٺو ما پِري، نِهاريندو هنجھ.
[دادو اکيون پسڻ کي پِري پري اُٿيون منجھ
جي ويٺو مان پِري نهاريندو هنجھ]
[23]
سهباج باج ٿيو، پَنڪِي نه ماري
اَنڪِي کوڙي اَرس ۾ لُمي مُناري.
[شهبازُ باز ٿيو پکي نه ماري
اکين کوڙي عرش ۾ لُمي مُناري]
[24]
جِنهي جانَ جُدا ڪِي، تو مُھ تِنهي پَس
لَتاڙِن لَتَن سِي، اَنِي پَھَر اَرس.
[جِنهين جانَ جدا ڪي تون منھ تِنهين پَسُ
لَتاڙن لَتن سِين اَنئي پهرَ عرس]
[25]
واحد هَندي دائري، هيڪڙيو ايهِي
جنهي جانَ جُدا ڪِي، پَسندا سيئِي.

[واحد هِنڌين دائِرين هيَڪڙو هيئِي
جنهين جانَ جدا ڪي پَسندا سيئي]
[26]
حقيقي مو سيڻ، وَسَن سَهر حَقيق ۾
ڳالهي چَوَنِ حَقيقيا، چَوَن حقيقي ويڻ.
[حقيقي مون سيڻ، وَسن شهر حقيق ۾
ڳالهِين چَوَن حقيقيان، چَوَن حقيقي ويڻ]
[27]
سَفافي مون سيڻَ، وسن سهر سَفاف ۾
ڳالهِي چَوَنِ سَفافيا، چَوَنِ سفافي ويڻَ.
[شفافي مون سيڻ، وسن شهر شفاف ۾
ڳالهين چون شفافيان چون شفافي ويڻ.]
[28]
جِنهي مُک مَراءِ اَمي اُلٽِي اکري
تِنهي جي ڳالهاءِ، ماندوئِي ساجو ٿيو.
[جنهين مُک مُلاءُ (؟)، اُمتي اُلَٽِي اکڙيين
تِنهين جي ڳالهاءُ، ماندوئي ساڄو ٿيو]
[29]
اَنجِڙء ئي جهليو، جنهي روحَ رَساوَ
تِنهي سندي ڌلهڙي سونهاري سپاوَ.
[آنجِڙيئي جهليو جِنهين روحَ رَساوَ
تِنهين سندي ڌلهڙي سونهارِي سپاوَ]

[30]
جي لوڙي تي نه لَها، اَلوڙي دي ڍير
توڙي ڏسن سهڻي، انبان لُولنِ وير.
[جي لوڙيندي نه لهان اَلوڙيندي ڍير
توڙي ڏسڻ سهڻي انبان لُولن وير]
[31]
سُن سَرپ نَه لوڙِيَا، جي لوڙي تا لَک
مُو تِنها سُندي پُک، جِنهي مَستَڪ مَٽي وَسي.
[سوني سَرپ نه لوڙيان جي لوڙي تان لکَ
مون تنهان سندي بک، جنهين مَستڪ مَٽي وَسي]
[32]
اَين ڪَسَرَ دَرَ لَک، ڪوڙِي سَهس ڪِڙڪيان
جائِي ڪَر پرک، تائي سجن سامهان.
[عين قصر در لک، ڪوڙين سهس ڪڙڪِيَان
جان ئي ڪَر پرک، تان ئي سڄڻ سامهان]
[33]
پَهِلِي پاڻ پَرک، پري پرکڻ ساڪڙا
دَر پِي سوئِي رَک، جِٿا ڏڪا نه لَهين.
[پِهرِي پاڻُ پَرَک، پرين پرکڻ سوڪڙا
دَرُ پِي سوئي رَڪُ، جٿان ڏڪا نه لَهِين]
[34]
پَهِلِي پاڻ وِجاءِ، پاڻ وجائي سُو لهي (=هُو لَه)

تَن اندر مُھُو پاءِ، تانھُو اندر سو پِري.
[پِھري پاڻ وِجاءِ، پاڻُ وجائي ھُو لَھ
تَن اندر مُنہ پاءِ، تانھون اندر سو پرين]
[35]
تَو وِيروئِي وِير، جوڳِي سو جو جَڳ ۾
تو اسانھ جو پِير، سوڌِي ڏِئي سرير ۾.
[تون وِيرئون ئي وِير، جوڳِي سو جو جڳ ۾
تون اسانھ جو پيرُ، سوڌي ڏئين سَريرَ ۾]
[36]
سُتو اُوتو سُنَ ۾، جوڳِي جڳايو (سِ)
سِمَري وَن جِي وا مومنا، تتي ئي گيو سِ.
[سُتو اُتو سُن ۾، جوڳِي جَڳايوسي
سِمَرِي وَن جي وا مومنا، تتي ئي گيوس]
[37]
اَپيرِي ۾ پير، ڪِنِھي لڌو پِريڙيين
تِنھي سي سدا تير، ڪوڙِي منجھ ڪو لھي.
[اَپيري ۾ پير، ڪِنھي لڌو پيرڙئين
تِنھين سندا تير، ڪوڙين منجھ ڪو لَھي]
[38]
جِ مَھِران مَيا ڪري، تو ساگر سَھي نه سَٽ
سو پِريا سدي ڳالھڙِي، رھي نه اندر گھٽ.
[جي مھراڻ مَيا ڪري، تو ساگر سَھي نه سَٽ

سو پريان سندي ڳالهڙي رهي نه اندر گهٽ]
[39]
اُلان جيهي اُل، توسا نه اَسا جيترِي
پرِيا جَمان اُل، تُسان بِيائِي اُلهَنِ
[اُلان جيهي اُل، تو سان نه اَسان جيتري
پريان ضمان اُل، تُسان بيائي اُلَهنِ]
[40]
لَڳِي وِجان پيرِ، ڏانهان ڪندي مُڱري
سوئِي سچڻ ميڙِ، جِنهي هُون مُو مَٽي.
[لڳِي وجان پير، دانهان ڪندي مُگرين
سوئي سچڻ ميڙ، جنئن ئي هو مون مٽي]
[41]
تُو تُو تَد ڪريه، لَڳِندِي ڪَر ڦنڌ جيئن
سائين سنپاريه، جِن پيئُه رُوح سِرجيا.
[تون تون تڌ ڪرين، لڳِندءِ ڳَر ڦند جيئن
سائين نه سنپارين، جنهن پَئه رُوح سِرجيَا]
[42]
سُور جِنهُو کي هوءِ، ڏانها تِنها اُپرَنِ
ڪاڻي ڪو ڏُنوءِ، ڏانها ڪندو سُور بِن.
[سُور جنهون کي هويءِ، دانهان تِنهان اپرن
ڪاڻي ڪونه ڏُنوءِ، دانهان ڪندو سُور بِن]
[43]

ڪاگد ڪالي اکري، مُو تا مُو سيڻين
گوري کڙي وانچائيا، ٿمندي نيڻين.
[ڪاغذ ڪالي اکڙين موتا مون سڻين
ڳوري کٽي وانچيا، ٿمندي نيڻين]
[44]
ڪاگد ڪالي اکري، مين وانچو ائٽني وِڏو
سچڻ ھ بي اکرِي، مين لوڙيدو لڏو.
[ڪاغذ ڪالي اکرين مئن وانچو اَٽي وڏو
سَچڻ سپي اکرين، مئن لوڙيندو لڏَو]
[45]
لِيها لَک ڪِيامِ، پسڻ ڪي پاڻ پِري
سوجهي سيڻ لَڏام، مَن منجه ئي سُپِري.
[لِهيان لک ڪِيام، پَسڻ کي پاڻ پرين
سوجهي سيڻ لڏام، من منجه ئي سپرين]
[46]
(روئي مَ ڪَرِ پَڏرو، هَٿ منجهي ئي جَال
جا جا پِريا نه مِڙي، تن ڪاٺي جي بال.
[روئي ڪَرِ مَ پَڌرو، هَٿ مَنجهيئي جالِ
جان جان پريان نه مڙين، تَنُ ڪاٺي جِين بالِ]
[47]
هَنسي ڪِتَ سَهَجڙي، رووي ڪِي ناهي
پِريان پسڻ جوڳِيا، اَنڪِي تو ناهي.

[هَسين ڪِت سَهجَڙي، رووين ڪيون ناهين
پِريان پَسڻ جوڳِيان، اکين تَؤ ناهين]
[48]
پِريا سدي ڳالهڙي، مَر منجهي ئي هوءِ
ٻُڌائيي وِيي ڪي، ڪيهو ڪاج سَريوءِ
[پِريان سندي ڳالهڙي، مَرُ منجهيئي هوءِ
ٻُڌايئي ٻيين کي، ڪيهو ڪاڄ سَريوءِ]
[49]
وِچارا وي پٽ، تو ڪل ٻاهرِ نڪري
اسانه جو هٿ، کامَئه لُوسَئه منجه ٿيو.
[وِچارا وِي پَٽ، تَئُه ڪَلِ ٻاهرِ نِڪري
آسانه جو هٿُ، کامي لُوسي منجه ٿو]
[50]
اُونها اندرِ ماهه، ٻاهر ڏَک نه پڌرو
وَئد ڪريندو ڏاهه، پرسان سي وانٺوريان
[اُونهان اندر ماهه، ٻاهر ڏَک نه پڌرو
ويدُ ڪَريندو دانه، پَسڻان سي وايوڙيان]
[51]
ڪَدِي ٻيري ٻُور، ڪَدي ڦَل نه هڪڙو
ڪدي پِريا پُورِ، ڪدي (يا 'ڪڙي') سِڪان
سدڪي.
[ڪَڏهين ٻيرين ٻُورُ، ڪڏهين ڦَل نه هيڪڙو

ڪڏهين پِريان پُورُ، ڪڏهين سِڪان سڏ ڪي]

[52]

سُهرانيان سنجهڙيجاسم ڪيو نه تِيئِه

تو ڪي اکڙين ۾، پِري پَيَندو ڪِيئه.

[سوئيرايان سَنجهڙي جا سين ڪيوءِ نه تيئن

توکي اکڙين ۾، پِرين پائيندو ڪيئن]

[53]

روج مهنسر ڏيهنڙي، ستر سيجه تپن

سَپوئي جُهڙ پائيا، جي مو پِري مڙَنِ.

[روز محشر ڏينهڙي سَتر سِجَ تَپن

سپوئي جُهڙي پانئيَان جي مون پرين مِڙنِ]

[54]

جيڏَه لائِي رَچ مَچِ، تو پڻ لُڪڻ لاه

جَهَر هَلائرَ هٿِ ڪَرِ، ڪارَڻِ پِريا ڪاه.

[جڏهن لائي رَچمَچِ، تو پڻ لُڪڻ ناه

زَهر هَلاهِل هٿِ ڪَر، ڪارڻ پريان ڪاء]

[55]

توڙي هُوئِن بساوَ، سي سهسين ماٿوَين

اَنکي ڪيئُن مَ تاءُ، جتي هوئِم ما پِري.

[توڙي هُئنِ بَساوَ، سَئين سَهسين ماٿهوين

اَڪِين ڪينئن اُنِ ٿاءِ، جتي هوئم مان پرين]

[56]

تِکو تيڏوئي وَھي، جيڏو مُھ مھراڻ
ڏَيھ سپوئي ھِڪڙو، ڏر لڌو سين پاڻ.
[تِکو تيڏوئي وَھي جيڏو مُنہ مھراڻ
ڏيھ سپوئي ھڪڙو ڏر لڌوسين پاڻ]
[57]
باڙي ۾ بڙ ھيڪڙو، سو مو گھڻو سُھاءِ
واري مِلاسي سڄڻا، باڙِي وِي وڻ راءِ.
[واڙيءَ ۾ وَڻ ھيڪڙو سو مون گھڻو سُھاءِ
واري ملائي سڄڻان، واڙي پي وَڻراه]
[58]
ماوَ موسي لي وير، ھان بيئي وِساريو
عِيدِ ڪريندو ڪير، ما ڪي سڄڻ گڏيو.
[ماءَ مُصلي ويرَ، ھاڻ ويئي وِسري
عيد ڪريندو ڪيرُ، مان ڪي سڄڻُ گڏيو]
[59]
جيئه ڦڦڙ ماھ ۾، ايءَ روجا عيد نماج
اجان آکي ڪا ٻي الله دي ھاجَ.
[جيئن ڦڦڙ ماھ ۾، ايئن روزا عيد نَماج
اجا آھي ڪا ٻي، الله دي حاج]
[60]
ٻتو ڦتو ٻيٽ ۾، وڏي مُلا ماہ
دٻِي ھَتي ڏُوڙَ ۾، الا اوري ھاوَ (آوَ)

[پتو ڦٽو پيٽ ۾، وڍي مُلا ماه
ٿبي هنئي ڏوڙ ۾ الله اوري آوَ]

[61]

ڪاڄي ڪَٽِ مَ ايترو، مَتِ ڪِيرو ئِي پير
پلاٽيندو پوٽلي مٿي ڪِيندو ڪير.
[قاضي ڪَتِ مَ ايترو، مَتِ ڪِيروئي ڦير
پلاٽيندون پوٽڙي، مٿي ڪيندو ڪير]

[62]

مَکڻ مَڪَرِن ڪي، مُلا اُون ٿي ڪِيَن
پچو ڪڏ بِيو ڪي، اُو جي رب گهُرن.
[مکڻ مکن ان کي، مُلا ڪُٽي ڪِيَنِ
پچو ڪڏ بين کي، او جي رب گهُرنِ]

[63]

ڏنِهِي پاڻ بَکاڻ ڪُون جيء ته اُوهنجي بات
بندي خالق نه گهري، ڪري جئان وان ٿيت.
[ڏِنئين پاڻ وکاڻ ڪون، ’جي‘ تونهينجي وات
بندا، خالق نه گهُرين، ڪري ’جِي‘ ٿاوان‘ (تات)]

[64]

تي پُونچو اَساڻ، تو اَنَسِي نَهِي پُوچيو
پَڍِٽهار ڦُراڻ، نَهي رتو رحمَان سان.
[تئن پُوچو اَساڻ، تو انسي نهين پُوچيو
پڑهڻ-هار قُراڻ، نهين رتو رحمان سين]

[65]

عِلت وجي ايش نا، عادتِ ڪَڏي نه جاءِ
اُٿ ڪٽڪين چڏئي، چُٽي جَواسا ڪاءِ.
[عِلَت وَجيئِيسِ نا، عادت ڪڏهين نه جاء
اُٿ ڪَٽڪينَ چڏئي، چُٽِي جَواسا ڪاء)

[66]

جِني محبت مَن ۾، تي ميلي ئي سوهن
تَن ۾ ٻَلي مساهل سودا سوپرين.
[جني محبت مَن ۾ سي ميلي ئي سُونهن
تن ۾ ٻري مَشاعِل سدا سُپيرين]

[67]

سچي سائين ساڻ، تو مَ ڪَر ڪَڙي ڪَڙيان
جي تو منجھ هنياوَ، وو سَپو ڪِلي پَرڪٽو.
[سچي سائين سانءَ، تون مَ ڪر ڪَڙِي ڪَڙيان
جي تو منجھ هِيانءَ، او سپ ڪي پرڪٽو
(يا) او سپو ڪُل پرڪٽو]

[68]

سيٽا هَنڌو سڌيو، پيپهو آيو
لَڪي لوڪ نه سگهيو، اسان ڳالهايو.
[سيٽان هَنڌئُون سُڌِيو پيهو آيو
لڪي لوڪ نه سگهيو، اسان ڳالهايو]

[69]

جِتا (جتي) سَچُ سنسار سان، سو جي سائين سان هوءِ
تو پڏر هِي پيڙا تري، جه ٿا نِير نه ڪوءِ.
[جتان سِچ سنسار سان، سو جي سائين ساڻ هوءِ
تو پَڌرِ هي پيڙا تَري، جنہ ٿاءِ نير نه ڪوءِ]
[70]
سچ پيارا سائِينَيان، سائين سَچ سُهاءِ
سچي مَنگل نه دَهي، سچي سَرپ نه کاءِ
سچ سَمندان سِر چڙهي، ڪُوڙ ڪکان ئي باه
نَڙُون تَڙُون ڪنڪُو ڏيندڙ سچ سَجاءِ
[سچي ساڳي پڙهٽي. ائين]
[71]
نَکه پاٽي منجه، بَبيها ڙي وي مُووا
جي تو پُونيس منجه، تا مُو ڪي سونَ ٿئي.
[نَڪ پاٽي منجه، باپيها بُڙي (بڏي) مُئا
جي تون پَئِينس منجه، ٿامُوڪي سونُ ٿئي
(يا) جي تو پوي سمجه، تان مون ڪيسو نَه ٿئي]
[72]
تا تا سُورا ست ڪو، جا جا مُہ نه مِڙَن
رُوڪ بهندي سامهين، سُوري سي جاوَنِ.
[تان تان سُورهان سَت ڪو جان جان مَہَ نه مڙن
رُڪ وَهندِي سامهين سُوره سي جاوَن]
[73]

جي مو ڏٺي لک ڏڙِ، ڏڙ ڏڙ لَکه سِران
سِر سِر لکه مُه ٿئي، مُه مُه لک جِپان
سَپِي جِپان تِکيا، هِڪِڙيا لوان
صفت اُونهجي راجيا، تي هُون لِيه ڪَرَان.
[جي مون ڏٺين لَک ڏَڙ، ڏَڙِ ڏڙِ لَکَ سِران
سِرِ سِرِ لک مُنهَ ٿين، مُنهِ مُنهِ لَکَ ڄِپان
سَپي ڄِپان تِکَيان، هِڪِڙيان لنوان
صفت آهِنجِي راڄيا، تِنهِ نُون لِيه ڪَران (؟)]
[74]
گهڙيي گهڙيي مارِيا، پهري لهان سجاءِ
مون هيئڙو گهڙيال جيو دُکي ريڻ وِهاءِ.
[گهڙيين گهڙيين مارِيَان، پَهرين لهان سَزاء
مون هينئڙو گهڙيال جيون، دُکي رَين وِهاءِ]
[75]
جيڏي پائي هٿڙي، تيڏي پاڻ پرِي
بَهڻ مَهَبا چڏيا، تو نه چڏ ڏٽي.
[جيڏِي پائي هَٿِڙي، تيڏي پاڻ پَري
بَهڻ مُحبان چَڏِيا، تون نه چڏ ڏَري]
[76]
ڏيه لُٽا سنجه پَئِي اگئوون آئي راتِ
ڪَڙا پُڪاري پاتٽي، بيڙا ڪَپَر باتِ.
[ڏِينه اُلَٽا، سَنجها پَئِي، اڳُون آئي راتَ

ڪَڙا پُڪاري پاتَڙِي ٻيڙا ڪَپَر واتِ]
[77]
سُفر مٿي سُپرين، اُپو پار لَڏنِ
وَلڻ جيون هالو چوي، ڳجهيو ڳالهيو ڪن.
[سِفر مٿي سپرين اُپا بار لَڏين
هَلڻ جيون هالو چوي، ڳجهيون ڳالهيون ڪَن)
[78]
هِئن آوندا وج تون، سيٽا ويڻ مَ ڪَٿِ
پيهِي مَنجه ڪُنو ڪڙي، تو پُوٽي مُو هٿ.
[ايئن آوندا وج تون، سيٽان ويڻَ مَ ڪَٿ
پيهي منجه ڪَٽو ڪري، تو پوٽي مون هٿُ]
[79]
سُنِي ٿٽي جَبان وَ، سو سَچٽا ڪِنِ ڳيي
جتي بال سرير ۾، تِتي چڻَ پَئِي.
[سُڄي ٿَٽِي زبانئون (جبانئون) چَئي، سو
سچٽاڻ ڪِنِ ڳئي
جِتي بال سَرير ۾ تِتي چِن پَئي]
[80]
پيڙا سَمپي دوهيليا، ايهِي پيڙ نه ڪاءِ
جيو وچن هاجو نئِه جاني هڪ خداءِ.
[پِيڙان سپي ڏُهيلِيَان، ايهِي پيڙ نه ڪا
جيون وَچڻ واجو ٿئي، جاڻي هڪ خُدا]

[81]

بِيَن ڪُو ڪيا روئيي، دک اپني ڪو روءِ
بَنڌِ سنبِل ٿِي ساک تي، اِت نه رَهسِي ڪوءِ.
[پِيان ڪُون ڪِيا روئيي، دُک اپني ڪون روءِ
بِنڌ سَمل ٿي ساخَتِي اٿِ نه رهسي ڪَوءِ]

[82]

سُتو ڪي هي سائِي، تو مٿئن ڪَپر گُڏي
بهڻ تٿان ئي ڪاءِ، جيٿِ اونهجو تَڪِييو.
[سُتون ڪيهي ساءِ، تو مَٿي ڪپرُ گُڙي
وَهڻُ تِتائين ڪاءِ، جِٿِ اَهنجو تَڪيو]

[83]

سُتو سِچي راتِ مُهِ ڍِڪي موئان جي
نه تو سَبِل تات نه جُهري دو هاءِ ڪي.
[سُتون سچي راتِ، مُنهُ ڍِڪي مُئن جئن
نه تو سَمل تاتِ، نه جهوري تو آه ڪين]

[84]

جا جا ڪنڌِي ڪاه، تا تا تو رهي تاتِ ڪَرِ.
ڪپر سندِي ڏاه، مَتِ اونچي تِيئَه اُلَهي.
[جان جان ڪنڌي ڪانهَ، تان تان تُرَهي تاتِ ڪرِ
ڪپر سندي دانه، مت اوچِتي اُلَهِي]

[85]

جي اول اوٿو اُولهڙي، سائِر منجه ٿِياه

ڪَر ٻانها پاڻيچيان، مَ ڪر سڌ ٻِياھ.
[جي اول ٿُتو اولڙي، سائِر منجھ ٿيانھ
ڪَرِ ٻانهان پاڻيچيان، مَ ڪَرِ سڌ ٻِيانھ]

[86]

پنجين ميين اُلهڙا، غافل وو نه وڌوءِ
جَڏُوُ لهرين گڏ ٿِئي، تَڏُ سَنپاريوءِ.
[پنجين مويي اُلهڙا، غافل وو نه وِڌءِ
جڏون لهرين گڏ ٿئين تڏون سنپاريوءِ]

[87]

جان تو تارُو پاڻا، تو پِي پُڇِ تِڙَن ڪَل
تارُو گهڻا سُڄاڻ، وجي ڪَپَر آهلي.
[جان تون تارُو پاڻ، تان پي پڇ تَڙن ڪَل
تارُو گهڻا سُڄاڻ، وجي ڪپر آهلي]

[88]

اُونئائي چَيو نه جي، سو نه ڪِيياءِ ڪَنِ
تا ئِي پيئِي پِريا سان گهگهر گهاوڙن
[اوبائي چَيونِ جئن سو نه ڪيائون ڪن
تان ئي پيئي پَريان سان گهنگهر گهاتوڙن]

[89]

جُجون جوڪَيون جِت، بوهِٿ باتاڙا ٿِيِنِ
مِهَر اونَهن جي تاتِ، مُڪريان پِي پارِ پوَنِ.
[جُنگيون جوڪيون جِت، بُوهٿ ٻاتاڙا ٿِيَن

مِهر اوهان جي اُت، مَڪُرِيان پي پارِ پَوَن]

[90]

پکرِيان جِنهِن، پو پلان هِي نه ليه
جِتي ساٺ مُوسَنِ، اَجي سه لَڪ نه لگيو (لگهيو)
پَڪڙيان ڊِڄَنِ، پَئو پَلان هِي نه لَهي
جتي ساٺ مُسَنِ، اچي سو لَڪن لنگهيو]

[91]

وِڄ بَدَل اِي واءِ، هڄ مَ لَهرِي لَڳِيا
سَڌر سونها جاوَڙ، بيڙِي ڏُوبڻ ناهِي پَو.
[وِڄِ بادل ۽ واءُ، هِڄَ مَ لهرين لڳِيَان
سَڌر سونهان چاءُ، بيڙي بڏُڻُ ناه پؤ]

[92]

سُتو اون تو جڳُ، راتڙي سبيئِي وهاٽِيا
مٿي ٿِيو پَگ، پري وِسارڻ مَ ڪَرِي.
[سُتوهُون تو جاڳ، راتڙين سَپِيُ وهاٽيان
مَٿَئه ٿيو اَپاڳ، پرين وَسارڻ مَ ڪَرِ]

[93]

پري وسارڻ وِي رَڻ، ڪبڏڙي ڪَرِن
ڪَنچن راس وِجاءِ ڪرِ، بُڪين ڏُور پَوَنِ.
[پرين وِسارڻ وِي روئڻ، ڪُبڏڙي ڪَرن
ڪَنچن راس وجاءِ ڪَر، بُڪين ڏوڙ پون]

[94]

ڏَر جِيُو ڏَنس سَهَنِ، گَروائِي پَربَت جِيُو
سيئي سيڻ ڪيڇَنِ آئِي ٻاوَ نه ڊولِنِي.
[ڏَر جيُون ڏَنئسَ سَهن، ڳُورائي پَربتِ جيون
سيئي سيڻ ڪِجنِ، آئي واءُ نه لُڏَّٽا]

[95]

سجڻ اُرجڻ چي ڪهين، چِت نه ڪي چي پِنگ
لوئي ٿيئي پارَچِي، لاڪ نه چڙِي رنگ.
[سجِڻ اُرجِڻ ٿئي ڪهين، چِت نه ڪِجي پِنگ
لوئي ٿيئي پارچِي، لاڪ نه چڙِي رنگ]

[96]

منجهي ماوُ ناهين ڪِي، پَسڻ ڪِي گهاٽي
ڏُني ڪَسُوپِي رنگ جيون ويندوئِي واٽي.
[مَنجهين ماوو ناه ڪِي، پَسڻ ڪي گهاٽي
ڏُني ڪَسُونبي رنگَ جيون ويندءِ وِهاٽي]

[97]

مين پايين سووَنِ، هي جرپوس جرڪٽو
ٻئين ٻگئين وَنِ، ڪَہ لگين ڪاريو ٿيو.
[مون پانيو سووَن، هِي جَرپوس جَرڪِٽو
وِئين وڳِٽين وَن، ڪَہ لڳِينَ ڪارو ٿيو]

[98]

پُلي وين پُلِ، تڏئون آئي
بابا آدمءَ تي حوا پُلي، پُلي سب اِنيائِي

[پُلي وي (پُلي)، پُل تڏائون آئي
بابا آدم تي حوا پُلي، پُلي سپ دنيائي]

[99]

پوري پڳو جَتِ، ماڻِڪ اَساري پيو
ڪوھ نه رُنو تَتِ، ٿُو وي ڳُچو ھٿ ڪَرِ.
[پوري پڳوءِ جِت، ماڻڪ اَساري پَئَي
ڪوهُ نه رِنُوءِ تِتِ، تو ٻئي ڳُچا ھٿ ڪري]

**[100]**

پورِي پڳوءِ جاءِ، ماڻِڪ اَساري پيو
سُري سرافين آوَ، ويئي ڳُچو ھَٿ ڪَرِ.
[پوري پڳوءِ جانءِ، ماڻڪ اَساري پَئي
سُري صَرافِين آءِ، ٻيئي ڳُچا ھَٿِ ڪري]

[101]

ھَٿِي وِيا ڪي لُوڻ، ڪسٿُورِي جُھگين گھُري
سَچا دي سابُوڻُ، اندر ھ چا نَه ڪري.
[ھَٿِي وِھاءِڪي لُوڻ، ڪَسٿُوري جُھنگين گھُري
سَچان دي صابُوڻ، اندر آچا نه ڪرين]

[102]

مُووان محلان مَنديان، اَچليان جَلنِ
ھَٿون گِھننِ ٻڪري، جُھنگين اوُنٺ مَنگن.
[مَيان محلان مَنديَان، اَچَليَان چَلن
ھَٿئون گھنن ٻڪري، جُھنگين اونٺ منگن]

[103]
هل هل ڦال ڪريندِيان، راڏي ڳئي وِهاءِ
وجي پُڇو ساوَنِ سُتيان لاوِي لَگن آءِ.
[هر هر فال ڪريندِيان، راڏِي ڳِئي وِهاءِ
وچ پڇو سانوڻ ستيان لابي لنگهڻ آهَ]
[104]
توبه ڪري نَه بائُڙِي، بائُتِ توبَ ڪَري نَه
ڪيهِي سادي هٿ ۾، راڏي اُجاڙِين.
[توبه ڪري نه بائُڙِي، بائڙي توبه ڪَرينِ
ڪيهي سادي هَٿَ ۾ راڏي اُجاڙِينِ]
[105]
جي سائين سُو سَچُ، تو پي ڪُوڙا مٽڙِي
اُتا ٿِي ڪَر نچُ، توڙي اگڻ را ٻَلي.
[جي سائين سُون سچ، تو پَئه ڪِهڙا مَٽڙِ
اُپا ٿِي ڪَر نچ، توڙي اگڙا ٻلي]
[106]
پاڻا واڻي رنگ ۾، پاڻون واڻ رَتاس
رنگي ڏيندو پاڻ ڏٽي، سپي رنگ سَناس.
[پاڻا واني رنگ ۾، پاڻو واڻ رَتاسِ
رَگيندڙو پاڻ ڏٽي، سپي رنگ سنداس]
[107]
انا ئي پَنا ڪري، پنا اَن منجهاوَ

راج اُڏندِ تو راجيو، پيا راوَ ئي راوَ.
[اَنان ئي پَنا ڪري، پَنان اَن مِنجاوَ
راڄ اُڏندتو راڇيو، پيا راوَ ئي راوَ]
[108]
ڪُوسي ڪُونپل نِيپجي، ٿاتي وَن داهِي
عقل غيب الله دا، الله ايها هي.
[ڪُونسي ڪُونپل نپچي، ٿاري بَٽداهي
عقل غيب الله دا، الله ايها هي]
[109]
توڙي وڃن روم، ناه نصيبو اگري
مانِ نِيو تو يُون، جي لِکيا ڇِيينِ ۾.
[توڙي وڃن روم، نانه نصيبئون اڳرو
ماني وٺن ٿوم، جي لِکيا ڇِيَن ۾]
[110]
توڙي تَڙيي پي توئِي، توجه اُوهنجو آسرو
تو در ڇَڏان ڪيئن، اي بڙا راجيا.
[توڙي تڙيين تيئن، توه تنهنجو آسرو
تو در ڇڏيان ڪيئن، اي وڏا راڇيا]
[111]
آهَر اَلا هار، ڪوئي ملاهي ڪَدهي
پيا ڪاج هٿاوَ، بڙآٽيندو وڏو ڏٽي.
[اهَرَ اَلا هاءَ، ڪوءِ مَ لاهي ڪڏهين

وِيا ڪاچ هَٿاء، وڏائيندو وڏو ڏٽي]

[112]

تو آڏار سُڌار تو، تو آڏاتو آڏ

تو هي اڪڙين موُ، تو هي اندر هَڏِ

ڳَلي مِلي ڳالهِي چوان ڪيهي ڏاجت سَڏ.

[تون آڏار سُڌار تون، تون آڏاٽو اَڏ

تون هي اڪڙين ۾، تون هي اندر هڏ

ڳلي مِلي ڳالهين چوان، ڪيهي حاجت سڏ]

[113]

سينچاٽا اَتِي سيه، ڏوين وَسن جهنگ مَئن

سو ڪَڙ ڪووَن ڪِوان، مانس جنهان ڪُو لِڪيو.

[سِيچاٽا تي سِينه، ڏونهين وسن جهنگ ۾

سي ڪَڙ ڪاوَن ڪيئن، ماس جنهان ڪون لڪيو]

[114]

جي جي پيلِي مين ڪِيئي، سو سو مُجه نه ٿيان

اُس چنگي ديوان ۾، سِپي مُڪرِ گيان.

[جي جي پيلي مئن ڪِيئي سي سي منجه نه ٿيان

اس چڱي ديوان ۾ سپي مُڪر ڳيان]

[115]

پِڳا ساجا نه ٿيين، مَن موتاهل ڪَچ

ڪنين سٽيو نه مَنيي، انڪين ڏٺو سچ.

[پِڳا ساجا نه ٿِيوي، مَن موتاهل ڪَچ

ڪنين سُڻيو نه مَنِئي، اکيين ڏٺو سچ]

[116]

ڪاجي محمود دنيا ديک ڪَرِ، مَن ۾ آپ نه پُول
اَپنِي غُربت سي تئين رهيي جن اُون تلي ڪي ڏُول.
[قاضي محمود دنيا ديک ڪر، من مين آپ نه پول
اپني غربت ڪي تئين رهيي، جون پائون تلي ڏُول]

[117]

ڪاجِي محمود ڪاجل ڪَروُن تو ڪنڪرا سُرما ڪِييا نه جاءِ
اِن نينن ۾ اِڪ ٹُوو، دُوجا ڪَهان سَماءِ.
[قاضي محمود ڪاجل ڪرون، تو ڪنڪر سرما ڪِيا نه جاءِ
اِن نينن ۾ اِڪ توئي دُوجا ڪَهان سَماءِ]

[118]

ڪاجي محمود سُمري سائين يان، جِس ٿِي تاجِي پيڙَ
سُکيا اُک نه جانهين، جِسِ بيدَن تِسِ پِيَڙَ.
[قاضي محمود سُمري سائييان، جس ٿاء تاجي پيڙ
سکيا دُک نه جانئي، جس بيدن تس پيڙ]

”ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي سَمپورڻ“
[جناب قاضي قادن جي ساکي پوري ٿي]

[2] ڪوهي ڪتيبان
[5] جي گھُر گھ هي [6] اسان ساجِي تاتڙي
[19] 2. لڪي نه
[29] روح پرساد 2، ولهڙي، سُونهاري سُواد
[35] 1. تر به سيئي وير.
[39] 2. اُسان ٻيلي اولهن [40] 2. هُون ڏو مَٽي
[44] 1. وانچي وائڻ وِڏو 2. ه يي اکري= سِه يي
اکرين= سنئين اکرين
[47] 2. ويي ڪي= پيين ڪي. [50] 1. پاهر لک نه
پڏرو 2. ڪريندو گاھ. پان ٿوڙيان
[54] 1. توهي پڻ لڪڻ لاھ [55] 1. ماٿوين
[56] 2. هڪڙي گھڙ لڏوسين پاڻ [57] 1. واڙي ۾
وڙ 2. واري ولاسي [58] 1. هاربيئي [59] 2. اجا
آهي ڪا ٻي
[66] 1. سوتن
[70] 3. ڪوڙ ڪيان ئي پاھ. 4. نَمُو ڪرون ڪن
ڪُو
[75] 2. موھ با ووڙيا تو نه لڏ ڏٽي [78] 1. هِي آ
بندا وچ تون 2. توڪُتي مُو هٿ
[83] 1. مُوسائي جي 2. نه تو سب به تات
[86] 1. پنجين مووي

[95] 1. هئه ڪهين [96] 1. تانهي ڪِي [99] 1. ”سڳو جت“ 2. اُسچو

[100] 1. مُري (مُڙي) [101] 2. ساسوڻ [102] 1.مووان مهلان منديان، اچليان نه چلن 2. وِڪري……، اوٺ

[105] 1.اُتا ٿي ڪر [106] 2. رنگ ڏيندو.... پاڻ ڏٽِي [107] 2. گج اُڏندتو [108] 2.’ٿاٿي‘ يا ’ٿاڙي‘ ؛ وَن داهي [109] 2.ماني وَتويُونَ

[113] 1. سُورين وَسَن [114] نه ٿيام 2. ستي مُڪر ڳيام = جلدي ڦري ويونِ (؟)

[116] 2. اُبل ڪَي ڏول [118] ساجي پيڙ

## سَنتُون ڪِي واڻي

هن گرنٿ ۾ اهي ساڳيا 118 بيت آهن جيڪي ’جيپور گرنٿ 6‘ ۾ آهن، ۽ پڻ اهي ساڳي ترتيب سان لکيل آهن. اهي بيت پهريائين سنه 1978ع ۾ هري جيٺالال نڪر شايع ڪيا. اصل گرنٿ واريون پڙهٽيون معلوم ناهن، پر انهن پڙهٽين کي جئن هيري

نڪر درست ڪري ڪري ڇاپيو تئن اهي هر بيت ۾
مثال شروع ۾ رکيون ويون آهن ته جئن اصلي پڙهڻين
جو ڪنهن حدتائين اندازو ٿي سگهي. هيٺان ڪارين
چورس ڏنگين ۾ راقم طرفان سنواريل پڙهڻيون ڏنل
آهن جيڪي پهريائين ادبي بورڊ جي رسالي ’مهراڻ‘
جي ٻن شمارن (آڪٽوبر- ڊسمبر 1978ع ۽ جنوري-
مارچ 1979ع) ۾ شايع ٿيون. انهن پڙهڻين کي هاڻي
ذرا وڌيڪ سنواري رکيو ويو آهي.

**”ڪاجي ڪادن جي ڪِي ساکي سنڌي**
**اور پي ساڌان ڪي ساکي ايڪٺي“**

[1]

زيران زَبِران آيَتان، اکر انٺُ نَه پار،
هيڪَڙِيو، ايمانَ ۾، لَهَنِ سَپِني سارَ
[زيران زبران آيَان، اکران ان نه پار
هيڪڙو ايمان ۾ ڀهَين سپني سار]

[2]

جُو جُو ٻارَه لَڪَ، ڪوڙين ڪَتيبان جي پَڙَهئه
ايَه سَبائِي سِڪ، جان جان پِريان نَه مِڙَءِ.
[جون جون پَڙه ۽ لِکَ، ڪوڙين ڪُتيبَان جي پڙهين
اي سَپائِي سِڪَ، جان جان پِريان نه مڙين]

[3]

ڪنزُ قُدُورِي ڪافِيا، ڪي ڪِينَ پَڙِهيامِ

سو ڏيهو ئي ڪو ٻيو، جان ئي ٻرين لڌامِ.
[ڪَنز ڦُدوري ڪافيا، ڪي ڪين پڙهيام
سو ڏيه ئي ڪو ٻيو، جان ئي پرين لڌام]
[4]
پَڙهندو پَئي وِيو، ڪوڙين لَڪَ قُرآنَ
لَکي لوڪُ نَه سَگِهيو، پاڻي اندرِ پانَ.
[ساڳي پڙهين جئن آهي تيئن]
[5]
جي گُهر گهڙي نَه ڪِينه، سائين تو ديدارَ کي
ڪيهي حُجَ ڪَرِينه، سووي پَهنچون رَبَ ڏان.
[جي گُهرَ گهَڙي نه ڪينِ، سائين تو ديدار کي
ڪيهي حُجَ ڪَرينِ، سيئي پنهنجي رب ڏان]
[6]
سُتو وينو اُٿيو، ڳالهائيندو ڳيندو
اسان ٿُسان جي تاتِڙي، واتَڙِئين ويندو.
[سُتِي ويٺي، اُٿيي، ڳالهائيندي، ڳيندي
اَسان ٿُسان جي تاتِڙي واتڙيين ويندي]
[7]
اَکرَ ٻِيا وِسارِ، الُف اکِهُون ئي ياد ڪَرِ
سو تُون ڏِيئُون ٻارِ، جو نه اُجهنپئه ڪَڏَهينِ.
[اکر ٻيا وِسارِ، الف اکِيون ئي ياد ڪرَ
سو تون ڏيئو ٻارِ، جو نه اُجهامي ڪَڏهينِ]

[8]

لائي لامُ الفَ سان، ڪاتِبَ لکين جيئن
مُون هِنيَڙَو پِرِيان سانَ، لَڳو آهي تيئَن.
[لائي ’لام‘ ’الف‘ سان ڪاتب لِکنِ جيئن
مون هِنيَڙو پريان سان لڳو آهي تيئن]

[9]

جان پاٽانڻ جو پَڊِرو، ٻُڌو آءُ سَڏُ
مُون هِنيڙو تان ئي ڪِيو، سُپِرِيان سئون گڏُ.
[جان ئي پاٽان پڌرو ٻُڌايائون سڏ
مون هنيڙو تان ئي ڪيو، سپيريان سان گڏ]

[10]

پَهرِيون ئي پِرِيانِم جا، مُون سان ئي سُوَڙانِ
هنيَڙو هيجَ پَنڌُ ڪري، لَڳو ڪَہُ ڪيٽان.
[پهريائين پريام جان، مون سائين سيٽان
هِنيڙو هيجَ پنڌ ڪري، لڳو ڪَہَ ڪيٽانِ]

[11]

نہ سو لاهُو نَہ سِرو، نَہ اُرِ وار نَہ پار
مُوڙِهو وَتين تِنِ کي، سو مَنَ مَنجھ نِهار.
[نہ سو لاھ، نہ سِرو، نہ اورار نہ پار
مُوڙهو وتين جِنہ کي سو مَن منجھ نِهارِ]

[12]

دِلِ اندَرِ دَرياو، پُڇَئِہ ڪِيا سَمُندِرَ ڪَلَ

ماڻڪ اِهه سَرِياو، چُڱي چوکي نَه کَٽِي.
[دِل اندر درياء، پچين ڪِيان سَمُوندر ڪَلَ
ماڻِڪَ ائين سَرياء، چُڱي چوکا نه کٽين]
[13]
ڪايا مُهه ڏيئِي پيٺان جي دَرِياوَ ۾
پَسَندا سيئِي، ماڻِڪَ اکِڙيُنِ سين.
[ڪاوا مُنہ ڏِيئي، پيٺا جي درياء ۾
پَسندا سيئي، ماڻِڪَ اکڙين سِين]
[14]
دَرِ پُورا گُر سي گُهران، حَقِيقتَا هَنجه
ڪوڙين هَنڌان ڪَڻَ چُگِنِ، سَر پاڻيءَ جي منجه.
[ساڳي پڙهڻي، جيئن آهي تيئن]
[15]
وَڃي آيو ڪيرُ، ڪَنهِن ڏِٺو مُهه لاهوتُين
اڇي ڪندو ڪيرُ، ڳالِهيُن رَبَ پِرتِيان.
[ساڳي پڙهڻي، جيئن آهي تيئن]
[16]
هُن سَرَ سَندا هَنجَهڙا، اِتي ئي آهِينِ
ڳالهينِ رَبَ پرتِيان، جو مَنگي سو ڏينِ.
[هُن سَر سندا هنجهڙا اتي ئي آهين
ڳالهِين رَب پَرتيَان جو مَنگي تِنہ ڏينَ]
[17]

سَرَ هيڪڙي وَسَنِ، جَرَ ۾ نينِهُن نه گَڏِيو
سارَ نه سالُورَنِ، مَٿي ڪَنولُ ڦلارِيو.
[سَر هيڪڙي وَسن، جَرَ ۾ نِيہُ نه گڏيو
سارَ نه سالُورَنِ، مَٿي ڪَنولُ ڦلاريو]
[18]
جي سالُورو سُڌِ لَهي، ڪَنوَلان سَندي ڪاءِ
تو پَيو پاتالِ ۾، هُوندَ نَه مِٿي ڪاءِ.
[ساڳي پڙهڻي، جيئن آهي تيئن]
[19]
ڪي ويجها ئي ڏوُرِ، ڪي ڏوُري ئي وَلها،
هوئي جَر سالُور، لَڏي نهَ ڪَنولانه ڪَرَ.
[ڪي ويجهائي ڏوُر، ڪي ڏور ئي (اوڏا) ولها
هُو جي جَرَ سالُور، لڏي نه تن ڪِنولانه ڪَر]
[20]
اَڪِ اَندَرِ سَرِيو، جاڳي پَسُ جُواڻ
مَنجهيڻي مَڪو ٿِيو، مَنجهيڻي مُلتاڻ.
[اڪ اندر سَريو، جاڳي پس جُواڻ
منجهيئي مڪو ٿيو، منجهيئي مُلتاڻ]
[21]
اِڪيوُن آڪا سانه، فوجُون ڪَري اُلَٿِيُون
سوڙِهي گَلي مَنجهانه، سوجهي پِرين لَهَنديُون.
[اڪيون آڪاسان، فوجون ڪري اُلٿيون

